# سارنگا

جلد: ٻيون
شمارو: ڇهون (اونهارو)
سال: 2009
اپريل – جون
ٽائٽل: سعيد منگي
ويب سائيٽ: www.sarangaa.com
اسسٽنٽ ايڊيٽر آن لائن: علي حسن ملاح
ڏس پتو: پهرين منزل، گلزار ماڙي، شاهه لطيف ڪتاب گهر،
حيدرچوڪ، حيدرآباد.
موبائل: 0092 333 2746344
ڇپائيندڙ: اياز علي گاڏهي
سارنگا ادبي ۽ ثقافتي سوسائٽي، حيدرآباد، سنڌ.
ڇپيندڙ: آڪاش پرنٽنگ پريس، حيدرچوڪ، حيدرآباد
ڪمپوزنگ: ظهور شورو
قيمت: 100 روپيا
ساليانو چندو: 400 روپيا (عام ٽپال)
500 روپيا (ڪوريئر ذريعي)

SARANGAA
Volume:2
Issue: Second(Summer)
Year: 2009
April - June
Editor: *Ishaq Samejo (Hon.)*
website: www.sarangaa.com
Postal Add: First Floor, Gulzar Marhi,
Shah Latif Kitab Ghar, Hyderchowk,
Hyderabad-71000, Sindh, Pakistan.
Mobile: +92 333 2746344
Publisher: Ayaz Ali Gaincho
Sarangaa Literary and Cultural Society
Hyderabad, Sindh.
Price: Rs. 100-00

ايڊورٽائيزنگ اينڊ مارڪيٽنگ مئنيجر:
عبدالحميد سميجو
Mob: 0346_2785211

e-mail: editor@sarangaa.com
info@sarangaa.com
sarangaa.sindh@gmail.com
editor.sarangaa@gmail.com

---



# اَول اَول



نوجوان آرٽسٽ اي آر آزاد جو هڪ خوبصورت اسڪيچ

## • ڪجلاسر

(اداريو)

هر سماج جي شعبي اندر هڪ الڳ سماج يا جاتي وجود رکندي آهي، جنهن جو وري پنهنجو منفرد ۽ جدا ڪلچر ٿئي ٿو. ايئن ئي ادبي سماج جو پنهنجو الڳ ڪلچر ٿيندو آهي ۽ اهو سنڌ جي ادبي سماج ۾ به زنده آهي. وقت ۽ زماني جو بدلاءُ هر شيءِ ۾ تبديليءَ جو ڪارڻ بڻجي ٿو ايئن ئي سنڌ جو ادبي ڪلچر به مختلف وقتن ۾ حالتن جي اثر هيٺ تبديليءَ جي اهڙي عمل مان گذرندو رهيو آهي. موجوده زماني ۾ اهو ڪلچر ڪتابن جو انگ وڌائڻ، گهر جا پئسا خرچ ڪري مهورتون ڪرائڻ، پاڻ سان پاڻ شامون ملهرائڻ ۽ اهڙن ماڻهن کان مهاڳ لکرائڻ جهڙين رسمن تي مشتمل آهي، جيڪي هر حال ۾ صاحبِ ڪتاب جي واکاڻ ۾ زمين آسمان هڪ ڪرڻ جو تجربو رکندا هجن. اسان وٽ اهڙا ڪيئي "پروفيشنل مهاڳ نويس" يا "هر مرض تي پوندڙ مقالي نگار" آسانيءَ سان ملي ويندا، جن وٽ ادب فقط لفاظي ۽ تخليق فقط سٽن جي باترتيب ڍير جو نالو آهي. انهن وٽ تخليق جي ڳڻ، روح ۽ جوهر جو ڪو تصور موجود نه آهي، جيڪو ئي فن جي اصل جان آهي. نتيجي ۾ بقول ڍولڻ راهيءَ جي:

سرد الفاظ، مُرده معنائون

شاعريءَ کي نظر لڳي ويئي!

اسان مان هر ليکڪ پنهنجي لاءِ "عظيم"، "اعليٰ"، "منفرد" ۽ "اياز کان پوءِ اهم ترين شاعر" کان گهٽ لفظ ٻڌڻ لاءِ تيار ئي نه آهي، جو اسان جي مهاڳ نويسن ۽ تبصري نگاريءَ جي به اهليت نه رکندڙ مقالا نگارن ليکڪن کي اهڙي هيرَ وجهي ڇڏي آهي، جو اهي ساراهه ۽ فقط ساراهه ٻڌڻ ۾ ئي يقين رکن ٿا ۽ کين هر قسم جي خوشي، اطمينان ۽ اهميت جو احساس فقط پاڻ پڙهائڻ ۾ ئي محسوس ٿئي ٿو. توهان ڪنهن به ليکڪ جي اجائي ۽ ڪوڙي تعريف ڪري ڏسو اوهان کي ڪو به اهو نه چوندو ته هيءَ چا پيو ڪرين. البت ڪنهن جي هڪ خاميءَ يا ڪمزوريءَ جي نشاندهي ڪري ڏسو ڏهه ماڻهو ڦري ايندو ته "اجائي تنقيد ڇو پيو ڪرين؟" جيتوڻيڪ تنقيص تنقيد جو فقط هڪڙو جُزو آهي، تڏهن به اجائي تعريف جي ڀيٽ ۾ اهو گهٽ خطرناڪ عمل آهي. ڇو ته تنقيد اجائي به هجي، تڏهن به ان ۾ سکڻ لاءِ گهڻو سامان موجود ٿيندو آهي . پر اجائي ساراهه فقط سنڌ ٻڌائڻ ۾ ئي مدد ڏئي سگهي ٿي. سياڻن جو چوڻ آهي ته جڏهن ڪنهن ماڻهوءَ کي نڪمو ناڪاره ۽ تخليقي معذوريءَ جي ور چاڙهڻو هجي يا

ڪيس اڳتي وڌڻ کان روڪٽو هجي ته سندس ڪوڙي ساراهه ڪري ڇڏجي- ۽ هن وقت اسين سڀ پوري نيڪ نيتيءَ ۽ خلوص سان هڪ ٻئي لاءِ اهڙي ئي "ڪڏ ڪوڏڻ" ۾ رڌل آهيون. هاڻ اسين سڀ عظيم اعليٰ، منفرد ۽ اياز کان پوءِ سڀ کان اهم ليکڪ ۽ شاعر آهيون- پر حيرت ان جي آهي، ته ايترن "عظيم ۽ منفرد ليکڪن" جي موجودگيءَ جي باوجود، ڪاريءَ وارا ڪک الائي ڇو پيا نظر اچن؟!.

هڪ پراڻي ڪٿا آهي، ته هڪ جهرڪي اڏامندي اڏامندي وڃي هڪ ڏاند گاڏي تي ويٺي، جيڪو ڏڏڙ پيرئي رستي تان گذري رهيو هو. پهرين ته هن اهو ڪم ڏاند گاڏي تي سفر جو مزو وٺڻ لاءِ ڪيو هو پر پوءِ جو پڻتي ڪنڌ ورائي ڏٺائين ته گهمنڊ ۾ پرجي چيائين: "مارا اها سموري ڌوڙ مون اڏائي آهي...مون ته ان تي سوچيو ئي نه هيو...!" اسين به ان جهرڪيءَ وانگر ٿي ويا آهيون، جن پنهنجي ڪوڙي ۽ اجائي ساراهه پڌي، فرض ڪري ورتو آهي، ته ادب ۾ هيءَ سموري هلچل اسان جو ئي ڪارنامو آهي، جيتوڻيڪ ٻين کي پنهنجي باري ۾ اهڙا ڪوڙ ڳالهائڻ تي به اسان پاڻ ئي مجبور ڪيو آهي- اسان سڀني پنهنجي باري ۾ خوشفهمين جو هڪڙو عجيب تصوراتي جهان ۽ گهيرو ٺاهي ورتو آهي، جيڪو به ان کان ٻاهر بيهي ڳالهائي ٿو اهو اسان جو خيرخواهه نٿو رهي، اسان ڪڏهن به ايمانداريءَ ۽ سچائيءَ جو مظاهرو ڪندي، اهو سوچڻ جي زحمت ئي نه ڪئي آهي ته نيٺ به اسان اهڙو ڇا ڪيو آهي، جنهن تي دنيا نه سهي، سنڌي سماج يا سنڌي ادب به فخر ڪري سگهي؟

ساراهه به اهڙو ڪو معيوب ۽ خراب عمل نه آهي، جنهن کي لکڻ پڙهڻ جي دنيا مان نيڪالي ڏئي ڇڏجي، پر جڏهن اها هڪ ذهني بيماريءَ جي صورت اختيار ڪري وٺي ۽ هر ماڻهو فقط ان کي ئي پنهنجو علاج سمجهڻ لڳي، تڏهن پنهنجيءَ روش ۾ تبديلي آڻڻ کان سواءِ حالتن ۾ ڦيري اچڻ جي توقع فضول آهي. تنقيد جو مقصد فقط تنقيص يا ڪمزورين جي نشاندهي به نه آهي- پر ان کان سواءِ به تنقيد، تنقيد نه آهي. اسان کي پنهنجي ادب جي مزاج ۽ ادبي ڪلچر کي بدلائڻ لاءِ سڀ کان اڳ ۾ تخليق ڏانهن پنهنجيءَ روش ۾ تبديلي آڻڻي پوندي ۽ تنقيد لاءِ رستا هموار ڪرڻا ئي پوندا. ڪوڙي ساراهه ان هوا وانگر آهي، جيڪا فقط ڦوڪڻي کي ئي ڦلائي سگهي ٿي، تخليق جي اهميت ۽ تخليقڪار جو قد نٿي وڌائي سگهي.

_اسحاق سميجو



# جهَڪيون جهَڪيون يادگيريون - 4

عبدالقادر جوڻيجو

## Diary of Strangers

وري به هوءَ.

دل ڪڏهن وات ته ڪڏهن اوطاق، ڪڏهن گهر ته ڪڏهن قبرستان. ڪي وات ويندي ملندا آهن ۽ وسري ويندا آهن. ڪي اوطاق ۾ مهمان ٿي ايندا آهن ۽ رات گذاري هليا ويندا آهن. ڪي گهر ۾ رئي هوندا آهن، جيڪي اڪين اڳيان هوندا آهن. هوءَ ٽيهارو سال کن اڳ دل جي گهر ۾ گهڙي،هئي ۽ اجا تائين ويٺي آهي، نڪرڻ لاءِ تيار ناهي. پلا جڏي مرندي ته به دفن ته دل جي قبرستان ۾ رئي ٽيٽي آهي. هاڪڙو هن جو به گهر آهي، منهنجو به گهر آهي. هوءَ سانجي ڪپ تي ۽ آئون ڪاٻي ڪپ تي.

جوڳين جون گهڻيون ذاتيون آهن، پر سڀ موڙ ذات "گورَکنات". جوڳي نه مِٽ ڪنهن جا، پر دوست ضرور هوندا آهن. منهنجو دوست جوهر نات، ذات جو گورکنات. مرلي وڄائڻ جو شاهه ڪاريگر. ڪبير ڀڳت ۽ ميران ٻائيءَ جو ياد حافظ سنڌي، بلوچي، راجستاني ۽ هندي ٻولين جو حد ڄاڻو. جهر جهنگ جهاڳيندڙ در تي لنگهي اچي ته واه واه. پلا جي هليو وڃي ته پوءِ پيو ڳول. هٿ نه ايندو. ها، وسڪاري جا ٽيئي مهينا گم ٿي ويل درياهه هاڪڙي جي ڪاٻي ڪپ تي قابو هوندو. پلا هاڪڙي جو ڪپ ڇو؟

جوهر نات اهو قصو هن ريت بيان ٿو ڪري ته ايام گذريا. گرو گورکنات وڏا وڏا نانگ جهليندو هو. ڪيس ڏس پيو هماليه جي ڪڇ ۾ ست واتو نانگ (Dragon) ڦوڪون پيو ڏئي. جنهن پٿر کي ڦوڪ ٿو ڏئي، اهو پٿر سڙيو رک ٿيو وڃي. اها ڳالهه ٻڌڻ کان پوءِ گرو گورَکنات ڪٽي ٿو پير جهلي. ڪوهن جا ڪوهه جهاڳيندو وڃي هماليه جي. ڪڇ مان

نڪتو. ست واتي نانگ ڏٺو تہ هائو بيلي ڪاري گهوڙي جا ڏٽي پهچي ويا آهن. سو هماليہ جي ڪچ چڙي پٽ ڏانهن رخ رکيائين. پوءِ اڳيان ست واتو نانگ هو ۽ پويان گرو گورکناٿ. جتان جتان نانگ ليڪو ناهيندو ويو اتان ليڪي تي هماليہ جي ڪچ مان نڪتل پاڻي وهندو آيو. انهيءَ ڏڱهي پچ پچان ۽ وٽ وٺان ۾ جڏهن ست واتي نانگ وڳهہ ڪوٽ وارا پٽ جهليا تہ اتان سمنڊ ويجهو هو. سمنڊ جي ڪپر تي پهچڻ کان پوءِ ست واتو نانگ (Dragon) سمنڊ ۾ هليو ويو ۽ گرو گورَکناٿ هٿ مهتي بيهي رهيو. پر ست واتي نانگ جي چڙيل ليڪي تان وهندڙ پاڻي درياهہ ٿي پيو. اهو درياهہ هاڪڙو هو. انهيءَ وقت کان وٺي گورَکناٿ جوڳي وسڪاري جا ٽي مهينا هاڪڙي جي ڪپر تي گذاريندا هئا ۽ باقي نوَ مهينا برما کان افغانستان ۽ ايرانُ تائين رولڙو ڪتيندا هئا. جوڳي نہ مِٽ ڪنهن جا.

پهريون پيرو چين ويس. اڃا تائين ڪميونزم جو راڄ هو. ياڻو ڏسان تہ بيجنگ جي چيئن ميئن اسڪوائر جي ويجهو ڊريگن(Dragon) جو ميلو لڳل آهي. ڪميونزم ۾ نانگ جو ميلو!

پر ڇو بابا؟ آخر مائوزي تنگ جي مڙهہ جي پر ۾ نانگ جو ميلو ڇو؟ جواب خاموشي. هونئن بہ جتي ڪميونزم جو راڄ هجي، اتي گهڻن ئي سوالن جو جواب خاموشي ئي هوندو آهي.

سنڌالاجئ جي لئبريري، انسائيڪلو پيڊيا برٽينيڪا. جواب موجود. ڊريگن (Dragon) ساوڪ جي علامت آهي. ساوڪ درياهہ جي نشاني آهي. ڪٿي مستو مست درياهہ Yellow River تہ ڪٿي هاڪڙو: قرت العين حيدر جو نعرو "يا مظهر المجائب!". هيءَ دنيا واقعي حيرت جو هنڌ آهي.

Oral History. وڏن جون ڳالهيون. جتي هينئر نئين ڪوٽ جو شهر آهي، اتان کان ڏکڻ طرف بہ ٽي ميل پري قلعو آهي، جنهن کي "پراڻو ڪوٽ" سڏيو ويجي ٿو. ڪلهوڙن جي اچڻ کان ڪجهہ سال اڳ اهي ٻئي ٽيئي ميل هاڪڙي درياهہ جو پيٽ هو. جن ڪي ٽر ويٺو هوندو هو اهي ٻيڙن ۾ چڙهي پراڻي ڪوٽ واري هنڌ لهندا هئا. قلعو پوءِ ٺهيو.

اولهہ کان اوپر طرف. ونگي جو پتڻ، سائينداد پنيري وارو پڙو مائي عقلان وارو ڳن، روهلڙيءَ واري نئن، فدرلا وارو پڙو وانڪل وارو گهيڙ ۽ جنهاڻ وارو پڙو.

پراڻي ڪوٽ واري قلعي ۾ اندر ڇُرون ٺهيل آهن. انهن ڇُرن جي مٿان سرن جي اڏاوت ٺهيل آهي ۽ منهن وٽ سيخن وارو گهَٽُ آهي. تارچر سيل. جيڪي حڪم نہ مڃيندا هئا، تن کي انهن تارچر سيلن ۾ بند ڪيو ويندو هو.

عبدالقادر جوڻيجو پٽ همير عرف مريد حسين جو همير پٽ قائم جو قائم پٽ چام دوسوءَ جو چام دوسو پٽ ڪامل جو. اڳتي ڏگهو خال، ويندي چام ڄُوڻو مَتِ اهڻو تائين. وري ڏگهو خال ويندي سورج ونشي راجپوتن تائين.

عبدالقادر قانون مان تنگ ٿيل آهي. همير قانون هلائيندو هو پر ڪامل قانون جي خلاف هو. اڳيان ٽر هو پويان سنڌو درياهہ ٽجي چنبڻ ٻڌجي ويل هاڪڙو درياهہ هو. هاڪڙي جي ڪپ تي ٽن ميلن تائين گهاٽو جهنگ هو. اُنين جا وڳ هئا. آزادي هئي. قانون جهڙي ڪا بہ شيءِ نہ هئي. ڪامل کي خبر ئي نہ هئي تہ قانون ڇا ٿيندو آهي، پابنديون ڇا هونديون آهن ۽ پرائي حڪم تي ڪيئن هلبو آهي. ٽالپر حاڪم قلعو تہ ٺهرائي ڇڪا هئا، پر ڪامل سرڪاري قانون جي خلاف بغاوت ڪري وڌي. ڪيس گرفتار ڪري ٽارچر سيل ۾ وڌو ويو. پوءِ بہ ڪامل کي قانون جي خبر نہ پيئي. آڻ نہ مڃيائين، ٽارچر سيل ۾ ئي جان ڏنائين.

پوڙهو مڙس چار دوسو هزار کن اُنين جو وڳ، بہ پٽ، هڪڙو دودو ۽ ٻيو قائم. ٽيئي گڏ. انگريز بادشاهہ باريچ ڪوٺائي. مفت ۾ پئي زمين ڏنائون. ديهہ جنهاڻ سڄي جي سڄي. چار دوسوءَ کي جڏهن اها خبر پيئي تہ پاڻ ۽ سندس ٻئي پٽ انگريزن کان لڪي ويا. پر ڇو؟ ”نہ بابا نہ. جي ٻنين پوکڻ لاءِ ايڏو گهاٽو جهنگ وڍينداسين تہ آسمان ۾ ٺنگ تي پوندو. سڙي وينداسين. رب جنيءَ جوڙسان ڪا ڪس ڪبي آهي ڇا؟“ Folk Wisdom. ماحولياتي تبديليءَ خلاف پهرين رڙ. يا مظهرالمجائب!

عائشہ جوٽيجو ڌيءُ عبدالقادر جوٽيجي جي، زال شيراز اعواڻ جي. حال وينل ڳوٺ لنڊن. برطانيا جو پاسپورٽ، UK جي شهريت.

لنڊن مان اڌامندڙ آواز:”بابا هڪڙي ڳالهہ تہ ٻڌايو؟“

”ڪهڙي؟“

”آئون ننڍي هيس. اوهان مون کي پنهنجي ڳوٺ وارو قلعو گهمائڻ وٺي ويا هيئو. مون جنهن هنڌ راند پي ڪئي، انهيءَ جي هينان ڪا ننڍڙي ڪوٺڙي ٺهيل هئي. جڏهن توهان مون کي ٻڌايو تہ انهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ پاڻ جو وڏو قيد هو ۽ اتي ئي مري ويو. اهو ٻڌي مون راند ڪرڻ ڇڏي ڏني هئي ۽ روئڻ شروع ڪيو هوم. انهيءَ وڏي جو نالو ڇا هو؟“

”ڪامل! خير تہ آهي؟“

”خير ناهي. ليکڪا ٿي ويئي آهيان. ڪتاب پيئي لکان. Family saga آهي، جيڪو حال کان شروع ٿي ماضيءَ ڏانهن وڃي ٿو.“

”پوءِ تہ واقعي خير ناهي. ليکڪ ٿيڻ ۾ خير نہ هوندو آهي. ڪو عنوان بہ چونڊيو اٿئي؟“

”في الحال تہ “Diary Of Strangers” عنوان رکيو اٿم. اڳتي هلي بدلجي بہ سگهي ٿو. ڇو تہ هتي ادبي ايجنٽن ۽ اشاعتي ادارن جي ايڊيٽرن جو وڏو دخل هوندو آهي.“

ڏيو مُنهن. جنهن چوڪريءَ جيئن تيئن ڪري سنڌ يونيورسٽي مان ماس ڪميونيڪيشن ۾ ايم اي ڪئي هئي. ڪيسَ پرائمري ماستري تي ڪتي. مون ۽ شوڪت شوري سنڌ يونيورسٽيءَ جي وائيس چانسلر ۽ مهراڻ يونيورسٽيءَ جي اڳئين وائيس چانسلر کي منٿون ڪيون، پر پوءِ بہ ڪيس نوڪري نہ ڏنائون. هر ڪنهن کي پنهنجا ماڻهو کٽڻا هوندا آهن، سو ڪيس اها معمولي نوڪري بہ نہ ڏنائون. اها ساڳئي چوڪري هلي آهي انگريزيءَ ۾ ڪتاب لکڻ. يا مظاهر العجائب!

"ڪتاب مان ڪجهہ ٽڪرا موڪلي ڏينديءَ؟"

"هينئر ئي موڪلي ٿي ڏيان، پر فرسٽ رائيٽنگ آهي. انهيءَ ڪري مختصر آهن. اڳتي هلي بہ چار پيرا Rewrite ڪنديس تہ جيڪو ٽڪرو هينئر چند سٽن ۾ آهي، اهو چند صفحن ۾ تبديل ٿي ويندو. اڳتي ايڊيٽر بہ ڪتاب سان ڪَس ڪندا. عادت اٿن. هو اوهان پنهنجي ڊرامي "سيڙهيان" ۾ لکيو هو نہ، عادت ايندي تہ آهي، پر ويندي ناهي. هتي جا ايڊيٽر بہ اهڙين ئي آهن."

ڪتاب مان ابتدائي ننڍا ٽڪرا ڪمپيوٽر جي ايڪسپرٽ سندس وڏيءَ ڀيڻ گلشن تائين انٽرنيٽ تي پهچي ويا. گلشن پنهنجي مڙس ساجد سان گڏ سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ ۾ رهندي آهي. سنڌ يونيورسٽي وارا گلشن کي بہ معمولي نوڪري ڏيڻ لاءِ تيار ناهن، ڪين پنهنجا ماڻهو پرتي ڪرڻا آهن. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ نوڪري نہ ملندي آهي، پر پرتي ٿيندي آهي. پرتيءَ جا ماڻهو ڪپن، ميرٽ نہ ڪپي.

گلشن اهي ٽڪرا پني تي لاهي مون کي موڪلي ڏنا، جو ڪيس خبر آهي تہ آئون مشينن کي هٿ نہ لائيندو آهيان. ايستائين جو ٻاهران آيل ڊرامن جي ڊي وي ڊي بہ مونکي ٻيا هلائي ڏيندا آهن. مسودي جي ابتدائي تحرير مان ڪنيل ڪجهہ اڌورا ٽڪرا.

- Every person is nice for her except her classmate Samuel, who kicked her umbrella few months ago: a witch who always steals princess crown and turned her colorful castle into a dark tower, where monster can came from window anytime...
- She always says hello to the cats at door no: 25. When they are not outside, she wonders where are they! And she thinks she can't enjoy sunshine like cats do.

"Cats can't enjoy pink dress and beautiful crown like you." I tried to explain her.

"Yeah, you are right mammy but why?" she questioned.

"God is justice" I told her.

"What are you saying mommy?" She questioned.

"Never mind. You will learn it on your own." I said...

◆ She can be queen anytime she wants to be. She thinks its all about a pink dress and a beautiful crown. She is not a wave of words called power and greed...

◆ Numbers have limit for her. They end up on 100. She thinks God have 100 houses and he will give her the pink house soon...

◆ She only knows feelings of Happiness, sadness and anger. When we bought a swing for Manaal, she was little bit jealous but she did not know that. She explained it like." I love my baby sister and I am happy for but I don't know why that swing brings tears in my eyes and she commands her tears go away." It works for her. She doesn't aware of word called jealousy but like all she born with that...

◆ My little darling doesn't aware of borders. She knows the word as one place, when her father went to Cardiff; she asked when will Cardiff closed. She thinks Cardiff is superstore like Tesco or asada. I am not going to break her concept...

هي حال آهن تارچر سيل ۾ آزاديءَ لاءِ دم ڏيندڙ ڪامل جوڻيجي ۽ ماحولياتي تبديليءَ خلاف پهرين رڙ ڪرڻ واري اوناري چام دوسوءَ جي پونئير جا.

سال ٻه ڪن اڳ ۾ هن مون کي لاهور مان فون ڪئي. ڳالهيون ڪندي پڇيائين ته "تو واري اما ڏيءَ ڪٿي آهي، جيڪا باخ، بيٿوئن، خانصاحب بڙي غلام علي خان ۽ شوپا گورتو جون ڪئسٽون وڏي شوق سان ٻڌندي هئي. نالو ڇا اٿس؟"

"عائشه"

"هينئر ڪٿي آهي؟"

"لنڊن ۾."

"منهنجي ننڍي ڌيءَ مريم به لنڊن ۾ آهي."

ڳلتيءَ ۾ پئجي ويس. ويچارو شيراز اعوان. جي تو پتو ڏيان ۽ مريم لنگهي تي وڃي عائشه وٽ. متان تو اچي شيراز ته ٻنهي کي ڏسي منجهي پوندو ته سندس زال الائي ڪهڙي آهي. هيءَ يا هوءَ؟ آهن ته ٻئي هڪ جهڙيون. Diary of strangers.

## اُتر ڏکڻ

"اوئي بنده بڻ بنده. ڪڇ شر روي ڪِيا ڪر." ڪجهه ڏينهن اڳ لاهور مان سبط حسن فون تي هو.

”پر ڳالھ ڇا آهي؟“

”ڪجھ سالن کان پوءِ تو واري يارڙي ملي. ڪيس ڏسي پريشان ٿي ويس. مون کي ڇڏي ئي نہ. ڳالھ مٿان ڳالھ. سندس ڳالهين مان لڳو تہ هوءَ اندران بہ پڄي پور ٿي چڪي آهي. ٻاهران بہ ڍڳي پيئي آهي. ساڻس فون تي ڳالهائيندين تہ خوش ٿي ويندي.“

اندران پڄي پورا ٿيڻ جي ڳالھ تہ سمجھ ۾ اچي ٿي، پر ٻاهران... هوءَ تہ مون کي سڻل ڇڏي روز صبح جو ٽي ميل ڊوڙندي هئي. سوچ ۾ پئجي ويس. مون نٿي چاهيو تہ هن کي فون ڪري پنهنجا پراڻا ڦٽ کولي ويهي رهان. پر سبط حسن جي ڳالھ ٻڌي ڦٽ تہ کلي پيا. پوءِ بہ چپ رهيس تہ جيئن اهي ڦٽ سڪي وڃن.

هينئر جيڪي ڪجھ لکان پيو انهيءَ کان هفتو کن اڳ فون جي گھنٽي وڳي. سندس Ringing آواز هو ”قادر!“

”جي.“

”وساري ڇڏيئہ ڇا؟“

”توکي ڀلا ڪيئن وساريندس.“

”مون کي الاهي سالن کان پوءِ سبط حسن مليو هو. 28 سال گذرڻ کان پوءِ بہ اهڙو جو اهڙو نوجوان لڳو پيو آهي. عمر چور آهي. ماڻهو جوانيءَ جا غلام هوندا آهن، جواني سبط حسن جي غلام آهي. وڏيءَ دل وارو آهي. تڏهن يا وري ڏک نہ پاليائين تڏهن. جنهن جي دل جا دروازا کليل هوندا آهن، انهيءَ جي دل ۾ ڏک هڪڙي دروازي مان لنگھندا آهن ۽ ٻئي دروازي مان ٻاهر هليا ويندا آهن. مون کي ٻڌايائين تہ توکي تنهنجن دوستن نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيو آهي. دوست ئي تہ دوستن جا ترا ڪڍندا آهن. ٻين جو ڇا وڃي.“

”بہ دوست مري ويا. هڪڙو دوست حال حيات آهي، پر سندس دوستي مري چڪي آهي. دوستيءَ کي قتل ڪري ڇڏيائين.“

منهنجا دوست

1992ع. پ پ جي لانگ مارچ. جنرل ڪاڪڙ جو زمانو. سڀ دوست لاهور پهتل هئا. غلام قادر پليجو شاھ خرچ. سڄي فليٽيز هوٽل بوڪ. شراب پاڻي وانگر وهيو پئي. هيءُ بندو لاهور جي انٽرنيشنل هوٽل جي ڪمري ۾. FPAP جي چار ڏينهن هلندڙ لاڳيتي ميٽنگ FPAP جا پنج زون. بلوچستان ۽ سرحد جا چيئرمين اتان جا وائيس چانسلر سنڌ جو چيئرمين هيءُ بندو. ڏکڻ پنجاب جي چيئرپرسن هوءَ ۽ اتر پنجاب جو چيئرمين هڪ مرڪزي وزير. اسان سڀني جو چيئرمين PTV جو گجمار اينڪر پرسن پروفيسر لئيق احمد. وڙي تہ ٻوڙي ڳالهائي تہ وينو ٻڌ.

سنڌالاجيءَ ۾ نوڪري ڪندي ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جا حال ڏسندي دل بي ايمان. رشوت ٿي رشوت. جيڪو وٺي سو سک ماڻي، جيڪو نہ وٺي اهو پيڙجي. ست ڪوٺا ڪاٺي حج تي هلندڙ ٻليون. پوءِ پلا مون ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي، وجهہ مليو اٿئي، وجهہ ٻک. مرڪزي وزير ۽ منهنجي وچ ۾ ويٺل هوءَ. پلي ويٺي هجي. مرڪزي وزير يار باش قسم جو. چانهن جو وقفو. زبان ڪلي پيئي ۽ دل جي ڳالهہ چپن تي اچي ويئي.

"سائين بادشاهہ رشوت واري نوڪري تي ڪپي."

وزير اجا ڪجهي ٿي ڪيڇي، وچان هن ٽپ ڏنو"نہ ڏجوس. لکڻ ڇڏي ڏيندو."

مانيءَ جو وقفو. "Are you serious?" وزير جو ڪنڌ ۾ سوال.

"More than serious" هن بندي جو جواب.

"نوڪريءَ تي هٿ رک." ڪُلي آفر.

پي تہ خبر نہ هيم جو ڪڏهن بہ رشوت وارن ڪاتن تي سوچيو ٿي نہ هيم. ايتري خبر هيم تہ جيڪي زرعي بئنڪ جا ريجنل مئنيجر هوندا آهن، انهن کي گهر ويٺي بئنڪ جا مئنيجر حصو پتي پهچائيندا آهن. زميندار پرسنٽيج تي ڪاٺن قرض ڪڍندا آهن.

"ريجنل مئنيجر ضلعو بدين."

"اها نوڪري تہ سرتاج عزيز ٿي ڏيئي سگهي ٿو جيڪو فنانس جو وزير آهي."

"اوهان جي نہ ٻڌندو ڇا؟"

"ڳالهايونس ٿا."

ڄپاني ڇوڪري فون آپريٽر. هڪڙي وزير جي ٻئي وزير کي فون. ڳالهيون. فون بند.

"سرتاج صاحب تنهنجي نالي کان بہ واقف آهي ۽ ڪم کان بہ. چئي ٿو تہ گهر واري ايڊريس تي CV موڪلي ڏيو. آرڊر ضرور ملندو."

دل ۾ دهل وڄي ويا. ست ٿي ڪوٺا وات ۾. حج پري ناهي.

انهيءَ ڏينهن کان هڪڙو ڏينهن اڳ پنهنجي ڪمري ۾ ٿي هن سان مون جڳديش ملاڻي ۽ ڊاڪٽر اسماعيل اديجي کي ملايو هو ۽ ٻئي ڏينهن شام جو مولا بخش چانڊئي کي. منهنجا دوست.

ٽيلهو ڪوليم. CV نہ ملي. هلو پلا ڄامشوري مان ٿي موڪلي ڏيندس.

ٻيو ڏينهن. مانيءَ جو وقفو.

"سر اوهان جو ضروري فون آهي." وزير ماني ڪائڻ ڇڏي ڏني.

ساڍئي ڏينهن شام جو. ميٽنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ

”جنرل ڪاڪڙ اسان جي حڪومت ختم ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. خبر تہ پڪڙجي ويئي هوندي، پر ڪنهن کي سورس نہ ٻڌائجانءِ.“ ٻليءَ جي اکين اڳيان ترورا اچي ويا. ست ڪوٺا بہ پڇي ويا. ٻلي حج ڪرڻ کان بہ رهجي ويئي. هلو بابا، ڪا ڳالهہ ناهي. ميلو لڳو ٿئي منهنجو ٽوال چوري ڪرڻ لاءِ هو.

انهيءَ ساڳئي ڏينهن جي سانجهيءَ جو فليٽيز هوٽل ۾ پنهنجن دوستن سان ملاقات ٿي. ڄڳديش ملاڻي ۽ اسماعيل اُديجي سان گڏ فقير محمد لاشاري بہ هو. خبر ڦاڙي وڌم، پر سورس غائب ڪري ڇڏيم.

”توکي ڪٿان خبر پيئي؟“

”لاهور شهر منهنجو آهي، اوهان جو ناهي.“

فقير محمد لاشاري مڃڻ لاءِ تيار نہ هو ۽ نہ ئي اسماعيل اديجو پر اڳي وانگيان ڄڳديش ملاڻي منهنجي طرفان ڇاتيءَ تي هٿ هڻي ويهي رهيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ فون اچي ويو ۽ فليٽيز هوٽل مرحوم جي ٻين ڪمرن ۾ خوشي، ٺهڪ ۽ نعرا پکڙجي ويا. اسلام آباد پهچي جشن ملهائڻ جا سانباها ٿيا.

ڪي ڪي خوشيون پاڻ سان گڏ زخم بہ کڻي اينديون آهن. ٻئي ڏينهن رات جو BBC ريڊيو خبر ٽوڙي، منهنجا ٽي دوست ڪاريان وٽ پهچي حادثي جو شڪار ٿي ويا. هڪ دوست مولا بخش چانڊيو علي قاضيءَ سان گڏ هئڻ جي ڪري بچي ويو.

پ پ لاءِ وڏو ڌڪ هو پر پارٽي وڏي هوندي آهي، فرد ننڍو هوندو آهي. هيڏي ساوي پارٽيءَ مان بہ ڄڻا مري ويا تہ ڇا ٿيو. ورڪر مرندا ئي رهندا آهن. سياسي پارٽي ورڪرن جي رت تي ئي پلجندي آهي.

پر مون کي فرد جي حيثيت ۾ وڏو ڌڪ لڳو. سڀ خوشيون حرام ٿي ويون.

جن دوستن جي ڪجهہ ڏينهن اڳ هن ڳالهہ ڪئي آهي، منهنجي نوڪري ويئي تہ ڇا ٿي پيو.

سدا بهار سبط حسن. ايڏا وڏا ماڻهو قلم جي وڪڙ ۾ اچي نہ سگهندا آهن. پوءِ بہ پلا ڪوشش ڪرڻ ۾ ڇا آهي.

نالن وانگر سال بہ مون کان وسري ويندا آهن. جڏهن بہ تاريخ جو پيپر ڏيندو هوس تہ بادشاهن جي ڄمڻ، مرڻ ۽ حڪومت ڪرڻ وارن سالن جون نشانيون ناهي، انهن نشانين جا ليڪا هٿ تي پاٿي ڇڏيندو هوس. پوءِ انهن ليڪن تان ڪاپي ڪري پيپر ڏيئي ڇڏيندو هوس. اهڙي ڪاپي جو ڪو بہ انويجيليٽر پڪڙي نہ سگهي. ليڪا هوندا هئا، ڪي انگ تہ ڪو نہ هوندا هئا جو ڪو پڪڙي. ائين ڪاپي ڪري تاريخ جي سبجيڪٽ ۾ پاس ٿي ويندو هوس.

مون کي ايترو ياد آهي تہ آئون 1976ع ۾ سنڌالاجيءَ ۾ پرتي ٿيو هوس، پر مانيٽو اوٺو؟ ائين سمجهو تہ ڪجهہ سال پوءِ شيخ اياز سان شام جو ملاقات ٿي ملايومانس. ٻئي ڏينهن صبح جو سنڌالاجيءَ ۾ پرتي ٿي ويو. جنهن اداري جو سربراهہ ڊاڪٽر غلام علي الانا هجي، انهيءَ اداري ۾ نوڪري نہ ملندي آهي، پر پرتي ٿيندي آهي.

الانا صاحب مرڻ کي مري ويجي ها، پر پهرئين مون کي ۽ پوءِ مانيٽي اوٺي کي سنڌالاجي ۾ پرتي نہ ڪري ها. شيخ اياز منٽ ٻن ۾ ميرٽ کي ڪٽي ويندو هو. پوءِ حڪم ڏيڻ ۾ دير نہ ڪندو هو. ورندو ڏينهن جي موڪل جو بہ هوندو هو تہ بہ رجسٽرار کي بنگلي تي گهرائي فائيل سوڌو نوڪريءَ جو آرڊر ڪڍي ڇڏيندو هو.

اياز ڪنهن کي ڪاٿي تہ نہ ويندو هو پر پوءِ بہ الائي ڇو الانا صاحب ڪانئس ڊڄندو هو. نہ ٿي شيخ اياز ڪو اهڙو وائيس چانسلر هو جو ڪٽي ڇڏجي تہ ست ڪوٺا ڪاٿي پوءِوائيس چانسلر ٿيو آهي. هو تہ وڪالت مان ڪمائي پوءِ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پهتو هو. شيخ اياز نہ وري ڪو اهڙو منافق هو جو ڪٽي ڇڏجي تہ دل ۾ هڪڙي ۽ ٻاهر ٻي ٻولي. جيڪي اندر ۾ هوندو هوس سو ڦهڪائي ڏيندو هو. پوءِ بہ اڄايو ڊپ. الانا صاحب جڏهن فائيل کڻي شيخ اياز وٽ ويندو هو تہ ويهڻ جي بدران بيٺو هوندو هو. سندس هٿ ۽ ٽنگون پيا ڏڪندا هئا. اياز وٽ مانيٽو اوٺو "ميرٽ" هوءِ الانا وٽ "پرتي". شيخ اياز جي حڪم تي رت جو ڊڪ پري مانيٽي اوٺي کي ائين پرتي ڪيائين، جيئن مون کي پرتي ڪيو هئائين.

سال بہ رکي بوڪ فائونڊيشن وارن ڪراچيءَ ۾ 15 ڏينهن جو پبليڪيشن جو ڪورس رکيو. سنڌ يونيورسٽيءَ وارن مون کي ۽ مانيٽي اوٺي کي اهو ڪورس ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. انهيءَ ڪورس ڪرڻ لاءِ پنجاب ٽيڪسٽ بوڪ بورڊ پنهنجي نوجوان آفيسر سبط حسن کي موڪليو هو. جيڪو اڃا تائين نوجوان آهي.

ڇنڊڻو ڇنڊي کي ڳولي لهي. ائين مون ۽ سبط حسن ڳچ ماڻهن مان هڪ ٻئي کي ڳولي لڌو.

سبط حسن: قصور جي شهر ۾ رهڻ وارو قصوري. قديم تهذيبون، مذهبيات، تصوف، بين الاقوامي ادب، ايڪولاجي، اينٿروپالاجي، فزڪس، نفسيات، فلسفو هٿ جا هنر، غير ملڪي ڇوڪريون.

خاص ڏنڌو؟ گوريون ڇوريون ڦاسائڻ. ڦاسائڻ جو طريقو؟ سبط حسن جي ڏائي هٿ جو کيل، ڪيئن؟ صفا سولو.

انهيءَ زماني ۾ ضياءُ الحق تہ هو پر شرعي نظام نافذ نہ ٿيو هو. مارشل لا جو قانون لاڳو هو. خان ولي خان هوءِ آزاد هو. گورا ۽ گوريون پاڪستان اچڻ کان نہ ڊڄندا هئا. جيئن هينئر ٿا ڊڄن تہ متان ڪنيجي وڃون. طالبان منهن نہ ڪڍيو هو سوات ۾

شرعي نظام نافذ نہ ٿيو هو. جيڪو ڪم ضياءُ الحق نہ ڪري سگهيو، اهو ڪم منهنجي دوستن ڪري ڏيکاريو.

لاهور. قديم آثارن جو شهر. مغل امپائرس جون ڇڏيل نشانيون. سبط حسن ڊيوٽي پوري ڪري وچي انهن نشانين جو پاسو وٺندو هو. سندس نظرون هتان هتان ترڪنديون وڃي ڪنهن نہ ڪنهن آمريڪن يا جرمن يا فرينچ يا انگريز ڇوڪريءَ تي پونديون هيون. مغرب جون ذهني پرست ڇوڪريون. سبط حسن هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو، گوري ڇوڪريءَ کان لاتعلق ٿيڻ جو ڊرامو رچائي پاسو وڃي وٺندو هو. ڇوڪريءَ کان ائين ڀڄا، ڄڻ بس ائين ٿي پڇندو هجي. ڇوڪريءَ جو سوال، جواب ۾ علم جو درياهہ. قديم چين جي تهذيب، شاهراهِ ريشم جو اصل قصو عراق جي قديم تهذيب ۽ مصر جون ممِيون. سينڌي جو مرڪز ڪٿي؟ انڊس سولائيزيشن ۾ گهُمرا ۽ گهمن گهيريون. ڇوڪري سبط حسن جي وڃايل ڪوڙڪيءَ ۾ قابو. ڀِريون ڏک دماغ تي پيو ڏک دل تي ۽ ٽيون ڏک ڇاتيءَ تي.

سچ لهڻ کان اڳ ۾ گوري ڇوري سبط حسن جي رهائش گاهہ تي. ٻئي ٽئين ڏينهن ڏس تہ گوري ڇوري اڱڻ پيئي ٻهاري، دوڏ پٽي ڇانهن بہ ٺاهيو پئي ڏئي. واٽون نهاريان تنهنجا اڱڻ ٻهاريان، الوڙي ميان الو. مغرب غائب، مشرق حاضر.

ڪراچيءَ ۾ ڪورس ڪرڻ جي دوران مون کي ۽ مانيٽي اوٺي کي لاهور اچڻ جي دعوت ڏنائين. مانيٽو اوٺو تہ نہ پهتو پر آئون پهتس. سبط وٽ نہ پر هن وٽ.

. فون ڪئي مانس، جرمن ڇوريءَ کي ٻهاريون ڏيندو ڇڏي اچي پهتو. مون تہ ڪيس ٻڌايو تہ ريسرچ جي سلسلي ۾ ڊينش اسڪالر ليزٽ ڪيمپمين سان گڏجي آيو آهيان. ليزيٽ سان بہ ملاقات ڪرائيمانس، پوءِ بہ سمجهي ويو تہ آئون ڪهڙي قسم جي ريسرچ ڪرڻ آيو آهيان.

"اها ريسرچ تہ ڪتندي ئي ڪا نہ ٻارن ٻچن جو ڇا ٿيندو؟" اکين جي وچ مان نڪ ڪيڻ وارو سبط حسن، پاڻ ڄلان چرڻ وارو منهنجي عشق تي اعتراض:

"ٻٽي پاليسي ڇو؟"

"آئون اڪيلو آهيان. اڃا شادي ڪانہ ڪئي اٿم. گوريون واٽ ويندي ملنديون آهن، ڪجهہ ڏينهن منهنجو اڱڻ ۽ بيڊروم سنڀاليندیون آهن، پوءِ يڪسانيت کان بيزار ٿي هليون وينديون آهن. تون ٻچڙيوال آهين ۽ اهڙي سان پيئي اٿيئي جو ٻئي ڇٽا ورهين جا ليڪا ٻڌي ويهي رهندئو. هوءَ فريدڻ سائين جي ملڪ جي آهي، تون لطيف سائينءَ جي ملڪ جو آهين. آئون بلي شاهہ جي ملڪ جو ماڻهو آهيان، تنهن ڪري توهان ٻنهين کي سمجهان ٿو. ڏاڍي ڏکئي هنڌ دل اڙائي اٿئي، پر منهنجي چوڻ مان ڪجهہ ڪو نہ ورندو. ٺلهي ڳالهہ ڪري ويهي رهيو آهيان." سبط حسن ٻنهنجي

نصيحت کي پاڻ Defuse ڪري ڇڏيو. ڪيس خبر هئي تہ نصيحتن مان ڪجهہ ورڻو ناهي، پوءِ بہ ڪيس اندر ۾ منهنجي فيمليءَ جو خيال رهجي ويو.

9/11 جي موقعي تي آئون اسڪاٽ لينڊ جي صاف سٿري شهر ۾ هئس. سڀ روڊ رستا گهٽيون صاف هئا. پر ڇڪيل سگريٽن جا ٽڪرا جتي ڪٿي پکڙيا پيا هوندا هئا. ٻيو گند غائب، سگريٽن جا ٽڪرا حاضر.

ڪارڻ؟ يورپ ۾ سگريٽ ڇڪڻ جي خلاف هلندڙ مهم. سگريٽ خلاف Touchy جملا ۽ اشتهار. نتيجو؟ جيتري منع ڪندئو جيتري نصيحت ڪندئو اوترو ئي ضد وڌندو. نوجوان ۽ جوانڙيون سگريٽ ڇڪيندا. جيڪڏهن ڪنهن کي روڪڻو آهي تہ چُپ چڱي آهي. چوڪراڻي پوتي ڪنهن نہ ڏوتي: سبط چپ تي ويو. وقت جو ڏگهو انتظار انساني نفسيات تي گهري نظر رکندڙ سبط حسن.

مون ۽ هن جي معرفت سندس ملاقات لاهور جي انٽليڪچوئلس سان ٿي. هو ڪين ڏسندو رهيو ملندو رهيو اک ۾ رکندو رهيو. ڪافي وقت کان پوءِ "آئون شايد انهن انٽليڪچوئلس ۾ ڏاريو آهيان."

"لفٽ نٿا ڪرائين ڇا؟"

"لفٽ تہ تمام گهڻي ڪرائين ٿا، پر مون کي نٿا وڻن."

"اهو ڇو؟"

"اهي بلب ٻاري ڇڏيندا آهن.آئون اُجهائي ڇڏيندو آهيان. پوءِ پلي ڪٽي گوري ڇوڪري منهنجي بيڊ روم ۾ هجي. تنهنجا اهي دوست خود اڳڻ ٻهاريندا آهن. آئون اڳڻ ٻهارائيندو آهيان. تنهنجا دوست ولايتي آهن. آئون ديسي آهيان. تنهنجا دوست انگريزيءَ ۾ بحث ڪندا آهن. آئون پنجابي زبان ۾ بحث ڪندو آهيان. تنهنجا دوست انگريزيءَ جا ديسي طوطا ۽ طوطيون ڦاسائيندا آهن. آئون اصلي انگريزيءَ واريون ڦاسائيندو آهيان. اهو فرق ميٽي نٿو سگهان."

"منهنجي ميزبان جي باري ۾ ڇا خيال اٿئي؟"

"اها تو ۽ مون جهڙي آهي. انهيءَ سان ملندو رهندس. گهڻو وقت ولايت ۾ گذارڻ جي ڪري ديسي ٿي پيئي آهي. ڀلا غلط ٿو چوان؟"

"نہ جڏهن سنڌ ۾ هئاسين تہ سڄي crew کي هٿ سان ماني پچائي کارائيندي هئي. ڪيس جيترو پٽن جي اچار تي سمهي سک ايندو هو ايترو بيڊروم ۾ بيڊ تي سمهڻ ۾ سک نہ ايندو هو. بيڊ کان وڏيڪ واڻ جي کٽ کي ترجيحَ ڏيندي هئي. ڪم ڪرڻ دوران ڏينهن جا ڏينهن ڪانہ وهنجندي هئي. هٿ بہ نوڪرياڻيءَ سان گڏ ڪم ڪندي آهي. ٿانوَ بہ ڌوئيندي آهي. Down to the Earth آهي."

ڪافي وقت رڪي، جڏهن مون هن کان لاهور جي انٽليڪچوئلس جي باري ۾ پڇيو تہ هن بہ اهائي راءِ ڏني، جيڪا سبط حسن ڏني هئي.

"پر تنهنجا تہ دوست آهن."

"دوستن هئڻ جو اهو مطلب ناهي تہ سڀ دوست وڻندا هجن. زندگيءَ ڪي فارمولو نہ ٺاهي، ڪنهن سان اُٿڻ ويهڻ بہ ڳالهہ آهي، ڪنهن سان دل جون ڳالهيون ڪرڻ بہ ڳالهہ آهي."

"پر تون بہ تہ بلب ٻاري ڇڏيندي آهين."

"آئون صرف غسل خاني جو بلب ٻاري، غسل خاني جو در کولي ڇڏيندي آهيان. ڪجهہ تہ روشني ڪپي."

"۽ جيڪو پوز هڻندي آهين، اهو؟"

"توکي نٿو وڻي؟"

"مون کي تہ اهو ئي پوز اندر مان جهليندو آهي."

"بس تہ پوءِ جيڪا تنهنجي پسند، سا منهنجي پسند."

"پر آئون تنهنجي ڪهڙي پسند کي پنهنجي پسند بڻايان."

"بيڊ تي جڏهن آئون تنهنجي ڪلهي تي مٿو رکي سڏڪڻ لڳندي آهيان ۽ منهنجا لڙڪ تنهنجي اگهاڙي ڪلهي تي وهڻ لڳندا آهن، اها ئي منهنجي پسند آهي."

"ائين ڇو ڪندي آهين؟"

"آئون عورت جي آزاديءَ جي حق ۾ آهيان. عورت جي آزادي انهيءَ ۾ آهي تہ هوءَ مرد جي ڪلهي تي مٿو رکي آزاديءَ سان لڙڪ ڳاڙي سگهي ۽ ماضيءَ جا ڏک پچائي." فيمينزم جي ديسي ڊيفينيشن. هونئن بہ پلا پيار کان وڌيڪ ٻي ڪهڙي ڊيفينيشن ٿي سگهي ٿي.

سبط حسن پنجاب ٽيڪسٽ بورڊ جو ملازم آهي. بورڊ جي آفيس، مرحوم چاچي اشفاق احمد جو گهر ۽ قذافي اسٽيڊيم هڪ ٻئي کي ويجها آهن. جنهن چونڪ وٽ تازو سريلنڪا ڪرڪيٽ ٽيم تي حملو ٿيو هو. انهيءَ هنڌ بيهي سبط حسن مون کي ٻڌايو هو تہ "هي اهو چونڪ آهي، جتي ڀڳت سنگهہ کي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو هو. ڪيس ڦاسيءَ جي سزا انهيءَ وقت جي سيشن جج مشتاق ڏني هئي. اهو ساڳيو جج جڏهن پنجاب هاءِ ڪورٽ جو چيف جسٽس بڻيو تہ ان ذوالفقار علي ڀٽي کي سزاءِ موت جو حڪم جاري ڪيو هو." ساڳيو پڙ، ساڳيو نانگ، بہ دور، بہ شهيد، يا مظهرالعجائب!

واپسي. ڄامشورو. سنڌ يونيورسٽي ڪالونيءَ جو ڪوارٽر نمبر A_25.
سبط حسن جو خط

”تنهنجي لاهور واري گهر ۾ دعوت هئي، سڀ اچي گڏ ٿيا. استاد حسين بخش گلوءَ کي گهرايو هئائين. فريد سائينءَ جون ڪافيون ڳارايائين. ڏيٺا اجهامي ويا.“

ٻيو خط ”تو سان ملڻ لاءِ دل گهٽيئي گهري ٿي، پر دل چوي ٿي ته توسان لاهور ۾ ملڻ جي بدران ڄامشوري ۾ اچي ملان. لاهور ظالم شهر آهي، ڪئين پرديسي لاهور اچي پنهنجو سڀ ڪجهه وڃائي ويهي رهيا. آئون به قصور پڄي ويندو آهيان. توکي به ڄامشوري ۾ رهڻ گهرجي، جي ڄامشوري ۾ رهي نٿو سگهين ته ٿر هليو وڃ.“

ٽيون خط ”لاهور اهڙو شهر ناهي، جهڙو تون سمجهين ٿو.“

غلط فهميءَ جي پويان غلط فهمي. هر خط ۾ شڪ جو انبار. سبط حسن نه پئي چاهيو ته آئون پنهنجا ٻار ٻچا ڇڏي لاهور جي رنگينين ۾ گم ٿي وڃان. نفسيات جو ماهر هميشه ترڇو ڏک هڻندو آهي.

پر دل نه رهي، ويندو رهيس.

هڪ ٻيرو ويس ته هن وٽ مهمان ترسيل هئا. تنهن ڪري مون کي سبط حسن وٽ رهڻو پئجي ويو. هڪڙي ڪمري ۾ آئون، ٻئي ڪمري ۾ فرينچ ڇوري، اڱڻ ٻهاريان. سبط حسن جي خاص عادت. صبح جو سوير پيرين اگهاڙو نڪري، ڇت جي پانهينءَ وٽ ويهي هيٺ نهارڻ.

انهيءَ پيري مون کي به پاڻ سان وٺي ويو. هيٺ پارڪ ۾ ٽي وي جي سهڻي ۾ سهڻي اداڪاره پسار ڪري رهي هئي، جيڪا هيٺين منزل ۾ رهندي هئي. ڪپڙا اهڙا جو مٿان ڏس ته سڀ ڪجهه ڏس.

”ڪيئن، وڻيئي ٿي؟“

”نه.“

”تون نه مڙندين. او ٿي سنڌي بنده. سُڌر جا سُڌر جا. ڇڏ پنهل دي ياري، سسئيءَ وانگر ٿل مارو جهاڳنا پئجي وينديءِ. هو سڄڻان دي جهوڪ پرئين پاسي آهي، ڪجهه ته فريدڻ سائينءَ جي دانهن به ته ٻڌندو ڪر.“

”مان سسئي ڪُونج، سمجهاوي...“

”بس بس، مون بس ڪئي. رولا ٿل جبل دا، جهاڳنا اٿئي، وڃي جهاڳ.“ سبط حسن نٿي چاهيو ته آئون سنڌس گهر ڇڏي وڃي مشتاق صوفيءَ وٽ رهان يا ثروت عليءَ جي وڏي بنگلي ۾ رهان.

2005ع. سي ايم هائوس مان يڪيون فونون، هڪڙي رک ته ٻي حاضر. DCO حيدرآباد جون به ٻه ٽي فونون، DPO جون به فونون. آخر ۾ فون ڪاٽي وارن جي

فون. ايڏيون ساريون فونون، پر نياپو هڪڙو ئي: ”تون ته نه آئين، هاڻي آئون ٿو اچان۽“ ونگي جي ڄام ارباب غلام رحيم جو نياپو.

حيرت وٺي ويئي. منهنجي ڄاڻ سڃاڻ ڄام ارباب امير حسن سان به هئي ۽ ڪامريڊ مولانا ڄام ارباب عبدالله سان به هئي، پر غلام رحيم سان ته آئون ڪڏهن مليو ئي ناهيان. نه ڄاڻ نه سڃاڻ، آئون تنهنجو مهمان.

شرط نمبر 1: ”توکي چيئرمين بڻائڻو آهي ۽ توکي اهو پڇڻ جو حق ناهي ته ڪهڙي اداري جو چيئرمين بڻجڻو اٿئي.“ قبول.

شرط نمبر 2: ”مون کي CM بدران ننڍو ڀاءُ سمجهڻو اٿئي.“ قبول.

شرط نمبر 3: ”ٻئي ڪنهن کان به چورائڻو ناهي، اهو آفتاب شيرپائو هجي يا مشاهد حسين هجي، يا منهنجا وڏا ڀائر امير حسن ۽ عبدالله هجن.“ قبول.

شرط نمبر 4: ”منهنجو ٿورو نه سمجهجان۽، پنهنجو حق سمجهجان۽، پنهنجي ميرٽ کي نظر ۾ رکجان۽، پنهنجين تحريرن کي ميرٽ سمجهجان۽، جي ڪڏهن به منهنجو احسان ڪري ليکيئي ته نوڪريءَ مان ڪڍي ڇڏيندو سان۽.“ قبول.

شرط نمبر 5: ”ڊائريڪٽ منهنجي انڊر ۾ رهي ڪم ڪرڻو اٿئي، نه وزير کي لفٽ ڪرائڻي آهي ۽ نه ئي سيڪريٽريءَ کي. ٻئي تنهنجي حق ۾ ناهن. تنهنجي ڪري جهيڙو ڪاڏو اٿم، پر اهو به ڪو احسان ناهي.“ قبول.

شرط نمبر 6: ”جنهن به اداري جو چيئرمين ٿين ته نه مون کي پاڻ وٽ مهمان خاص بڻائجان۽، نه آئون اداري وزٽ ڪرڻ ايندس، انڌو اعتبار سمجهي ڇڏ.“ قبول.

چيئرمين سنڌي لئنگويج اٿارٽي. 2006ع. سيڪريٽري ڪلچر طور تي عبدالقادر منگيءَ جي آمد. ڪيئن نه لفٽ ڏيان. ٽر جي ڪليڪٽر ”قادن منگيءَ“ کان ڪير انڪار ڪندو. جي مهتاب راشدي حڪم ڏئي ها يا ڪو ٻيو سيڪريٽري ته ٺپ جواب ڏيئي ويهي رهان ها، پر قادن منگيءَ جهڙا سٺا دوست زندگيءَ ۾ ڪڏهن ملندا آهن. حڪم ڪيائين ته، ”لطيف جي ميلي تي ادبي ڪانفرنس توکي ڪرائڻي آهي.“ حاضر سائين.

انهيءَ ادبي ڪانفرنس ۾ پنجاب مان سبط حسن کي گهرايم. تصوف جا رنگ هزار. تصوف بغاوت آهي، تصوف انڪار آهي. سبط حسن جي ٿيوري، جيڪو ادبي ميڙاڪن ۾ تقرير ڪرڻ کان ون۽ ويندي آهي، پر جيئن آئون قادن منگيءَ کان انڪار ڪري نه سگهيس، ائين ئي سبط حسن ”قادن جوڻيجي“ کان انڪار ڪري نه سگهيو. انٽليڪچوئلس جي ٻلبن تي ناراض، سطحي ذهنيت جو دشمن، پر هليو آيو. اهڙو جو اهڙو جوان. عمر چور.

تقرير ڪيائين. سندس تقرير سنڌي اسڪالرن جُي مٿي مٿان لنگهي ويئي، پر سنڌ يونيورسٽيءَ جا ڪجهه شاگرد ڪيس ورائي ويا. انهن شاگردن ۾ سانورو شهزادو گوبند ميگهواڙ به هو.

"يان تو ته وڄائي ڇڏيو."

"ڇو ڇا ٿيو؟"

"مينهين جي اڳيان ڪٽي مرلي وڄائيه."

"پر نوجوانن کي ته پسند آئي."

"اها ئي ته سنڌ جي بدقسمتي آهي جو هتان جي ادبي اسٽيبلشمينٽ نوجوانن کي اُسرڻ ئي نٿي ڏئي. جنازا جيئرن کي سهڻ لاءِ تيار ناهن."

"لاهور جي ته هتان کان به حالت خراب آهي. جڏهين تون نئون نئون مهمان ٿي لاهور آيو هئين، تڏهن اجا لاهور ثقافت جي دل هو پر هاڻي لاهور پوءِ ڊاون جو بزنس سينٽر ٿي چڪو آهي. دل تي به قيمت جو تنگ لڳل آهي ۽ سپر مارڪيٽ ۾ وڪامجي ٿي. اتان جا نوجوان بئنڪ جي لاڪر ۾ بند ٿي چڪا آهن. پر سنڌ جا نوجوان ته اڃا ناهن."

سبط حسن کي انهن نوجوانن سان گڏوگڏ جيڪڏهن ڪو بيو ماڻهو وڻيو ته بلاول اوٺو وڻيو. پر بابا ڇو؟

"ڌرتيءَ سان لاڳاپيل آهي. گهڻو پڙهيل ناهي پر گهڻو ڪجهه ڄاڻي ٿو. سندس ڳالهين ۾ رس آهي، اصليت آهي، خلوص آهي. بلاول اوٺو دانشورانه بناوٽ ۽ ترڙ پائيءَ کان سوين ميل دور آهي. انٽيليڪچوئل ناهي، پر سندس گفتگوءَ ۾ ٽڙ جون پٽون ڳالهائين ٿيون. رڳو بڌڻ وارو سرنهون هجي. پلا جي بڌڻ وارا ادبي Hang ups جو شڪار هوندا ته انهن کي بلاول اوٺو سمجهه ۾ نه ايندو." سبط حسن پاڻ جهڙي ماڻهوءَ تي هٿ رکي ويهي رهيو. سبط حسن به سدابهار ته بلاول اوٺو به سدا بهار هئي عمر ڇور.

سبط حسن ۽ بلاول اوٺو. اُتر ۽ ڏکڻ.

## اُستاد

'The stone raft', 'Blindness', 'The year of the death of Ricardo Reis', 'The history of the siege of Lisbon', 'Balta star and blimuda', وغيره وغيره. سڀ جا سڀ ڪتاب ليکڪ جوزي سارا ماگو.

جوزي ساراماگو(Jose Sarmago) 1922ع ۾ پورچو گال ۾ ڄائو. سندس ڪتاب ويهن ٻولين ۾ ترجمو ٿيا. 1998ع ۾ کيس ادب جو نوبيل پرائيز مليو. انعام ملڻ وقت تقرير ڪندي چيائين ته "هيستائين جيڪي ڪجهه لکيو اٿم ۽ جيڪي

ڪجھ سکيو اٿم. اهو ريڊارن کان سکيو اٿم. رڍون چارڻ وارا ئي منهنجا استاد آهن، جن مون کي ٻوليءَ جا گر سيکاريا."

سندس تقرير پڙهي پاڻ کي ڳولي وڌم. منهنجا استاد به اڻ پڙهيل آهن. نالن جي ڊگهي قطار چاچو حاجي منٺار جوٽيجو چاچو رمضان جوٽيجو عرس جوٽيجو ادو گلو جوٽيجو خانو جوٽيجو چاچو محمد سمون ڪڇي، عدل اوٺو مجنون اوٺو چاچو مِسڪڻ خان کوسو چاچي ٻاٽي جوٽيجي، چاچو نندو جوٽيجو چاچو غلام محمد تنگڙي، ولي محمد تنگڙي، قيصر پيلڻ، ادي مِري (مريم) جوٽيجي، چاچو شير محمد آرائين، قاضي سچيڏنو پنيرو ڪيسو رام لهاڻو عرف قِصو ڳنڊي چوڙ رام جي ڪولهي، ڦڙسو مل لهاڻو هاشم گرگين سُکيو پيل، رحمت الله پيل، چاچي فاطمه پيلڻ ۽ چاچو بجار خان چانڊيو. جا نه Vision هو جا نه Wisdom هو جا نه ڪامن سينس هو. ٻيا سڀ هيءَ دنيا ڇڏي ويا، پر خانو جوٽيجي وانگر سکيو پيل به اهڙو جو اهڙو لڳو پيو آهي. سال ڏيڍ اڳ مليو ته تر جي وڏيرن کي هٿائي منهنجي پير ۾ ويهي رهيو. ڏاڍي چِنڊ پٽيائين ته وطن جا وڻ وساري ويهي رهيو آهين. اهڙو ڪچان جهڙي پيتد ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيس. سندس ڏوهاري ته آهيان، پوءِ پلا ڇو ويهي بيماريءَ جو بهانا ڳهڙيان.

ٻيا استاد هليا ويا.

انهن سيني استادن جو ذڪر ايندڙ قسط ۾ پڙهندا. هن وقت سندن بار کڻي نٿو سگهان. ايڏن وڏن ماڻهن تي لکڻ به وڏو بار آهي، قلم مجبور آهي ۽ دل لاچار آهي ۽ دماغ پٽڪي رهيو آهي.



- پنهنجي سموري زندگيءَ ۾ سڀ کان وڏيڪ جنهن داناءَ شخص کي ڄاڻڻ جو موقعو مليم، سو نه لکي سگهندو هو نه پڙهي سگهندو هو. باک ڦٽيءَ مهل جڏهن هڪ نئين صبح جا اهڃاڻ فرانسيسي سر زمين تي نمودار ٿيڻ لڳندا هئا، هو نندڙ مان جاڳندو هو. انهن اڌ درجن کن سوئرن کي چارڻ لاءِ پنهنجي جو رُخ رکندو هو جن جي زرخيزي هن جي ۽ سندس زال لاءِ پن ويلن جي دال مانيءَ جو ذريعو هئي. منهنجا نانا نانا ان ئي بدحاليءَ جي عالم ۾ رهندا هئا ۽ سوئرن جي انهيءَ ڌڻ تي گذارو ڪندا هئا. جن جا ڦرَ کير ڇڏائڻ کان پوءِ اسان جي پاڙيسرين کي وڪرو ڪيا ويندا هئا. اهي رياتيجو صوبي ۾ اسان جي ڳوٺ آزن هاگا ۾ رهندا هئا. سندن نالا جيرونيمو ميل رنهو ۽ حوزيفا ڪائڪزنها هئا ۽ ٻئي اڻ پڙهيل هئا.

حوزي سارا ميگو



# عشقَ جو وَڪر

اسحاق مگريو

سنڌ جيتوڻيڪ سماجي طور جاگيرداري ۽ قبائلي اثر ۾ رهندڙ پرڳڻو آهي، ان جي باوجود عشق ڪندڙ جوڙا ڪهاڙيءَ جي ڌار ۽ نوڙي ڪارتوس جي چانوَ ۾ به پنهنجون عشقيه مشغوليون ترڪ ڪرڻ لاءِ تيار نه هوندا آهن. ڪارو ڪاري تي مرڻ واري سزا جهڙيءَ ڪاري رسم جي باوجود سنڌ ۾ عشق جو وهنوار چوٽان چوٽ چڙهيل رهندو آيو آهي. سماجي طور سنڌ قبيلن، ذاتين ۽ طبقن ۾ ورهايل هئڻ ڪري اهڙا ماڻهو پنهنجيءَ محبت جو اظهار ڳجهين علامتن ۽ اصطلاحن واري ٻوليءَ ۾ ڪندا آهن، جنهن کي سنڌيءَ ۾ "سينڌ ۾ مارئي ڳائڻ" چيو ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو عشق جي انهيءَ وهنوار ۾ اڄ اليڪٽرانڪ ميڊيا، سيٽلائيٽ فون ۽ انٽرنيٽ جي شامل ٿي وڃڻ باوجود سنڌ جي ٻهراڙين ۾ اها عشق جي اصطلاحن واري ٻولي ئي رائج آهي. جديد دؤر ۾ موبائل فون وارو سيلاب پڻ انهيءَ اوائلي مواصلاتي نظام جي جاءِ والاري نه سگهيو آهي.

ان سلسلي ۾ سنڌ جي مختلف خطن جي سفر دوران ڪجهه وينجهار ۽ سگهڙ قسم جي عاشق مزاج ماڻهن سان ڪچهريون ٿيون، ته انهن جون ڳالهيون ٻڌي سنڌي سماج جي هڪ انوکي ثقافتي جهان سان شناسائي ٿي. سنڌ مجموعي طور هڪ زرعي سماج آهي، ان ڪري انِ جا عشق به زرعي سماج وارا آهن ته ان جي عشقيه ٻوليءَ ۾ به گهڻا ڪوڊ زرعي جنسن وارا ئي ملن ٿا. ڪجهه وري ڳوٺاڻي زندگيءَ سان لاڳاپيل عام وکر کان سواءِ لوڪ چوڻيون به انهن جي اصطلاحن جو حصو هونديون آهن.

اهڙن سگهڙ عاشقن سان ڪيل ڪچهرين موجب ڪپڙو، ڪپڙي جا رنگ، ان کي ڳنڍيون، سُٽ، پَٽ ۽ سَڳا، سڳي جا رنگ، اهو سڀ سامان پنهنجي پنهنجي معنيٰ

۽ مطلب رکندو آهي. اهڙو وکر مختلف رومانوي ڪيفيتن، ميارن، رسامن، انتظار ۽ انجامن وارا نياپا موڪلڻ جو اهم ذريعو هوندو آهي. سنڌي ماڻهو پنهنجي پيرسنيءَ ۾ عشق وارا قصا ۽ ڪهاڻيون وڏي شوق سان ڪرڻ جا عاديءَ آهن. اها سندن وڏي پسنديده سرگرمي محسوس ٿيندي آهي. پيرسنيءَ واري عمر ۾ پوڙها ڪنڌ لوڏيندي به پنهنجي عشق، آجامن ۽ سنگتياڻين جا قصا جهڙوڪ لوڪ ۽ رومانوي داستانن جي انداز ۾ ٻڌائن ٿا، جڏهن ته مومل راڻي ۽ نوري ڄام تماچيءَ جا قصا ڪندا هجن. بزرگن ۽ پيرسنن لاءِ اهڙيون ڳالهيون دلچسپيءَ واريون هئڻ ڪري ان موضوع تي گهڻو مواد ملڻ مشڪل نه آهي، البته ڀهراڙيءَ جا نوجوان عاشق پنهنجون اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ کان لهرائين ٿا. جڏهن ته وڏڙا پنهنجي جوانيءَ ۾ ڪيل عشقن جون خبرون بادشاهن جي ڳالهين وانگروڏي مزي ۽ دلچسپيءَ سان ڪن ٿا. ان سلسلي ۾ لاڙ واري پٽيءَ جو چاچو سچل جيڪو هن وقت موڏيل مڙس آهي ۽ ٻن پٽن جو پيءُ آهي، سو پنهنجو عشقيہ قصو ٻڌائڻ کان اڳ جوانيءَ جي تشريح ڪندي چوي ٿو ته: ”مڙس پوڙهو ٿيڻ قبول ڪيو معنيٰ مڙس مرڻ قبول ڪري ورتو.“ هن پنهنجي نوجوانيءَ جي ڪٿا ٻڌائيندي، چيو: ”منهنجي به جواني هجي، انهيءَ عمر ۾ پير زمين تي نه لڳندو آهي. انهيءَ زماني ۾ اسان کي به ڪنهن جون انتظاريون هجن. انهن ئي ڏينهن ۾ سلامن جي هَڙ اچي ملي. انهيءَ هَڙ مليل وکر ۾ اگر، ٻير جا پَن ۽ ٻُهہ پيل هجي. مون کي اها هَڙ ڇا ملي هئي، ڄڻ سڄي دنيا هٿ اچي وئي هجيم. پوءِ مون انهيءَ سامان کي سمجهڻ لاءِ ڪنهن سينيئر عاشق کان مدد ورتي، جنهن ٻڌايو ته اگاري جي ڏينهن، ڪو ٻير جو وڻ آهي، انهيءَ ٻير وٽ پيل ٻُهہ ۾ ملڻ جو آجام مليو اٿئي.“

گل خان به هن وقت ڪنڌ ڌوڻڻ وارن بزرگن ۾ شمار ٿئي ٿو. هو به پنهنجون اهڙيون ڪئين خبرون ٿو ٻڌائي، جيڪي دلچسپيءَ کان خالي نه آهن. پنهنجي جوانيءَ جي يادگيرين جي ميڙي چونڊي ظاهر ڪندي هن چيو ،”لڳاتار سچو سال پٺي هليس، پنهنجي پرينءَ جي پويان. نيٺ موقعو ملندي پنهنجي پرينءَ ڏي نينهن جو پهريون نياپو سلامن ۾ موڪليو.“ نوخيز عمر ۾ ڪيل عشق جو داستان ٻڌائيندي، سندس ڳَل ڳاڙها ٿي ويجن ٿا. هو چئي ٿو: ”نيٺ مون کي جواب ۾ پرت پريل ريشمي رومال ۾ سلامن واري هڙ اچي ملي، جنهن ۾ ڳاڙهو پَٽ ۽ ڪير جو ذرو موڪليل هو. اهڙن سلامن جي جواب کان پوءِ دنگ رهجي ويس.“ جڏهن هن کان دنگ رهڻ جو سبب پڇيم ته هن ٺهہ پهہ چيو ”منهنجي يار مون تي وڏي ٺوڪ ڪئي هئي. هن مون کي انهيءَ وکر ۾ نياپو موڪليو هو ته، اڄا ٿڃ پٺي وات مان وهئي، وات ڳاڙهو ٻار آهين، ان ڪري هن معاملي ۾ نه پئو.“

ملڪ جي سماجي جوڙجڪ وانگر عشق جا رومانوي جذبا بہ اھڙا ئي نفيس رنگن وارا هجن ٿا. جهڙو ان سماج جو ڪلچر ٿئي ٿو. سنڌي معاشرو ڇاڪاڻ تہ پنهنجيءَ جوڙجُڪ جي حوالي سان ڏاڍو اوکو آهي، تنهن ڪري ان جا عشق بہ ڪي سولا نہ آهن. اهڙي سخت جبر واري سماج ۾ بہ جڏهن بہ پيار واريون دليون ڪارو ڪاري ٿي مرڻ وارا سڀ خوف خطرا ڪٽي بہ نينهن جا ناتا جوڙين ٿيون، تڏهن يقينن سندن بهادري حيرت ڪائڻ تي مجبور ڪري ٿي ڇڏي. جيتوڻيڪ پيار واريون دليون جڳ جهان کان لڪي نينهن نڀائينديون آهن. پر سنڌ ۾ ٿي اهو پهاڪو بہ مشهور آهي تہ’عشق ۽ مُشڪ لڪندا ناهن.“ سو عشق بہ هڪ ڏينهن عام جي زبان تي اچي ويندا آهن ۽ عاشقن کي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا پئجي ويندا آهن. اسان وٽ جبر واري ماحول سبب عام طور چيو ويندو آهي تہ”عشق ڪرڻ، معنيٰ نانگ جي ٻرَ ۾ هٿ وجهڻ.“ ان جي باوجود سنڌ جو لوڪ ادب ۽ لوڪ شاعري عشقيہ داستانن سان پُري پئي آهي. البتہ سنڌ ۾ مرداڻو معاشرو هئڻ ڪري اڪثر پهاڪا عورتن متعلق ٿي نهيل ملن ٿا. ٻئي طرف اڪثر ايشيائي ماڻهن وانگر سنڌ ۾ بہ محبوب جو رنگ ڳورو ڪڻڪائون ۽ مشڪي وڌيڪ ڪشش وارو چوائيندو آهي. البتہ ڳوناٽن واتان ٻڌڻ ۾ پيو ايندو تہ:”ماکي نہ ڏسي وڻ ۽ عورت نہ ڏسي مڙس.“ اها جدا ڳالهہ آهي تہ مرداڻي معاشري هجڻ ڪري عشق وارو اهڙو سودو مرد جي پيٽ ۾ عورت کي وڌيڪ مهانگو پوندو رهيو آهي.

جهانگارا جي نثار خاصخيليءَ ڪيل ڪچهريءَ دوران ٻڌايو تہ اهڙي عشق واري ملاقات جي سلسلي ۾ گهٽو ٽٽو مردن جي مقابلي ۾ عورتون ئي زندگيءَ جو جوکم کڻي گهران نڪري، يار کي ڏنل آجام واري هنڌ پهچن ٿيون. ڪئين عورتون مرداڻو ويس ڪري، انهيءَ هنڌ تي پهچن. ڪي وري رات جي اونداهيءَ ۾ سرُ تريءَ تي رکي يار وٽ پهچن. ان ڪري سنڌ ۾ ڏينهن جي مقابلي ۾ رات کي پناهہ ڏيندڙ سمجهيو ويندو آهي. نثار خاصخيلي عشق جي اهڙي وکر جي سلسلي بابت هڪ مثال ڏنو تہ هڪ عورت مرد کي موڪليل پهرين سلامن ۾ ساريون موڪليون. جنهن جي معنيٰ هن کنهن کان ڪرائي، تہ توکي ساري پئي- پر ان کان اڳ ۾ هن هڪ سوال ڪيو آهي، جنهن ۾ تو کان چٽائي ڪري ڏيڻ جي ڳالهہ ڪيل آهي، تہ تون چانورن وانگر اڇو آهين؟ هن ٻڌايو تہ ان ڏاهي نئين سيڪڙات عاشق کان پڇيو تہ جي پنهنجو پاڻ کي انهيءَ معيار جو سمجهين ٿو تہ وک وڌائجانءِ- پر هو ست ساري نہ سگهيو ۽ ساريون اڇيون ڪري ڪونہ موڪليائين، جنهن سبب اها ڳالهہ اتي ئي ختم ٿي وئي. ان جي باوجود ڪانيون ٻڌي ڪچهريون ڪندڙ ڳوناٽا رڳو مڙسن جي تعريف ۾ ئي پورا هوندا آهن. چوندا؛”انن ۽ مڙسن جي واڙ ڪونہ ٿئي.“

اهڙي ڪلچر ۾ ٿيندڙ عشق ۾ سنڌ جا انتڪل سمورا وکر نيڻهن جي نياپي ۽ اهڙي مخصوص پيغام رسائيءَ لاءِ ڪم ۾ ايندا آهن. يار وٽان جڏهن اهڙي وکر جي ڳنڍ پهتي ته ان کي "سلام" چئبو آهي.

اهڙي وکر جي سلامن واري ڳنڍ جي پهچڻ کي، سمن پهچڻ برابر سمجهيو ويندو آهي. پوءِ انهيءَ ڳنڍ ۾ جيڪو سامان هوندو اهو ئي نيڻهن نياپو هوندو آهي. لوڪ ڏاهپ موجب هر هڪ سامان جي پنهنجي پنهنجي معنيٰ، پنهنجو نياپو ۽ آجام هوندو آهي. سامان وري ڪهڙو هوندو بس ڪوزي ۾ سمنڊ بند ڪيل هوندو. انهيءَ سامان ۾ گهڻو ڪري ڪپڙو به ٿئي، هر ڪپڙي جي رنگ جي وري پنهنجي الڳ معنيٰ هوندي آهي. انهيءَ علامتي ٻوليءَ موجب اڇي ڪپڙي تي ٽِڪو ڪيل هوندو ته ان جي معنيٰ ٿيندي ٽِڪو تي پيو اٿئي، عيبجي پيو آهين. ڪپڙي ۾ جيتريون ڳنڍيون آيل هونديون، معنيٰ ملڻ واري ڏينهن لاءِ ايترا ڏينهن انتظار جو اشارو ٿيل هوندو. ڳاڙهي حلواڻ وارو ڪپڙو سلامن ۾ آيو ته ان کي ميار سمجهبو. سنڌ جي ڳوٺاڻي ڪلچر موجب اها واڻئي جي ڳاڙهي بنديءَ سان تشبيهه ڏنل آهي. مطلب ته تون ڏِٺو واڻيو آهين. جيڪڏهن ڪپڙي جو اڇو ٽڪر سلامن ۾ آيو ته اها به سنگتيءَ کي ڌمڪي ڏنل آهي ته، تون پنهنجو پاڻ کي اڇو ٿو سمجهين. جيڪڏهن سلامن ۾ اڇي ڪپڙي جا ست وال پهتا ته معنيٰ يار آسرو لاهي سلام ۾ ڪفن ڏياري موڪليو آهي. اهڙي پيغام رسائيءَ ۾ ڪنڊ، مصري، ڀڳڙا، ڪوئلو ٿوم، ٽِڪي وارو سِڪو ڇوڙيون، مٺيو ڦٽي، ڀڳل ڦٽي، سُٽ، ڪچو سُٽ، مُنڊل سٽ، ڳاڙهو ڦوٽو جهنور جي ثابت ٽِڪي، ڄهنور جي ٽڪيءَ جا چار ٽُڪر، گڏيل رنگن وارو سڳو به استعمال ٿيندا آهن. اهڙي وکر مان هر هڪ جي پنهنجي معنيٰ ۽ مطلب آهي.

عشقيه ٻولي اڳوڻي ڪبوترن ذريعي موڪليل پيغام رسائيءَ کان به مختلف آهي. عشق تي سختي هئڻ ڪري اها ٻولي نه لکت ۾ ۽ نه ئي وڏيه ' چئي هوندي آهي. اهڙي پيغام رسائيءَ ۾ جيڪڏهن يار وٽان ميٽ جو ٽُڪر سلامن واري هڙ ۾ آيو ته ان جي معنيٰ اها ڪيئي ويندي ته ايڏو ته جلد پهچ، جو ميٽ مٽي ۾ هجئي ته به هٿي اچي ڪيئي. اهڙيءَ ريت اڇي ڪاڳر تي سج ۽ چنڊ جي تصوير جو مطلب اهو ٿيو ته يار جي انتظار ۾ سج لاهي چنڊ اُڀاريان ٿو. اهڙيءَ ريت سڳي کي ڏنل ڳنڍين سان ملڻ جا ڏينهن طئه ڪيل هوندا آهن. جيڪڏهن ٻتيهه ڳنڍيون ڏنل هونديون ته ان جي معنيٰ ٿيندي "منهنجون توسان ٻتيهه دليون آهن". سلامن ۾ ٻير جا چيچڪا آيل هوندا ته ان جو مطلب ٿيندو ته آئون جيڪو چئي چڪو آهيان، انهيءَ ڳالهه تي قائم آهيان.

ڪپري جو رهواسي رمضان جوڻيجو اهڙي مخصوص عشقيہ ٻوليءَ جي وڏي ڄاڻ رکي ٿو. هو هيرڻ جي ٻج وصول ٿيڻ جو مطلب ٻڌائي ٿو تہ "منهنجي زندگي تہ رڻ آهي پر تون ملندين تہ رس ٿيندو." اهڙيءَ ريت ٻڳل ڊل لاءِ ٻڳل چوڙو ۽ عيب ظاهر ڪرڻ لاءِ عيب دار ڳڏو موڪلبو آهي. جيڪڏهن معاملو وڌيڪ منجهي وڃي تہ صورتحال ٻڌائڻ لاءِ منجهيل سُٽ موڪلبو آهي. ساڳيءَ طرح ڦِٽڪيءَ کي سلامن ۾ موڪلي يار کي خبردار ڪبو آهي تہ ڪئين ماڻهو پاڻ کي ڦٽائڻ جي پويان آهن. خيال ڪجانءِ. جڏهن تہ سلامن ۾ ڪا تارَ واري ٽَند ٻهتي تہ ان کي ٽيليگرام سمجهي، ان مهل نڪرڻو هوندو آهي. اهڙيءَ ريت ڪچو سُٽ سلامن ۾ ٻهتو تہ ان جو مطلب اهو ورتو ويندو آهي تہ پنهنجي ياري ڪچي سڳي وانگر آهي. ان کي سنيالي هلبو تہ هلي سگهبو. جيڪڏهن يار ارڏائي ڪئي تہ سلامن ۾ جو ملندو تہ ان جو مطلب اهو نڪرندو تہ توکي چوڻ وارو ڪوبہ نہ آهي، جو ائين پيو ڪرين! سلامن ۾ داڻا نڪتل ڦوٽا ڏوراپو هجن ٿا. معنيٰ "تون صفا پاٽيءَ وارو ڦوٽو نڪتين." ساڳيءَ طرح سلامن ۾ مڱ آيا تہ بہ اهو ڏوراپو آهي تہ توکي وات ۾ مڱ هئا. جو پريٽ پيو نياپا موڪلين. سلامن واريون هَڙون پرت پريل ريشمي ڪپڙي جي رومال ۾ موڪلڻ جو رواج هوندو آهي. سلامن ۾ مليل تحفو عاشق پنهنجي ساهہ وانگر سانڍي رکندا آهن. پر جيڪڏهن ڪا ان ۾ ويهہ اوٽويهہ تي تہ "رومالن ۾ ويڙهيل سلامن جا قاتل."

اهڙي معاشري ۾ جتي پسند واريون شاديون نہ ٿينديون آهن. انهيءَ معاشري جون ڪئين چرچائي زالون ٻڌائين ٿيون، تہ "مڙس اٿاري تہ لڳ ٻريو وڃن. پر يار اٿاري تہ انگ ٺَريو پوي."

اهڙي ڳجهہ ڳوهہ ۾ ٿيندڙ عشق واري ڪلچر واري جُوءِ ۾ عورتون ڪهاڙيءَ جي ڏار تي نہ رڳو پنهنجي يار کي ڏنل واعدي تي پهچيو وڃن. پر يار لاءِ ڇُوريءَ جو وٽو ۽ کير جو ڳڏون بہ کڻي پهچن. سنڌ ۾ اهڙن جوڙن کي ملائڻ وارين عورتن توڙي مردن کي سنڌيءَ جي لوڪ لغت ۾ "پڙوي" جو نالو ڏنل آهي، جنهن کي عام طور خراب نظرن سان ڏٺو ويندو آهي. اهڙي تز لفظ جو اجا تائين ڪو ڊپلوميٽڪ لفظ متبادل طور مروج نہ ٿيو آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ لفظ تي سنڌ ۾ ڪئين ٽٽوليون ٺهيل آهن. پر اهو پهاڪو بہ عام آهي تہ "پڙوي کي ماني ڳاڙهي ٻوڙ سان ملندي."

سنڌ ۾ انهيءَ علم جي ڄاڻ وارو ڏاهو ۽ وڏي عقل وارو سمجهيو وڃي ٿو. سنڌي لوڪ ادب ۾ اهڙيون ڪئين ڪهاڻيون آهن، جن ۾ ڏنل ڳجهارتن کي پيچڻ وارن سان بادشاهن پنهنجين ڌيئرن جي شادي ڪرائي. سنڌ جي مشهور لوڪ قصي مومل راڻي جي قصي موجب راڻي منڌري پڻ مومل کي اهڙين ڳجهارتن پيچڻ ڪان پوءِ حاصل ڪيو هو.





# True Beggar

علي دوستؐ عاجز

تنهن سال وڏي وَس تي هجي. ڪاڇي ڪان وٺي ڪارونجهر تائين سانوڻ جي ڪڪرن پنهنجا پاند پاٿر تي ڇنڊي ساگر ڏانهن سِڌ ٿي پوءِ ٿي ڪئي. اهي جولاءِ 1994ع جا ڏينهن هئا. آءُ ذوالفقار ارباب سان وسندي مينهن ۾ ڀڪڙني جون پٽون، ڇِڇو جا مور، ڏيپلي جون بازارون ڏسندو مٺيءَ وڃي نڪتس.

مٺي هونئن پلي ڪنهن جي به هجي، پلي ته ڪڏهن مائي ڀاڳي ۽ ڀڳت موهن جي نالي سان سڃاپجندي هجي، پر اڄ اسان وٽ ان جي سُڃاڻ سائينداد ساند ۽ صادق فقير جي حوالي سان آهي. صادق سدائين مون کي ڪبير جي دوهي وانگر دکندڙ ۽ ڏڙڪندڙ پيو محسوس ٿيندو آهي.



سريلو سرمئي شام جهڙو رنگ، هلڪو قد، ننڊيڙيون مڇون، وٽندڙ پريل چهرو آواز ۾ ميناج ۽ تاثير. آسانيءَ سان دل ۾ لهي ويندڙ ڪنهن نماڻي نهار وانگر. جنهن کي پڏي اياز چيو هو ته: ”منهنجي شاعريءَ کي اڏ صديءَ کان جنهن آواز جي تلاش هئي، اهو صادق جي ۾ روپ ۾ ملي ويو آهي.“

صادق فقير، 20/03/1964 تي، فقير فيض محمد جي گهر ڏيپلي ۾ جنم ورتو. سندس والد صاحب تپيدار هيو. هنن جي خاندان مان راڳ سان واسطو صرف، هن جي مامي حسين فقير جو هيو جنهن کيس راڳ به سيکاريو. صادق ٻڌايو ته "ڪاليج ۾ پڙهندا هئاسين. ڪنهن فنڪشن جي تياري پئي ٿي. سائين پرشوتم سڏي چيو ته راڳ ٻڌاءِ "سائين، آءٌ ته ڳايان ئي ڪونه". چيائين، "فقيرن جا ٻار روئندا، تڏهن به سُر سان، سو راڳ به ٻڌاءِ ۽ مهيني کان پوءِ ٿيندڙ اسٽيج ڊرامي لاءِ ڪلامن جي تياري به ڪر". پوءِ گيت ڳايم، جنهن جي ڪيسٽ به تيار ٿي ۽ خاص طور تر ۾ ڏاڍي پسند ڪئي ويئي. ائين فنڪارن جي لسٽ ۾ اچي ويس. ان کان پوءِ 86ع ۾ سنڌ جي سيني فنڪارن سان آرٽس ڪائونسل وارن شام ملهائي. جنهن جو خاص مهمان عبدالله ڄي ميمڻ هجي ۽ صدارت ريڊيو حيدرآباد جي ڊائريڪٽر عنايت بلوچ جي هجي. مون به ائتم ڳايا. تقريب ۾ عنايت صاحب چيو ته، "تنهنجو ڳائڻ اسان سڀني کي ڏاڍو وڻيو. تنهنجي آڊيشن به ٿي وئي. اڄ کان تون ائپرووڊ آهين. ڀلي سڀاڻي ئي اچي پروگرام رڪارڊ ڪراءِ" صبح جو وڃي رڪارڊنگ ڪرايم. اتي عبدالله جي ميمڻ وري آرٽ ڪائونسل ۾ کيس ملازمت ڏيڻ جو اعلان ڪيو پر اها هن نه ڪئي. ايم اي ڪيائين ۽ ٽيچر ٿيو.

چوندا آهن ته ادب ۾ جاءِ ناهڻ ۽ مڃتا ماڻڻ جو عمل ڍرو هوندو آهي، پر آواز جي دنيا ان ڏس ۾ جادوءَ جي دنيا آهي. البته ايئن موسيقيءَ جي دنيا ۾ به ٿئي ٿو ته ڪوڙ سارا فن جا بادشاهه ويٺا هوندا، پر پئسو شهرت ۽ مقبوليت وري ٻين جي پويان لڳل هوندا. ان سڀ ڪجهه جي باوجود صادق جي بقول "محبت ۽ مانُ فنڪار کي جيترو سنڌ ۾ ٿو ملي، ٻئي هنڌ شايد ملندو هجي." ڏسجي ٿو ته اسان وٽ شاعر اديب کان آرٽسٽ کي عام ماڻهو وڌيڪ ٿو چاهي. بخاري صاحب(استاد بخاري) ٻڌايو ته هڪ هنڌ دعوت هجي، ڪو اسڪول وغيره هيو جنهن ۾ مهمانن جي رهائش هجي. قمر سومرو به آيو. قمر دوست هو پائيندو به هو. پيو ڪو ڪمرو شايد خالي نه هيو جو هن کي ويهارين ها. ڪنهن پڇيو ته ان ڪمري ۾ ڪير آ؟ چئي، ڪو شاعر آ. استاد بخاري ته هڪ چيو اهو وري ڪير آ. هن کي ويهاريو. استاد چيو مون اهي لفظ پاڻ ٻڌا. تنهن تي قمر يڪدم چيو ته اهو ڇا ٿا چئو؟ مون کي استاد واري ڪمري ڏانهن وٺي هلو.

آرٽ کي ورثو فقط ماحول جو ڪم ڏيندو آهي، يعني اک کلي ته راڳ ٻڌائين، باقي ڪٿائي سڀ کي پنهنجو پاڳ ۽ پيرَ چڙائين. چو ته 'راڳ ڪرڻ سان آهي،' جو وَهندو سو لهندو. صادق به پنهنجي محنت جو کٽيو ٿو کائي. سندس آواز سان ماڻهن جي آشنائي نوي کان پوءِ ٿي، جيڪا وئي وڌندي، تان ته اِهو آواز دلين جو

آواز بنجي ويو. هن جو پهريون رڪارڊ ڪيل گيت، ”سانوڻ ڪيئن اڪيلو آئين، ساجن ڪي به ته آڻ“ هيو پر سندس سڃاڻپ اياز گل جي هيءَ وائي بڻي:

توکان ٿيندي ڏار، ڪلندي ڪلندي يار، لڙڪ لڙي پيا لار ڪري

ان کان علاوه:

’سکي پيا ڪيَ ملين ته چئجانءِ، چانڊني تو سواءِ نه ٿيندي‘

’ڏک جي نه پڇاڻي آ، هر شخص ڪهاڻي آ‘

’دل کي ڏوڏيندڙ هيءَ گهڙي آهي، شام لڙي آهي‘

’توليءَ مان ٿي تاريو ٿا، پٽڙ جي ڏاريو ٿا‘

’الئي ڇو اوهان جون اکيون ياد آيون‘.

وغيره پڻ گهڻو مشهور ٿيا.

سندس ڳايل مارواڙي گيت ٿرين ۾ ڏاڍا مقبول ٿيا. جيڪي لوڪ گيتن وانگر ها. انهن جي ڪمپوزيشن ۽ شاعري استاد حسين بخش فقير جي هئي. اهي هن لوڪ ورثا وارن جي ميلي ۾ ڳايا. جنهن ۾ ٻاهتر ملڪن جي نمائنده فنڪارن جي شرڪت هئي. سيني کي چيل هو ته پنهنجي علائقائي ڊريس ۾ اچن ۽ پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڳائين. جنهن ۾ صادق کي فرسٽ پرائيز مليو. اهي گيت هئا:

ـ رومال مارو رنگيو جيساڻي بازار ۾ (منهنجو رومال جيسلمير جي بازار مان رنگجي آيو.) جيسلمير شر ۽ تال جي ڏرتي ٿي ليکجي. اتان رنگجي آيو ته پيو ڇا گهرجي. اهو گيت پوءِ جيجي زرينه به ڳاتو.

ـ پايل موري باجي، رم جهم رم جهم...

ـ جوڳيڙو ٿئي، تنا جو ڏيس، پرديسي پيا! (پرديسي پرين، جوڳي بڻجي تنهنجي ڳولا ڪنديس.)

ان کي اڄا تائين جام پسند ڪيو وڃي ٿو. پاپولر ته سڀ آهن، پر هن ٻڌايو ته ڪيس هي گيت وڏيڪ وڻندو آهي:

ـ ٿئين تو بسو پرديس، ٿاري ناري ايي جهولا کائي. (تو ته وڃي پرديس وسايو تنهنجي ناري لُڪن ۾ پئي لُوساڻجي).

اهو نصيب الاءِ ڪنهن جو هوندو آهي. ڪنهن شاعر جو گيت جو الائجي فنڪار جو جو اهي سڄون سدا حيات بنجي ويندا آهن ۽ راڳي توڙي شاعر جي

سچائيءَ بنجي ويندي آهن. سڀئي ڪلامن مان هڪ به گيت بلڪ هڪ به سٽون سموري زندگيءَ جي محنت، ڏات ۽ فن جو تعارف هڪ سٽ ۾. اها ئي ڳالهه آهي ته ان ۾ ٻوليءَ ۽ شاعريءَ جي قدرت به شامل هوندي آهي. استاد صادق علي مرحوم هڪ دفعي چيو ته "ابا مون سچي عمر ڪيئي ڪلام پنهنجي ڪمپوزيشن ۾ ڳايا، پر منهنجي مشهوري وري ٿي: "تنهنجي هجر فراق ۾ ماهِ لقا، نه ڪي دم ٿو وڃي نه ڪو غم ٿو وڃي "جي حوالي سان، جنهن جي ڌن به غلام علي جي ڳاتل هئي!"

صادق هونئن ته ڪوڙ سارن شاعرن جو ڪلام ڳاتو آهي، پر هن من موهڻي راڳيءَ جي حصي ۾ جيڪي شاعر آيا آهن يا اينئي چڙهي ويا آهن، سي اياز صاحب(شيخ اياز)، اياز گل ۽ سائينداد ساند آهن.

سو تڏهن سائينداد ساند ۽ صادق سان مليس ته لڳو ڄڻ ته پنهنجي مٽيءَ سان مليو هجان. ڪا اوپرائپ ڪونه. پڳل واريءَ تي ويهي صادق کي ٻڌوسين. سچي به ڄڻ مور پئي ٿهوڪيا. مور جو ٿهوڪڻ هونئن ته ڪجهه ڪونهي، جو ته پنهنجي آواز ڪان وڌيڪ خوبصورت ته مور پاڻ هوندو آهي، پر جڏهن هو ڳائي ٿو تڏهن خوشي ۽ خوشحاليءَ جو اهڃاڻ بڻجي ٿو وڃي ۽ هڪ ڪائنات اڳيان ايري ٿي اچي، جنهن ۾ پٽون آهن، بادل آهن، ڍيلون، ٿوهر، ڪونيٽ آهن، هڪڙو ڪارونجهر، هڪڙو درد آهي ۽ دردمند دليون آهن. جيترو درد ايترو ماٺهو مٺو. ماٺهو مٺا ته ٿين ئي ٿا، پر آواز جو ميٺاج به ڇا ٿا پائيو؟ وري اهو راڳ آلاپي!؟ ذوالفقار راشدي صاحب هڪ هنڌ لکيو آهي ته: "راڳ رب جي ٻولي آهي ۽ سيني ٻانهن کي ڏاڏي مٺي ٿي لڳي." جڏهن ڪوئي رب جي ٻولي سُر سان آلاپي، تڏهن سِر ۽ ساهه جي قيمت ڇا ٿي وڃي رهي!

سو سِرن پائي، جي تندُ برابر توريان،
ته به اتل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن پيچل پُرائي.

اڻ اُني ٿر جي مورن جي دانهن اپ کي ڪڏهن آگماڻي، ڪڏهن نه به آگمائي، پر صادق ۽ شفيع فقير سدائين اکين کي آگمايو ڇڏين.

ايڏا جوين ڏينهڙا، ڪٿي هئين تون،
ڪيڏيون ڏنئي مون، اوجاڳي جون راتڙيون!

هڪ آرٽسٽ، جو هميشه چاهيندو آهي ته هو ماڻهن جون دليون ولوڙائي، سو جڏهن تخليقي شاهڪار جي پيشڪش تي ٻين کي روئاري وجهندو آهي، تڏهن پيو ٽرندو آهي. ڇو ته روئڻ ئي ڏک کي مٽائي ٿو ۽ رب جي ويجهو ٿو رکي. دنيا ۾ خوش به اهو ٿو رهي، جنهن کي روئڻ ٿو اچي. جيڪو کلي اُٿي ويو، تنهن جو ڏک اوتري جو اوترو رهجيو وڃي، تنهن ڄڻ ڏک کي ڇيڙيو ئي ڪونه.

سائين حاجي محمد دل چوندو آهي ته "ماڻهو آهي ئي تيستائين، جيستائين ان کي روئڻ به اچي ٿو ۽ ڪنهن لاءِ سِڪي به ٿو!" . هونئن به راڳ جو ڪم روئارڻ آ، نچائڻ ردم جو ڪم آ.

سو صادق سدائين اُڪنڊيو سدائين خوش. وڏا وڏا ٽهڪ، لطيفا، پلا پلا گفتا، مزيدار واقعا. چوندو: "سنڌي ماڻهن کي الائجي ڇا ٿي ويو آهي، جو هاڻ علي دوست جي شاعريءَ جي فرمائش ٿا ڪن." .

هر پيري گفتي جو ڇيهه وجي ٽيندو پياري شواڻيءَ تي۔ ۽ هي ويچارو ٽهڪ ڏئي پيو هر ڏڪ ٽاريندو.

پياري جو ڪتاب پئي ڇپيو ته ان لاءِ لکيائين: "شاعريءَ جي کيتر ۾ هن وقت ڪيئي وڏا نالا آهن، جن مان هڪ ننڍڙو نالو پياري شيواڻي جو به آهي."

پيارو شيواڻي: "يار سارنگا ڏاڍو معياري پيو نڪري".

خليل ڪنيار: " ان کان وڌيڪ معيار جو ثبوت پيو ڪهڙو هوندو ته هڪ به شماري ۾ تنهنجو شعر ڪونهي."

دلبريون ۽ دل گهرايون هجن ته اکين جو ٿانءُ ڪٿي ٿو پرجي سگهي. صادق جڏهن 2002ع ۾ ڄامشوري فزيڪل ٽريننگ تي آيو تڏهن اسحاق لاءِ ته مزو ٿي پيو. ڪچهريون، پروگرام، هر چنڊ جي چوڏهينءَ تي علامه آءِ آءِ قاضي جي مزار تي حاضري ۽ محفل. امداد حسيني، عبدالقادر جوڻيجو شوڪت شورو طارق عالم ۽ پيا ڪوڙ سارا دوست به گڏ گڏ. سنڌي ادبي سنگت پاران سنڌالاجي ۾ صادق سان ملهايل رهاڻ ۾ صادق کي اسٽيج تي سڏڻ وقت اسحاق، ويٺل دوستن کي اپيل ڪئي ته جيئن انڊيا ۾ فيض احمد فيض سان ملهايل هڪ شام ۾ ميزبان ماڻهن کي اپيل ڪئي هئي ته اڄ فيض کي ايترو پيار ڏيو جو هو هميشه لاءِ هتي ئي ترسي پئي، ائين ئي اوهان به اڄ صادق لاءِ ايتريون تاڙيون وڄايو جو هو هميشه لاءِ ڄامشوري ۾ ئي رهي پوي۔ ۽ ويٺل ماڻهن به صادق لاءِ ايتري ئي پيار جو اظهار ڪيو هو پر صادق ٿر کي ڇڏي پئي هنڌ ڪٿي ٿو رهي، پوءِ اهو ڄامشورو ئي ڇو نه هجي. پاڻ ته ٺهيو پر سندس ٻارن جي به ڪا هن سان ايڏي دل آهي جو هڪڙي راتِ لاءِ به ٻاهر هوندو ته هڪ هڪ ٻار به ٽي ٻه ٽي پيرا فونون ڪري، پڇندو ته "ابا ڪڏهن آئيس!"

صادق هونئن سڀ ڪنهن جو نالو عزت سان وٺندو ۽ عزّت ڏيندو پر موسيقيءَ جي حوالي سان جنهن گهراڻي تي ساهه ڏيندو آهي، سو آهي استاد سلامت علي خان جو جنهن جو واسطو شام چوراسي گهراڻي سان آهي. هن پنهنجي هڪ ننڍڙي جو نالو به نزاڪت علي رکيو آهي. هتان لاهور ويو استاد سلامت عليءَ کي ڏسڻ. اسپتال ۾ هو، پڇيائينس، ڪٿان آيو آهين! هن ٻڌايو ميرپورخاص مان. استاد

روئي پيو. استاد سلامت علي خان لاءِ ڪجهه معتبر ماڻهن جي راءِ آهي ته هو هن دؤر جو تانسين هو. ڪجهه ماڻهن جي راءِ آهي ته ايڏو رياض، تانسين به نه ڪيو هوندو جيترو استاد سلامت ڪندو هو. پارهن ڪان چوڏهن ڪلاڪ رياض ڪرڻ ڪانپوءِ به چوندو "اڄ رياض گهٽ ڪيو اٿم." ڪيس لتا منگيشڪر ٻڌو ته ڪيترا ڏينهن رڪارڊنگ نه پئي ڪرائي. چئي، ايترو سٺو ڳائڻ ٻڌو اٿم. جو چاهيان ٿي ته ڪجهه ڏينهن اهو ان اثر ۾ رهان!

صادق وٽ استاد سلامت جو فرزند شرافت علي خان گهڻو ايندو آهي. صادق چوي ٿو ته "اها منهنجي خوش نصيبي آهي جو استاد کي ڏٺم. ڳائڻ جو ڪم لکين ماڻهو ٿا ڪن، پر استاد جو ڪم لکن ۾ لکن جو آ. ايڏو ڪم ڪير به نٿو ڪري سگهي. هو جيڏو وڏو ماڻهو هو سادو به وري ايڏو ئي هو. اهي ڳائڻ ته ماڻهو چريا ٿي وڃن، پر ڳٽڻ به هزار به نه ايندن."

هن کي اياز صاحب لاءِ به ايڏي ئي عقيدت ۽ پيار آهي. ان کي به هتان ڪراچي ڏسڻ ويو. عطيه دائود صاحب وارن اياز سان پروگرام پئي ڪرايو. هن کي دعوت ڏنائون. "اياز سان پروگرام آ، پئسا گهڻا وٺندين!" هن چيو ته: "اياز سان پروگرام آ ته پوءِ هڪ روپيو به نه وٺندس، پر هڪ شرط آ!"

"ڪهڙو؟" عطيه پڇيو.

"ان جي سامهون ڳائرائيندوا!"

"ٺيڪ آ!" عطيه چيو.

پوءِ جيستائين هن جو وارو اچي ئي اچي، اياز صاحب طبعيت ٺيڪ نه هئڻ ڪري اٿي ويو. هن احتجاج ڪيو. "توهان جي مون سان ڪهڙي ٻولي هئي!" هنن اياز کي ٻڌايو ته. هڪڙو مٿي ڦريو فنڪار هيئن ٿو چوي. اياز صاحب چيو. صبح جو فليٽ تي اچو. پوءِ اتي هن اڪيلي محفل ڪئي. ساڻس ڪچهري به ڪيائين. زرينه چيو اڄ اياز ڏاڍو خوش آهي. ان پروگرام ۾ هن اياز سان تيرهن پيرا هٿ ملايو. اياز ساڻ هڪ آخري تقريب ۾، هن انهن ماڻهن کي اياز جي پيرن ۾ ويٺل ۽ سندس هٿن تان چُميون وٺندي به ڏٺو جيڪي اياز کي پَرپُٺ گهٽ وڌ چوندا هئا.

گهاٽ گهاٽ جو پاڻي پيئڻ، واٽ واٽ جي وڻ جي ڇانوَ لاٽ لاٽ سان به پانهن ٻڌڻ جي واٽ، پانت پانت جا ماڻهو ۽ گفتا. ٻڌايائين ته سرويچ سجاولي صاحب هڪ ڀيري چيو "سنڌ ۾ شاعر آهن ٽي، تن کي تون وري ڳائين ڪونه!"

"سائين ڪهڙا؟" هن پڇيو.

چئي، "هڪڙو آ شاهه لطيف، ٻيو حاجي احمد ملاح ۽ ٽيون آءٌ!"

صادق وٽ Sense of humor به ڏاڍو سٺو آ. هڪ دوست سدائين پيو چوندو هوس، "صادق، اچين ته مٺيءَ مان به ٽي لوبون ته وٺيو اچجانءِ. هتي ملن

نٿيون!" هڪ ڏينهن ان ٻڌايس تہ منيءَ پيا اچون. هن چيس، "اچين ٿو تہ ٻہ ٽي ٽيليويزنون تہ وٺيون اچجانءِ، هتي ملن نٿيون!"

ڪن دوستن سنڌ صوفي فورم يا تنظيم ٺاهي. صادق کي ڳائڻ جي دعوت هجي. هن ڳائڻ کان اڳ ۾ چيو "سٺي ڳالهہ آ، باقي اڄڪلهہ سنڌ ۾ صوفي تہ رڳو پير ٿي وڃي رهيا آهن."

اڪثر صوفي فنڪارن وانگر شفيع ۽ صادق بہ پاڻ کي فقير سڏائن. فقير سڏائڻ واري ڳالهہ تان، سردار شاهہ هڪ ڏينهن لطيفو ٻڌايو، "خبر ٿئي صادق کي آمريڪا جي ويزا ڇو نہ ملي؟"

"خبر ناهي، ڇو نہ ملي!"

"هن کان پڇيئون تہ نالو ڇا ٿئي، هن چيو تہ صادق فقير."

"صادق فقير ڇا!" سفير مائيءَ پڇيو.

"True Beggar" ٽرانسليٽر ترجمو ڪري، مطلب سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي. تنهن تي سفير مائيءَ چيو تہ "نو نو بيگرز آر ناٽ الوِڊِ اِن آمريڪا!"

صادق ۽ شفيع واري فقيري بہ مون کي لڳندي نوابي وانگر ٿي آهي. طبيعت جي نوابي، آواز جي، ڳلا جي نوابي، 'ڳلا خود بہ هوندي آ قدرت' هنن جي اڳڻ تي جڏهن ڳلا نوابن وانگر پير ڪڍندي آهي، تڏهن استاد بخاريءَ جون هي سٽون ياد اينديون آهن:

غريبي پنهنجي گيرب ۾ ائين ڏيري هلي ٿي پئي،
جئين ديري تي هلندو آ نواب آهستي آهستي.

'فقيرن جي گهر فِقر جو ڪال ڪهڙو!' کيسا خالي تہ بہ نواب، پرپيل تہ بہ نواب. استاد شفيع سُر وکيريندو تہ لڳندو چڻ سانوڻيءَ ۾ ڪارونجهر جي پور پور مان ناسي ندي وهي هلي آ ۽ صادق وري آهي ڪجلاسرُ. جنهن ۾ ٽرڻ ۽ ٽُڙڳڻ لاءِ شام ٿيندي ئي ستارا پيا سٽون ڪائيندا آهن.

صادق کي راڳ تہ وٺي ئي ٿو پر راڳ جا عاشق بہ وٺن ٿا. ڇو تہ راڳ بہ نماز وانگر ٻراين جي ڍال آهي. سندس تمنا آهي تہ هو وڏيڪ سٺو ڳائي سگهي. ڇو جو هو سمجهي ٿو تہ "هي واحد ڪم آ، جيڪو ماڻهوءَ جي من کي ميرو ٿيڻ نٿو ڏئي."

صادق فقير جي نالي جي انگريزي ۾ ٽرانسليٽ پلي ڇا بہ هجي، پر سچ تہ هي مون کي True beggar ئي لڳندو آهي، جنهن جي سچائيءَ جو ثبوت فقط ربّ جي اها دين، اها اِلاهي ذات آهي، جنهن کي موسيقي ٿو چئجي – "جا پاڪ رُوحن جي ميراث آهي ۽ ڌرتيءَ تي سڀ کي هڪ ڪري وٺيل ٻولي آهي."

⊙⊙

# وِمي سدا رنگاڻي



- وِميءَ جي شاعري پڙهندي، جيڪو ڦهريون احساس پڙهندڙ جي اندر ۾ ساهه کڻڻ لڳندو، سو اهو آهي ته "هِن شاعريءَ جو اصُل جوهَر يا حُسن ان جي معصوميت آهي." هتي معصوميت 'ٻاراڻي' معنيٰ ۾ ڪتب آندل نه آهي، نه ئي اها ڳالهه ان ڪري ڪئي وئي آهي جو هُن جي اڪثر نظمن ۾ هڪ ٻارڙي، پنهنجو نازڪ فِراڪ لهرن جيئن لهرائيندي نظر ٿي اچي. (ٻارڙي ته، هن جي همزاد آهي، جنهن سان هُوءَ ڪٿي خود ڪلامي ڪندي ٿي ڏسجي، ته ڪٿي سندس ادائن ۾ پنهنجو پرتوَ لهڻ جي ڪوشش ٿي ڪري.) ٻارن سان هن جي لڳاءَ کي ڏسڻو هجي ته هن جي ٻارن لاءِ لکيل نظمن ۽ ڪهاڻين کي پڙهڻ گهرجي، جن ۾ هُوءَ حسرتن ۽ سرخوشيءَ جي حيرتناڪ حدن کي ڇُهندي ڏسي سگهجي ٿي- پر هتي، هن جي جنهن تخليقي معصوميت جو ذڪر پئي ٿيو، سا هن جي اصليت (Origanality) سان تعلق رکي ٿي، جنهن موضوع، ڪردارن جي چونڊ، لغت،طرزِ ادا ۽ بيان جي ڏس ۾ هن کي هڪ فطري نج پڻو عطا ڪيو آهي. هن جا اڪثر نثري نظم زندگي، فطرت ۽ سماج تي هڪ عورت جي ٻاجهاري، محبت ڀري ۽ مهربان نگاهه وانگر پوندي نظر ايندا، جن کي پڙهي زندگي ۽ سماج جي حقارت آميز پهلوئن کان وڌيڪ زندگيءَ کي جيئڻ جي قابل بڻائيندڙ ڳالهين، منظرن ۽ واقعن جو تجربو ٿيندو. هن وٽ نفرت آميز ڳالهين لاءِ ايتري شديد نفرت نه آهي، جيتري محبت جي قابل شين، ڳالهين ۽ رشتن لاءِ محبت جو گهَرو ۽ تکو احساس ملندو. رشتا ته هن جو خاص موضوع آهن، جن ۾ هن نئين منٿويت ۽ جمالياتي چَس پيدا ڪيو آهي. وميءَ جي شاعري ۾ ٻاجهه ۽ معصوميت جي گڏيل فضا هن جي اندر جي دنيا جي دلڪش هجڻ جي اهڙي گواهي آهي، جنهن کان پوءِ ڪنهن به دليل جي گنجائش نٿي رهي.

- اسحاق

# فراڪ جي فِرل جهڙيون لهرون

منهنجي ڌيءَ جي فراڪ جي فِرل جهڙيون
هي لهرون
ڊوڙنديون اچن ٿيون
منهنجيءَ گڏيءَ وانگر
پتڪڙين آڱرين سان
پنهنجي ساهيڙين جون آڱريون جهلي.

ننڍين ننڍين پيرن سان رُڻ جُهڻ ڪنديون
هلنديون اچن ٿيون ٽِيڳر سان...
منهنجي مُنيءَ وانگر هاڻ ئي تہ هلڻ سکيون آهن
مرڪنديون اچن ٿيون
ڪنهن وِجيتا جي غرور ۽ سُرور وانگر.

ساگر گُڙيا جي پپا جهڙو
نڪ تي چشمو اٽڪائي
پيڙين جي پال کي ايئن ٿو هٽائي
جيئن اڳيان جهليل اخبار.
ٽيڏيءَ اک سان پنهنجين نياڻين تي نظر رکي رهيو آهي
ڪين پيار سان نهاري پيو
فخر ٿو محسوس ڪري پنهنجي ڌيئرن تي.

مان ڪناري ڪناري هلندي ٿي هلان
پنهنجي ڌيءَ سان گڏ گڏ
ڪٿي ٿاٻو کائي ڪري نہ پون
۽ هي مَن موجي، پنهنجي مستيءَ ۾ پوريون
ڊڪنديون اچن ٿيون
مونکي ڇُهن ٿيون
وري ڊوڙ پائن ٿيون
پنهنجي پاپا جي جهوليءَ ۾ جهولن ٿيون..

# ڇا پڙهي سگهين ٿو تون؟

ايئن تہ منهنجي زندگي آهي ڪليل ڪتاب جهڙي
سڀ پڙهي سگهين ٿو تون.

ننڍڙيءَ نينگر جيئن امان سان ضد ڪرڻ
بابا جي منع ڪرڻ تي ڪريل ٻار وانگر رسڻ
ڀاءُ جي نئين جُتي پائڻ لاءِ ضد ڪرڻ
ديديءَ جي آڱر پڪڙي گڏ وٺي هلڻ لاءِ چوڻ
سڀ پڙهي سگهين ٿو تون
ايئن تہ منهنجي زندگي آهي هڪ ڪليل ڪتاب جهڙي

آرسيءَ ۾ پاڻ کي نهارڻ ۽ شرمائڻ
شاديءَ جي ڳالهہ تي در پٺيان لڪي وڃڻ
ماءُ کان ڏار ٿيڻ تي ان کي چنبڙي پوڻ
تنهنجي گهر ايندي ايندي گهر وارن کي نهارڻ
سڀ پڙهي سگهين ٿو تون
ايئن تہ منهنجي زندگي آهي هڪ ڪليل ڪتاب جهڙي

تنهنجو هٿ جهلي، چنڊ ۾ پاڻ کي ڳولڻ
تنهنجي ڪلهي تي پنهنجي ڪاڏي رکي پنهنجو تلڪ سجائڻ
وار سنواريندي تيڏيءَ نظر سان توکي ئي لڪي تڪڻ
نند ۾ نظر بچائي توکي ڪارو ٽِڪو لڳائڻ
سڀ پڙهي سگهين ٿو تون
ايئن تہ منهنجي زندگي آهي هڪ ڪليل ڪتاب جهڙي

سيني کان لڪي گڏيءَ لاءِ سوئيٽر مڙهڻ
گلابي فراڪ، ننڍڙا موزا، چانديءَ جو جهنجهڻو
اڇڻ واري گڏيءَ لاءِ رانديڪا بہ آڻڻ
پاڻ سان ئي ڳالهائڻ، مُرڪڻ، لوري ڳائڻ
سڀ پڙهي سگهين ٿو تون
ايئن تہ منهنجي زندگي آهي هڪ ڪليل ڪتاب جهڙي

اهي خوشيون، اهو روئڻ، اهي سپنا
کُلي رئڻ، اهو سڏڪڻ، مسڪرائڻ
ڳالهہ ڳالهہ تي ڇهري تي چمڪ لهرائڻ
۽ ننڍيءَ ننڍيءَ ڳالهہ تي اچانڪ گم ٿيڻ
سڀ پڙهي سگهين ٿو تون
ايئن تہ منهنجي زندگي آهي هڪ کليل ڪتاب جهڙي

پُر و نہ سمجهين تہ هڪ ڳالهہ چوان تو کي
ڪي ورق لکيل آهن جادوءَ جي سِياهيءَ سان
جيڪي ڏسڻ ۾ اچن ٿا ڪورا ڪورا
انهن کي پڙهڻ لاءِ اکيون نہ کُپائجانءِ
بس آهستگيءَ سان منهنجين نظرن کي پڙهجانءِ
اهو سڀ بہ پڙهي سگهين ٿو نہ تون؟
ايئن تہ منهنجي زندگي آهي هڪ کليل ڪتاب جهڙي
سڀ پڙهي سگهين ٿو تون!

## بس، تون اچي وڃجانءِ!

ها اسين گڏجي چاندني اوڍيندا سين.
برساتين ۾ مهڪندا سين
خوشين ۾ جيئندا سين
۽ هوائن ۾ پُسندا سين...

پر منهنجي چپن جي واسطي
قدرت کي نہ بهلائجانءِ، نہ ڦُسلائجانءِ
نہ ئي ان سان جهيڙو ڪجانءِ

ڪيڏي نہ فراخدل آهي
ڪيڏي پياري
هر قدم تي اسان سان گڏ
۽ تنهنجي من جي تہ هر ڳالهہ ڄاڻندي آهي نہ؟
تڏهن تہ

اُس چونڊڻ ڏيندي آهي سِيارن ۾
چانوَ مڙهڻ ڏيندي آهي گرمين ۾
تحفي ۾ ڏيندي آهي خوشبوءِ جا قطرا
۽ پنهنجي چانديءَ بہ مُنيون پري ڏئي ڇڏيندي آهي...

سونپي ڇڏيندي آهي مٽيءَ جي مهڪ
برسات جون بوندون بہ پِروئڻ ڏيندي آهي
وسائيندي آهي مهڪ اندر گلابي سحر
۽ سمنجندڙ شرمائيندڙ شام بہ ڏيندي آهي...

ڏس! تون منهنجي چپن جي واسطي
قدرت کي نہ بھلائجانءِ، نہ ڦسلائجانءِ
نہ ئي ان سان جهيڙو ڪجانءِ

تون مون لاءِ
بس ڪي خواب ڪٺي اچجانءِ
جيڪي اسين گڏجي سجائيندا سين
بہ چار ڪڙڪبيتا ڪٺي اچجانءِ
جيڪي اسان جي اڱڻ کي جڳمڳائيندا...
اچا، پڌا!
ڪجهہ بہ نہ آڻجانءِ
بس، تون اچي وڃجانءِ!

سڄي ڏينهن جي مشقت کان پوءِ تنهنجي نرڙ تي
چمڪندڙ بوندون
منهنجي آنچل کي جهلملائينديون
تنهنجي خاموش چهري مان جهلڪندڙ جا معصوميت آهي
سا منهنجي روح کي ڇُهي ويندي

تنهنجي لبن تي جا هلڪي مرڪ آهي
سا منهنجي ڳلن کي سُرخي ڏيندي

تنهنجين پلڪن تي جيڪي ترندڙ خواب آهن
سي منهنجن خوابن کي مهڪائيندا

تنهنجن وارن ۾ جيڪي ڪڙڪيتا اٽڪيل آهن
سي منهنجي آڱرين جي پورن ۾ ٽمتمائيندا
۽ تنهنجي اکين ۾ جيڪي شرير ڪنول آهن
سي منهنجي چپن جي ڪنارن کي ٻهڪائيندا..

پر ٻڌ!
تون منهنجي چپن واسطي
قدرت کي ڀلائڻجان ۽ نه
نه ان سان وڙهجان، نه جهيڙو ڪجان
تو کي منهنجي چپن جو واسطو

تون ايندين ته سڄي ڪائنات مرڪندي لهي ايندي اسان جي اڱڻ ۾
بس تون اچي ويجان!

## چنڊ جاڳندو آهي سڄي رات

چنڊ جاڳندو آهي سڄي رات
جڏهن مان سمهندي آهيان
منهنجيءَ سيرانديءَ کان ويٺو هوندو آهي
ڪنهن پوائتي خواب کان ڊڪي نه وڃان
چوندي آهيانس ته ٿورو آرام ڪري وٺ
پر هو "شُش" چئي، چپ ڪرائي ڇڏيندو آهي
چوندو آهي ته نشچنت ستي پئي هج
"مان اتي ئي آهيان".
صبح جڏهن گهران نڪرندي آهيان
ته رستي جي ٻيءَ پر انتظار ڪندي گڏجندو آهي
مان پڇندي آهيانس
"تون ٿڪجندو نه آهين ڇا؟
هاڻ ته سمهي رهه!"
هو هلڪو کِلي چوندو آهي
"پيار ۾ پلا ڪهڙو ٿڪ"
تون سٺي سٺي وڃ ۽ سٺي سٺي واپس اچ
۽ ٻڌ!

سج جي تپش کان گهبرائجانءِ نہ
مان بہ اتي ئي آهيان
تنهنجي آس پاس
ڏنڏلو نظر ايندس، بس...

## هي نشان

وميءَ کي ستن تالن ۾ بند ڪري ڇڏيم
اهو سوچي تہ ڏاڍو تنگ ٿي ڪري
وري جڏهن لڳو تہ سزا گناهہ کان وڌيڪ ٿي وئي
تہ ڪيس تهخاني کان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ
چاٻين جو ڇڳو کڻي ٿي اچان...

پر هيڏا تالا آهن
۽ چاٻين تي نمبر بہ ڪو نہ آهن
ڪنبندڙ هٿ
صحيح تالي ۽ صحيح چاٻيءَ جو ميل ڪرڻ ۾ ناڪام ٿين ٿا

مان تڪڙ ۾ هڪ کان پوءِ ٻيو تالو ٽوڙيندي ٿي وڃان
ست ئي تالا ٽٽي پون ٿا..
پر ومي نٿي ملي..

ملن ٿا تہ ڇيرن ۾ جذب ٿيل سندس ڳوڙها
من جي ديوارن سان ٽڪرائڻ جي ڪري
پيلو ٿيل سندس گلابي رنگ
دماغ جي شيخن کي ٽوڙي ڀڃي نڪرڻ جي
عورت ٿي ڪري هوءَ راشن جي قطار ۾ بہ بيهي ٿي
عورت ٿي ڪري هوءَ باس جي نظرن کي بہ سهندي ٿي رهي
عورت ٿي ڪري هوءَ تغاري کڻي مزدوري بہ ڪري ٿي
عورت ٿي ڪري هوءَ کيتن ۾ هر بہ هلائي ٿي
عورت ٿي ڪري هوءَ گهر گهر ٻاسڻ ملڻ بہ وڃي ٿي

عورت ٿي ڪري هوءَ پنهنجي ٻار جو سودو بہ ڪري ٿي
عورت ٿي ڪري هوءَ پنهنجو عورت پڻو بہ وڪڻي ٿي

عورت ٿي ڪري ھيءُ ڪري ٿي
عورت ٿي ڪري ھو ڪري ٿي
عورت ٿي ڪري ھيئن نٿي ڪري
عورت ٿي ڪريَ ھونئن نٿي ڪري..

”عورت“ جي ڪيٽيگريءَ مان نڪري ماڻھوءَ جي ڪيٽيگريءَ ۾ اچڻ لاءِ
ڪيس ڇا ڪرڻو پوندو؟!

## سوا ستين وڳي

١
سوامي ليلا شاھ جي ڳٽيا طرف ويندڙ ھيءُ رستو
مونکي صبح 7.15 جي آس پاس ڏاڍو وڻندو آھي...

پٽيل پائي ھٿ ۾ ڪپڙي جي ڳوتري کڻي ھيٺ بيٺو ھوندو آھي..
پنھنجي اڳيان پٺيان گھمندڙ گھٽيءَ جي ڪتن کي
بسڪوٽن ۽ توسٽن جا ٽڪر وجھندو ويندو آھي..
مسٽر واسواڻي پنھنجي ڪار ۾ ڪير جو وڏو ڏولچو کڻي ايندو آھي
ريلوي ٽريڪ جي ھن طرف رھندڙ ٻار ڊوڙندا ايندا آھن
واسواڻي صاحب جي تکي نھار تي ھڪ ٻئي کي ڌڪو ڏيڻ بدران
”سليقيدار“ ٻارن جيان ”لائين“ ۾ بيھندا آھن
۽ ڪٽوريءَ ۾ ڪير پيئندا آھن..
شھر جي وڏي ھوٽل جو مالڪ ”شيٽي باس“ پنھنجي
”ريبوڪ“ جي جوگنگ سوٽ ۾ ”نائيڪ“ جو جُوتو پائي
سھڪندو ڊوڙندو آھي..
سندس پٺيان ريلوي جو ھڪ ڪلرڪ بہ آھي
اسڪول جو ريٽائر ماسٽر بہ
ٻئي ھڪ ٻئي جي پراڻي گٺل چپل ڏانھن ڏسندا آھن
۽ سوچيندا آھن تہ سياڻي کان ٻئي پاسي پنڌ ڪرڻ ھلنداسين...

سوشل ورڪر جاگرتي مٿلبر بہ ان ئي رستي تي ڏسڻ ۾ ايندي آھي
سندس ”ھونڊا سٽي“ ڪاليج جي سامھون واري ڪنڌ تي ئي پارڪ
ڪيل ھوندي آھي

گاڏي اتي پارڪ ڪري ليلا شاهه ڪتيا تائين پنڌ ڪندي آهي.
۽ واپس اچي ڪار جي پٺين سيٽ تي ”ڌرم“ ڪري ڪرندي آهي...

وڏا ”ڇڪڙا“ هڪ ٻئي پٺيان ڪاليج جي در وٽ بيهندا آهن
ڇوڪريون پنهنجا روا، ڪڙتيون سنڀاليندي لهنديون آهن
هڪ ڇوڪري هيٺ لهي، ڊرائيور جي هٿ ۾ پنج روپيا رکي چوندي آهي
”سياڻي عمران هاشمي ۽ وارو گانو هلائجانءِ
نه ته اسان جو گروپ ٻئي آٽو ۾ ايندو.“
سندس اکين جي ناچ ۾ گم ڊرائيور ڪجهه ڪڇي ئي نٿو سگهي
چوڙيدار ۽ جينس ۾ سمايل ڇوڪريون کلنديون اڳيان وڌن ٿيون
انهن کي ڏسي، سامهون ٽِين جي پٽري هيٺان رهندڙ عورت
پنهنجي ۽ ٽٽل ساڙهي ۽ کي ٿورو ”اسٽائيل“ سان لهرائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪري ٿي
سندس گهر ڀاهران بائيڪ تي ويٺل ڪاليجي ڇوڪرو
ڪيس ڏسي سيٽي هڻي ٿو...

ان ئي مهيلا ڪارڻ هتان پيڌل آٽو رڪشائن جي قطار به لنگهندي آهي
جهڙا پيلي وڏي ۽ ڇهنب وارا وڏا وڏا ڪارا جهنگلي پکي...
جن جي پٺيءَ تي نيري، اڇي فراڪ ۽ نِڪر شرٽ پاتل
ننڍڙا ننڍڙا اسڪولي ٻار ”بئلينس“ ناهڻ جي ڪوشش ۾ آهن
سندن ٻَستا آٽو جي ٻنهي پاسي لٽڪي رهيا آهن
جيڪي سامهون ايندڙن لاءِ سگنل آهن ته ”مون کان پري پڄو...“
ڳاڙهي رِبن واري ڇوڪري سيني کي ”ٽا ٽا“ پئي ڪري...
ان ئي وقت ”گانڌيڌام“ کان ”ڀُڄ“ ويندڙ ٽرين
آديپور اسٽيشن تي ايندي آهي
ته هن ٽرين مان لٽل مسافر، ڪاليج جا شاگرد، هاسٽل جا ڇوڪرا به
ان ئي رستي تان لنگهندا آهن...
۽ ها
فري ٽريڊ زون جي ڪمپنين ۽ فيڪٽرين ۾ ڪم ڪندڙ ڇوڪريون
جوان عورت ۽ عمر ڪاڍل عورتن کي ويهاري
ڪمپنيءَ جون بسون به ته هن ڪنڊ تي اچي بيهنديون آهن نه
زري ۽ وارو ڪڙتو پاتل ڇوڪري پرس مان لپسٽڪ ڪڍي هڻندي آهي

۾ آئيني ۾ نظر ايندڙ مرداڻين اکين کي ڏسي
لپسٽڪ جو "ڪوٽ" وڌيڪ گهاٽو ڪنديءِ آهي...

مون کي هيءُ رستو صبح جو 7.15 تي ڏاڍو وڻندو آهي...

7.15 ته شام جو به لڳندا آهن
پر تڏهن هيءُ رستو
ڪل، ٽهڪ، لپسٽڪ، عمران جي گاني
چوڙيدار، جينس، بائيڪ، ريبوڪ، نائيڪ، اسڪول يونيفارم، بسڪٽ، ٽوسٽ
ڪان آجو هوندو آهي...

ڪي شيون هونديون آهن ساڳيون
پر قِتل سج وانگر سندن قتل رنگ به نظر ايندو آهي
ڪمپنيءَ مان واپس آيل ڇوڪري بگڙيل لپسٽڪ هڪ ڀيرو وري ٺيڪ ڪري ٿي
ٽِين جي گهر ۾ رهندڙ عورت ٽِين جا خالي دٻا ڏسندي رهي ٿي
صبح وارن ڪاليجي ڇوڪرن ڇوڪرين جي گوڙ بدران
شهر جا بزرگ رستي کي شانت قدمن سان ٿڦڪي ڏين ٿا
گهٽين جا ڪتا ۽ جهوپڙين جا ٻار
صبح جو بسڪٽ ۽ کير ملڻ جي آس ۾
ننڊ ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا...

مون کي هيءُ رستو صبح جو 7.15 تي ئي وڻندو آهي!

vsadarangani@hotmail.com



# سنڌ ۾ تخليق ٿيل سنڌي ادب



28 – مارچ 2009ع تي ڀارت جي سڀ کان وڏي ادبي اداري ساهتيه اڪيڊميءَ پاران گذريل سٺ سالن دوران سنڌ ۾ لکيل سنڌي ادب بابت هڪ اهم سيمينار ٿي گذريو جنهن ۾ سنڌ جي ڪن چونڊ ليکڪن متعلق تحقيقي، تخليقي، تاثراتي ۽ تنقيدي نوعيت جا مضمون پڙهيا ويا. انهن مان ڪي چونڊ مضمون هن شماري ۾ شايع ڪجن ٿا. جڏهن تہ ڪجھ مضمون ايندڙ شماري ۾ شامل ڪنداسين. (ادارو)



# نسيم کرل ۽ هن جون ڪهاڻيون

هيرو شيوڪاڻي

اُهي مُندون هاڻ شايد وري موٽي ڪونہ اينديون، ۽ اُن کي بہ عرصو ٿيو جڏهن هتي پارت ۾ سنڌيءَ جي نئين ٿهيءَ جي ادبي ذات کي ڏانوَ جو مڪُ ڏيڻ لاءِ مکيہ ادبي صنفن ناول، ڪهاڻي، شعر، غزل، ناٽڪ تي ورڪشاپ مِنعقد ڪندا هئاسين. هند — سنڌ مان انهن جا ماڊل ڳولهي، نوجوانن لاءِ اُنهن تي گفتگو ۽ ڪنهن حد تائين رهبريءَ ڪرڻ جا وَس ڪيا هئا. مگر هاڻي نہ تہ اُها نئين ٿهي ٿي هٿ اچي نہ اُهي مندون ۽ مهلون آهن.

ورهاڱي کان اڳ تہ اِهو ادبي وِرثو ساڳيو هو پر ورهاڱي کان پوءِ سرحد جي بنهي پار جو ورثو گڏيل مِسيل آهي. هتي في الحال ڪهاڻيءَ جي صنف جي ئي ڳالهہ ڪجي تہ اُتي هڪ آئيڊيل ورڪشاپ لاءِ، اڄ مان جڏهن ٽيهہ چاليهہ سال پوءِ وري موٽي سنڌي ڪهاڻيءَ جي اهڙين پرفيڪٽ ماڊل ڪهاڻين ۾ ڦولهہ وجهان ٿو تہ نسيم کرل جون ڪهاڻيون، ڪهاڻي ڪلا جي هر پهلوءَ تي، اُن جي چُست دُرست گهاڙيٽي، موضوع، نياءَ، ٻولي، يڪسان تاثر وغيره تي، مونکي اڄ بہ ڏات، ڏانوَ جي نفيس اوزارن سان تراشيل، سنگ مرمري، زري گهٽ ٻي سڦر، پرفيڪٽ ماڊل هئڻ جو سُڪون ڏين ٿيون. مگر نسيم کرل جون ڪهاڻيون اهڙا مرمري مڪمل ماڊل تہ آهن، جن ۾ اُن وقت جي سنڌ جي روان دوان زندگيءَ، ڳوٺن، واهڻن ۽ ٻنين، شهرن ۽ مها نگرن جي ولولي خيز حياتي، سنڌ ڌرتيءَ جي تهذيبي تمدني سڳنڌ، قُربت ۽ غربت، ظُلمتون ۽ اُرهہ زورايون وغيره سڀ انساني جذبي ۽ احساس جي فنائتي ڇهاءَ سان، جن ۾ جيون جو سمورو ساهہ پراڻ بہ ڌڙڪندو ملي ٿو شرابور نظر اچن ٿيون.

ورهاڱي بعد سنڌ جي ڪهاڻيءَ جي نشونما جو مختصر عڪس چٽجي ته انهي پرفيڪٽ ماڊل جي ڪڙيءَ تي پهتل فنامنا لاءِ جمال ابڙي بيش قيمتي مرمري پٿر جو مجسمو (بسٽ) ڪوري تيار ڪيو. پوءِ اُن جي خط ۽ خال کي جن هٿن سنواريو اُنهن ۾ اول نسيم کرل سان گڏ آغا سليم، غلام رباني، نجم عباسي، حفيظ شيخ ۽ خاص طور امر جليل اهم آهن. پوءِ ٻين آيل جديد پيڙهيءَ لاءِ ميدان ته تيار ٿيو هو پر ملڪ جي بدليل حالتن، پنهنجي نئين سوچ، افراتفري پرٺي آزمودي ۽ احساس داريءَ سان واڳيل ڪهاڻي نويسن مشتاق شوري، ماڻڪ منير، علي بابا، شوڪت شوري، خير النساءِ جعفري انهيءَ مجسمي کي لِلڪاريندي، هڪڙيءَ ماڊرن پينٽنگ جي مصداق سنڌي ڪهاڻيءَ جو نرالو خاڪو اڳيان رکيو. ان خاڪي ۾ ماڊل جا ڪيترا خدو خال ڏنا ٻه. جديديت جي ڇيٽي ۽ ٻين اوزان سان هُنن جي ڪهاڻي پنهنجي ماحول، فڪر ۽ فهم جي ٽڪراءَ سان ٻنهه ولولي خيز ٿي سامهون آئي- ۽ هاڻي تازو سنڌ جي سنڌي ڪهاڻي جنهن نئين نڪور شڪل ۾ سامهون اچي رهي آهي، انهن ۾ بلڪل نوجوان تهي اخلاق انصاري، انور ابڙو (خودڪشيءَ جو رومانس) ۽ تازه تر 2007ع ۾ شايع ٿيل ڪهاڻينْ جي مجموعي "ڪولاج ٿيل شخص جو پورٽريٽ" جي ڪهاڻي نويس جو نالو ٻه نسيم آهي. پورو نالو نسيم پارس گاد، 24 سالن جو نوجوان.هُن ته انهيءَ مرمري ماڊل کي ٻنهه پيچي پوزي سريئلزم جي هٿوڙي سان ڊاهي الڳ ماڊل گهڙڻ جي جرئت ڏيکاري آهي.

انهيءَ پس منظر ۾ نسيم احمد کرل 1939ع ۾ ڄائو. 39 سال حياتي ماڻي، 1978ع ۾ قتل ٿي ويو. لڳ ڀڳ پنهنجي اوَرجا جي سالن جيتريون ڪهاڻيون لکيائين. خيرپور جو وڏو زميندار هوندي ٻه (شايد سندس موت جو سبب ٻه اها زميندار ۽ وڏيرائپ هجي) بي اي، ايل ايل بي جيتري اوچ تعليم ورتائين. جيترو قد بت جو لانيرو هو سندس ڪهاڻيون ٻه اوتريون ئي لانيريون. ڏڪ شيطاني ڏڪ رحماني هٽي، نڪاءِ ڪيندڙ ڪهاڻيون آهن. مبادا سندس حياتيءَ ۾ هُن جا تي ڪهاڻي سنگرهه ظاهر ٿيا: "شبنم شبنم، ڪنول ڪنول"، "چوٿيهون در" ۽ "ڊمي." گهٽو پوءِ انهن جي ٽنهي مجموعن تي مشتمل يڪو ڪتاب 1994ع ۾ روشني پبليڪيشن "نسيم کرل جون ڪهاڻيون" عنوان سان پڌرو ڪيو آهي. اُن ۾ هن جون 32 ڪهاڻيون منتخب ڪيل آهن. وري تازو سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم 2005ع ۾ هڪڙو وڏو ڪتاب "نسيم کرل: وڏو ڪهاڻيڪار، وڏو ماڻهو" نالي سان شايع ڪيو آهي. تاج جويي ان ڪتاب جي تحقيق ۽ ترتيب ڪئي آهي.

ظاهر آهي ته هتي هن ادبي رهاڻ لاءِ مون نسيم کرل جو اهو ڪتاب 'نسيم کرل جون ڪهاڻيون' زير نظر رکيو آهي. دل ته ڏاڍي آهي ته دوستن سان هنن ڪهاڻين

تي، جن کي مون ماڊل ڪهاڻيون سمجهيو آهي، تفصيلن سان گفتگو ڪريان. هتي جي يا هتي جي ادب تي ههڙيون روح رچنديون ڳالهيون ڪرڻ جا موقعا وچن ٽا ڇڏا پاڏا ٿيندا، پر ڇا ڪجي، هڪڙي ڏينهن ۾ سرحد پار جي پاهٺ سالن جي ادبي ميراث تي هيءَ رهاڻ، ويتر اُساٽ وڌائيندي. 32 ڪهاڻين مان (1) مڪسڊ گرل، (2) پهرين مُراد، (3) ڪَرنٽ، (4) اِتالو پڊنگ، (5) چوٿيهون دَرُ (6) ڪافر، (7) زماني جي گردش، (8) گٽس، (9) گذريل واردات (10) ڪني آگر (11) ڊمي ۽ (12) مساوات. ڊزن ڪهاڻيون خاصُ ڌيان لائق ڇاتيون آهن. هتي به گهڻن اديب دوستن، اهي ڪهاڻيون پڙهيون ۽ ماڻيون آهن. مان پانيان ٿو اڄ 40 – 50 سالن کانپوءِ به نسيم جون هي ڪهاڻيون اسان سڀني لاءِ ماڊرن ڪلاسڪس جو درجو رکن ٿيون.

افساني نويسيءَ جي گهڙت، موضوع، ڪردار نگاري، ماحول ۽ جيئري ٻوليءَ جهڙين قوتن جي زور تي، بقول عبدالقادر جوڻيجي "ڪرل پاڻ جهڙيون ڳريون، رعبدار ۽ سچيون ڪهاڻيون لکندو آهي. جهڙي نموني ڪرُل جهڙو ٿُلهو ۽ مضبوط ماڻهو پوري زور سان ڪنهن اپري ۾ شڪل ماڻهوءَ مٿان ڪري پوي ۽ هٿ پير هلائڻ جي باوجود به پري هتي نه سگهي، تيئن سندس ڪهاڻي به روح مٿان ڪري پوندي آهي. طاقت لڳائڻ جي باوجود پري نه هٽندي آهي. ڏينهن جا ڏينهن پيڙا جو احساس رهندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو نسيم جي ڪهاڻي وساري ئي نٿي سگهجي."

رعبدار وڏيرو رئيس ۽ زندگيءَ جي هر شوق، عشرت ۽ فرحت جو ڪوڏيو هوندي به نسيم ڪرل ادب جو گهرو اپياسي رهيو. خاص ڪري ورلڊ لٽريچر مان موپاسان ۽ او-هينريءَ جي ڪهاڻين تي مفتون هو. ان ڪري هُن جي اڪثر ڪهاڻين جي اُٽت بڻت چُست، تراشيل ۽ اُنهن جو عروج يا چرم سيما بنهه چمتڪاري بڻجي ٿي. مواد ۽ موضوع هُن جي ڪهاڻين جا هڪ طرف سنڌ جي ڳوٺن، واهڻن، ٻنين ٻارن جون زنده تصويرون بڻجي اُڀرن ٿا ته ٻئي پاسي وڏن شهرن ۽ هاءِ سوسائٽي جي ڪردارن ۽ ماحول کي جاندار ٿا بڻائي ڇڏين، جيئن مون مٿي به اشارو ڪيو آهي ته هُن جون ڪهاڻيون مواد، موضوع ۽ ڪهاڻي ڪلا جي لحاظ کان، هتي هند توڙي سنڌ جي بدليل ماڊرن خواه پوسٽ ماڊرن ڪهاڻيءَ جي احساسات جي لحاظ کان 'ڊيٽيڊ' ٿيون لڳن. اُتي به ادب جي ڪن پارکن ان محدودگيءَ جي نشاندهي ڪئي آهي. مثال طور مان رسول بخش پليجي جي هن راءِ سان سهمت آهيان ته "نسيم ڪرل جي فن مان سنڌي ٻولي ۽ افساني کي هتي ملي ٿي ۽ نوان لکندڙ ڪانئس ٽيڪنڪ سکي سگهن ٿا.... پر هُو اڄوڪي دؤر جي سنڌي عوام جو ڪهاڻيڪار ڪونهي. ڇو ته اڄوڪيءَ سنڌ جي ٻرندڙ مسئلن ڏانهن اک کڻي نٿو نهاري، سنڌي سماج جو بنيادي تڪر سنڌي هارين تي زميناري ڦرلٽ، ڏاڍ ۽

ڏهڪاءِ آهي. نسيم جي افسانوي دنيا ۾ ان ٽڪر ۾ اُن مان پيدا ٿيندڙ مسئلن جو نالو نشان بہ ڪونهي. سندس افسانا، فن جو ڪرشمو ۽ گهڙيءَ جو تماشو آهن. کيل ختم، پئسا هضم.“ (نسيم کرل: وڏو ڪهاڻيڪار وڏو ماڻهو— ص 9)

اڻين تہ ان حوالي ۾ متي ڳڻايل هُن جون سڀ ٻارهن ڪهاڻيون، مفصل وياکيا جون مستحق آهن. ليڪن هتي وقت جي تنگيءَ سبب، مان فقط اُنهن ٻن ڪهاڻين جو تاثر درج ڪرڻ چاهيندس، جيڪي الڳ الڳ هڪ طرف سنڌ جي ٻهراڙيءَ جون تہ ٻئي طرف هُن جي وسيع انساني جذبي ۽ غير تعصبي نظريي جون عيوضي ڪهاڻيون آهن. (1) ٻهرين مراد ۽ (2) مُساوات.

”ٻهرين مُراد“ ڪهاڻيءَ ۾ سنڌ جي هڪ نازڪ مسئلي ڀاڳين ۽ چوپائي مال جي گڏرنگ، چورن جي زنده تصوير آهي. عنايت اهڙو گڏرنگ چور آهي. هاڻي ٻڍو اچي ٿيو آهي تہ پنهنجي نوجوان پٽ ماڻڪ کي، جنهن کي ٽيون سال ڀاڪي کنئي ٿيو آهي، اُڪسائي ٿو تہ نڪر اباڻي ڪرت لاءِ. ماڻڪ بہ هُن جي ٽوڪ ۽ اُمنگ ۾ اچي ٻهرين مراد طور، پري اوير مان پيءُ جي ئي اهڙي گڏرنگ چور ڀاڳئي سنجر جي پلي مينهن چوري، اسر ٽيڻ کان اڳ اچي ٿو ۽ وٿاڻ ۾ ٻڌي. پري هوڏانهن سنجر ۽ هُن جا ساٿاري پيرو کڻندا اچي ٿا عنايت جي وٿاڻ تي پهچن، جتي اچي پيرو کُٽي ٿو. عنايت ميان تہ اصل گهبرائجي ٿو وڃي. پٽ سڳ سوڌو پڪڙيو آهي، پر هوڏانهن ماڻڪ بہ تہ ماڻڪ آهي. تلاشيءَ ڏيڻ ۾ اجا رات پئي آهي. رات وچ ۾ مينهن کي ماري، ڳترا ڳترا ڪري وڏي کڏ کوٽي، سڀ ڪجهہ اڻين ڏٽيو ڇڏي جو تلاشيءَ وقت ڪاريءَ وارا ڪک.... سنجهر ۽ هُن جا ساٿاري... سڄو وٿاڻ هيٺ مٿي ڪري ٿا ڇڏين، پر مينهن هجي تہ لڀي نہ پڪ تہ ڪين آهي. مال جي چورن کي پنهنجا آزمودا ياد اچن ٿا. ڪهاڻيءَ جو عروج اجهو هتي آهي،”ٽپهريءَ مهل گُلو ڪوکر، پيارو ڪوکر ۽ سنجر پاڻ سڄو پڙ ڦٽولي بيٺا تہ ڪاريءَ وارا ڪک هٿا. واڙي ۾ مُشڪ جو سو ٻوٽ ٻڌو پيو هو. باقي سنجر واري مينهن جُڻ تہ زمين ڳهي وئي هئي. سنجر دل تي جهاڙرو ڏئي، عنايت کي ڀاڪر پائي موڪلائيندي چيو:” ادا عنايت، اربيلي مري ويئي تہ پرتي ربّ کي، جي جيئري هوندي تہ پاٺي ڀاڳين لهندس. توکي سو ماڻڪ جائي جون مبارڪون هجن.“

پير حسام الدين راشديءَ جهڙي ڏاهي ادبي پارکوءَ هن ڪهاڻيءَ جي موضوع، مواد ۽ سڀ کان وڌيڪ اُن جي ٻولي، محاورن ۽ ورجيسن جو هڪ وڏي تبصري ۾ تفصيلن سان جائزو ورتو آهي ۽ پوري تصوير اکين آڏو مجسم ڪئي آهي. اُهو پڙهڻ وٽان آهي.

نسيم جي ٻي ڪهاڻي 'مُساوات' تہ اَڃا بہ بجليءَ جي اُگهاڙي تار آهي. هيءَ ڪهاڻيَ، ايوب شاهيءَ وقت سڄي پاڪستان کي – جنهن ۾ سنڌ جي وجود کي ختم ڪري 'ون يونٽ' ٺاهيو ويو اُن جي خلاف مارچ 1964ع ۾ سنڌ جي شاگردن ۽ عوام جيڪو وڏي پيماني تي اَندولن برپا ڪيو اُن جي ڪهاڻي آهي.

سنڌ ۾ وڏي باهہ ٻري هئي اُن وقت هزارين شاگرد گرفتار ڪيا ويا. سوين فوجي گولين جو شڪار ٿيا. ڪهاڻيءَ ۾ ڊيڪاريل آهي، تہ جي هڪڙي ايس پيءَ کي مٿان حڪم اچن ٿا تہ گرفتار ٿيل شاگردن مان ڪن کي ماري، صوبي ۾ دهشت پيدا ڪئي وڃي، جيئن اها ڀڙڪيل باهہ ڏبجي وڃي. پر هُن جو صوبيدار في الحال اهڙي وحشت لاءِ تيار ناهي. ڪهاڻيءَ جي اوسر ۾ ٻنهي جي گفتگو حجتون، فڪرمنديون خوف زده ڊنگ ۾ اُڀرن ٿيون. ٻئي پنهنجي مسلم شاگردن کي ائين مار ڇڏڻ تي پچتائيءَ ۾ آهن. ڀڪڙيل شاگردن جي نالن جي لسٽ صوبيدار پڙهي ٿو، اول وارا نالا مسلم شاگردن جا آهن. آخر صوبيدار جي مُنهن تي رونق اچي ويئي:

"بس سائين بس ڪم ٿي ويو."

"وارو ڪر. نالا پڙهہ."

"نالا ڪهڙا ٻڌايانءِ مڙئي مزي جو مزو ڀئنچن تي بہ ٽوروءِ پويان ماٺهو تہ ڇا پر ڪُتي بہ نہ پؤنڪندي"

"ٻڌاءِ تہ سهين."

"گوپالداس ۽ آنند نارائڻ."

"وهہ وا، بهار علي بيشڪ تون سياڻو آهين.."

انهن شاگردن کي ختم ڪري هڪ طرف دهشت پيدا ڪري، ٻئي طرف هُلايو ويو تہ اهي شاگرد بارڊر ٽپي رات جي لپيٽ ۾ ڀڄي نڪتا. هو هندستان جا جاسوس هئا.

هن ڪهاڻيءَ جو عروج، نسيم کرل جي مخصوص ڇاپ وارو اڃا بہ وڌيڪ پوائنٽو آهي. ايس پي ٻئي ڏينهن صبح جو پنهنجي بنگلي جي لان تي بيگم سان چانهہ جون چُسڪيون ڀري رهيو آهي. پرسان سندس ٻارنهن سالن جو نينگر ڪنهن ڪتاب ۾ منهن وجهيو ويٺو هو. اوچتو پڙهندي پيءُ کان پڇڻ لڳو:

"بابا، پري پيڙيءَ ۾ واٽيو ڳوُرو ڪيئن هوندو؟"

اَيس پي صاحب کان ڇرڪ نڪري ويو. چانهہ هارجي ڪپڙن تي ڪري.

"ڇا پيو پڙهين؟"

"بابا پهاڪن جو ڪتاب آ 'گل شڪر'"

”ڪنهن جو لکيل آ؟“

”ديوان آڏواڻيءَ جو.“

ايس پيءَ ڪر جواب ڏيڻ بجاءِ وري پٽ ڏانهن ڏٺو جو معصوميت ۾ ڏانهس ڏسي رهيو هو. هُن ڪي گهڙيل دمَ ٻاهر ڪڍي شڪ جو ساهه ڀريندي چيو:

”پٽ اِهو ڀاڪو واڻيي پنهنجي مطلب تي ٺاهيو هو.

هيءَ ٿر ته مولا جي مهربانيءَ سان مُساوات تي مُساوات آ.“

hiroshevkani@hotmail.com



آئون مترجمن جي عزت ڪندو آهيان. سواءِ انهن مترجمن جي، جيڪي سمجهاڻيءَ لاءِ فوٽ نوٽ هڻندا آهن. اهڙي قسم جا مترجم پڙهندڙن کي اهڙيون ڳالهيون سمجهائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، جيڪي ليکڪ چاڻايون ئي نه هونديون آهن. ترجمو ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي. هڪ ته مترجم کي نه داد ملندو آهي ۽ نه ئي وري ايترو پئسو. اصل ۾ سٺو ترجمو اهو آهي، جنهن ۾ اصل لکڻيءَ کي ٻيهر تخليق ڪجي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو آئون گرگلوري راباسا جي تمام گهڻي عزت ڪندو آهيان. منهنجا ڪتاب ايڪويهن ٻولين ۾ ترجمو ڪيا ويا آهن، پر راباسا واحد مترجم آهي، جيڪو پنهنجا فوٽ نوٽ هڻي پڙهندڙن کي نه سمجهائيندو آهي. منهنجي خيال ۾ انگريزيءَ ۾ منهنجين لکڻين کي ٻيهر تخليق ڪيو ويو آهي. ڪتاب جا ڪيترا ئي اهڙا حصا هوندا آهن، جن کي ٻيءَ ٻوليءَ ۾ بيان ڪرڻ ڏکيو هوندو آهي. ماڻهو ائين سمجهندا آهن ته مترجم ڪتاب پڙهندو آهي ۽ پوءِ پنهنجي دماغ تي زور ڏيئي ياد ڪري پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ لکندو آهي. اهو ئي ڪارڻ آهي جو آئون مترجمن جي عزت ڪندو آهيان. مترجم دانشور هئڻ جي بدران تخليقڪار هوندا آهن. نه رڳو پبلشر کين گهٽ پئسا ڏيندا آهن، پر کين تخليقڪار به نه سمجهندا آهن. ڪيترائي اهڙا ڪتاب آهن، جيڪي آئون پاڻ اسپينش ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪرڻ گهران ٿو پر انهن ۾ ايڏي ئي محنت ڪرڻي پوندي، جيتري پنهنجي ڪتاب لکڻ ۾. ۽ پوءِ ايترا پئسا به نه ملندا، جو آئون پنهنجو پيٽ پري سگهان.

گارشيا مارڪيز



# آغا سليم جا ناول
# ۾ سندس ناول "هَمہ اوست" جو تفصيلي ذڪر

ڪلا پرڪاش

سنڌ جي ناول نويس آغا سليم جا چار ناول "اونداهي ڌرتي، روشن هٿ" "ٻہ ننڍيا ناول" جي سري هيٺ "روشنيءَ جي تلاش" ۾ "اڻ پورو انسان" ناول پڙهڻ بعد مون کي احساس ٿيو تہ ناول جي شاخ ليکڪ سهوليت خاطر اپنائي آهي. حقيقت ۾ هن کي ڪي آدرش ۾ فيلسوفيون ۾ زندگيءَ جون يا تاريخي ۾ راڄنيتي سچايون اظهار ڪرڻ جي تمنا آهي ۽ هن ناول کي هڪ ذريعو بڻايو آهي.

مان ناول نويسيءَ جي ادبي اُصولن جو ذڪر نٿي ڪريان. هر هڪ اديب پنهنجا اُصول پاڻ گهڙيندو آهي. اديب آغا سليم ادب کي يا ناول کي هڪ مخصوص مقصد ڪٺي خلقيو آهي. مان پهرين هن جي ناول "همہ اوست" بابت پنهنجو ردعمل اظهاريان ٿي.

هن ناول ۾ تاريخي پس منظر آهي. سمن جي دؤر جي ڪهاڻي آهي. ڪهاڻي هڪ حاڪم سجاول خان سمي جي شڪارگاهہ جي محفل سان شروع ٿي ٿئي. حاڪمن ۽ نوابن جي عيش پرست زندگي، شڪار گاهن لاءِ اڏيل تنبن ۾ زندگيءَ جي هر سهولت ميسر هئڻ سان گڏ رات جي وقت ناچڻيءَ جو بندوبست بہ هوندو هو تہ چارڻن ٽي بہ ڳائڻ لاءِ گهرايو ويندو هو. وقتي لنگهياٽيون بہ ڳائڻ لاءِ اچي پهچنديون هيون. چارڻ ۽ لنگهياٽيون پنهنجن ڪلامن ۾ سنڌ جي سقيم حالت بيان ڪن: يون ميون تہ سنڌ کي ڪيئن ڏاريا لُٽي رهيا آهن.

صفحي 14 تي چارڻن جو ڳايل ڪلام:

لک لڙيا اکنوءِ ڪان، لک اُلٽيا ارهيڙا
پورب جتن پلٽي پيا، جتن واڪا ڪري واءَ

علادين بہ آئيو جت آلا ڪاٽ ہرن
پوربي ۽ پڇمي، جتي ڪوهستاني بہ ڳڏن
ايران ۽ ٿوران جا، ڪنا خوب ڪڙن
ڪڪا، ڪارا ڪابلي، انت نہ امرائن
نوَ لک، ڏهہ چلين، اچي سنڌ وڪوڙي تن.

هن ناول ۾ ڪردار ايترا گهڻا آهن جو پڙهندڙ مُنجهي ٿو پوي. شاهہ عبداللطيف بہ هڪ ڪردار طور پيش ڪيل آهي. ماڻڪ ۽ موهن نالي ڪردار آهن. پادري الفنسو باربوسا ۽ مسٽر ايلز جا ڪردار آهن. علي ۽ سندس زال هڪ جوڙي جا ڪردار آهن. انهن سيني ڪردارن جي پنهنجي ليکي ڪا اهميت نہ آهي. هو صرف گيتا، جين ۽ ٻڌ ڌرم، چرچ يعني ڪرستانن جو مذهب وغيره سمجهائڻ لاءِ خلقيا ويا آهن.

شاهہ عنايت بہ هڪ ڪردار طور آندو ويو آهي. حقيقت ۾ ڪردار نگاري نہ جهڙي آهي. هو بہ صرف ڪي پيغام ڏيڻ لاءِ خلقيا ويا آهن. البت سارنگ ۽ سنڌوءَ جي ڪردارن ۾ ڪجهہ ساهہ آهي، پر اُهي بہ گهڻي دلچسپي پيدا نٿا ڪن.

هن ناول ۾ ماحول بيان ڪرڻ لاءِ يا انساني جسم جي سونهن بيان ڪرڻ لاءِ ليکڪ جو هڪڙو پنهنجو انداز آهي، پنهنجي ٻولي آهي، اُها ڏيان ڇڪائيندڙ آهي.

مثال 146 ۽ 168 صفحن تي عورت جي انگن جو بيان:

"ڇاتيون ماسيريون، انگور جي رَسيل ڇُڳن جهڙيون، چيلهہ سنهي، اکيون وڏيون، پنبڻيون ڊگهيون ۽ وريل..."

قدرت ۽ ماحول جو بيان (شروعات ۾):

"شام لٿي ۽ نيڻ نهار پکڙيل پيلو قدرت جي رنگن ۾ جرڪڻ لڳو. ٻيلي جي پاسي ڪِان وهندڙ سنڌوءَ جي ميرانجهي (ميرانجهي ٺيڻ ڪيپي يا ميرانجهڙي؟) پاڻيءَ ۾ شفق جا رنگ پئجي ويا. هوا جو تيز جهوٽو لڳو ۽ ڪپر سان بيٺل ٻيڙين جا اڇا اڇا سڙهہ شفق جي ڳاڙهاڻ ۾ ڦڙڪڻ لڳا.

.....ابابيل اڏاڻا ۽ ڪا ولر ڪان وڇڙيل ڪونج ڪُرڪي."

هن قسم جو قدرتي ماحول ۽ شڪارگاهن جي تنبن وغيره جي بيان ۾ جيڪو انداز اختيار ڪيو ويو آهي، تنهن کي پڙهي محسوس ٿئي ٿو تہ ڄڻ شهر ٻڌجي ويا آهن.

تنبن جي ٻاهران ڏاند، اُٺ، گهوڙا، ڊِگي گاڏيون، ڇڪڙا، اچ وچ ۽ چوٻول.

هي ذري پرزي احوال مخصوص ماحول پڙهندڙ اڳيان آڻي ٿو بيهاري. جنهن لاءِ مبارڪون!

ناول جو مقصد تہ اعليٰ آهي. ان ڪڙي سچ کي پڌرو ڪرڻ تہ سچ هر دؤر ۾ سوريءَ چڙهيو آهي. هن ناول "همہ اوست" ۾ سنڌ جي سرويچ "شاهہ عنايت" جي سسيءَ ڌڙ کان ڌار ٿي، ان دل ڏاريندڙ قصي جو آخر ۾ احوال آهي ۽ آخر ۾:

ملڪ مڙيوئي منصور ڪُهي ڪُهندين ڪيترا.

هيءَ ڏاڍ ظلم خلاف انسان جي امر صدا آهي. مون شروع ۾ ئي چيو تہ فيلسوفي پنهنجي سِر خوبصورت آهي. گهڻيون ئي گيان جون ڳالهيون آهن. مذهبن جي سمجهاڻي آهي- سوال آهي تہ ناول ڪٿي آهي؟

ناول ۾ رٿا، ڪهاڻي، ڪردار نهڪندڙ ماحول ۽ فنائتي نموني مقصد تائين پهچڻ، ناول جون تقاضائون آهن. مون کي لڳو مون هڪ ناول نہ پر فيلسوفيءَ تي هڪ گرنٿ پڙهيو آهي.

اديب ڀاءُ آغا سليم جو ٻيو ڪتاب "ٻہ نئيا ناول" آهي، جن جا الڳ الڳ نالا آهن.

"روشنيءَ جي تلاش" ۽ "اڻ پورو انسان"

مان روشنيءَ جي تلاش ناول کي جيڪر هڪ لنبي ڪهاڻي سڏڻ پسند ڪريان، نہ ان ڪري جو صفحا صرف 74 آهن، پر ان ڪري جو اهي 74 صفحا ئي ڪهاڻيءَ جي نائڪا "شميم"جي چوگرد ڦرن ٿا، جيڪا هڪ بي چين انسان آهي، جنهن کي روشنيءَ جي تلاش آهي. اها پاڻ پنهنجي لاءِ چوي ٿي تہ "مون ۾ محبت جو مادو ئي ڪونهي."

هن مشيني دؤر جي ڪنهن بہ انسان ۾ محبت جو مادو ڪونهي، سڀ مشين جيان محبت کان خالي آهن.

شميم 'مان' ڪردار سان مڪلي تي وڃي. اتي جون قبرون ۽ سنسان ماحول کيس ڏڪائين ٿا، هوءَ واپس وري گوڙ گنبڙ واري ماحول ۾ پهچڻ تي گهري. هوءَ نائڪ کي چوي ٿي:

"مون کي گوڙ گهمسان ۾ وٺي هل، جت مان اڪيلائيءَ جون رڙيون ٻڌي نہ سگهان."

شميم کي هڪ سُياوڪ ٻالڪپڻ نہ مليو. سندس ماءُ هڪ پئسي واري عورت آهي. طلاق شده آهي، پر پئسو ختم ٿيڻ تي ڏيءَ شميم کي ماءُ تي ڪري بہ هڪ غير مناسب پيشي ۾ تي ڏڪي.

ڪن ڳاڻ ڳڻين انسانن سان ائين ٿئي ٿو. اُهي بہ انساني سماج جو حصو آهن. هنن جا دک درد بہ سباهت ۾ اچڻ کپن، پر اهو هرويرو عام فهم مسئلو نہ آهي. هن ناول ۾ بہ ليکڪ آغا سليم نائڪا شميم جي زبان مان بي شمار فيلسوفاڻا گفتا چورايا

آهن. جيڪي پڙهڻ ۾ سُنا لڳن ٿا، پر ناول جي ڪهاڻيءَ ڪي يا ڪردار ڪي ڪهڙي هتي ٿا ڏين، اهو سوالِ وري بہ رهجي ٿو وڃي. شميم نالي نائڪا جي شخصي زندگي ۽ سندس ويچار يا جيون فيلسوفي ۾ وڏو تضاد آهي. اهو تضاد هوندن پاٺڪ جي من ۾ جيڪر گهرو درد پيدا ڪري، پر ائين ٿيو ڪونهي. ڪارڻ اهو ئي ٿو لڳي جو ليکڪ نائڪا کي آزاد نہ ڇڏيو آهي. پنهنجي فيلسوفي ۽ ويچار هن مٿان زوريءَ مڙهيا آهن. هوءَ ليکڪ جي هٿ ۾ ڪٺ پتلي جيان آهي. اهو ئي سبب آهي جو نائڪا جو زهر وٺي آپگهات ڪرڻ جهڙو واقعو بہ پاٺڪ جي اکين ۾ ڳوڙها نہ آڻيندو. مان ائين ٿي سمجهان. هن ناول ۾ بہ "همہ اوست" ناول وانگر هڪ خوبي ضرور آهي، اها آهي ليکڪ جي بيان جي قوت. 'شميم' نائڪا جي موت کان پوءِ ناول جو 'مان' ڪردار پنهنجي حالت هيٺن ٿو بيان ڪري:

"مان اڪيون ڦاڙي هن جي مرده چهري ڏانهن نهاريندو رهيس ۽ پوءِ هڪدم ڪمري مان نڪري آيس ۽ شهر جي سڙڪن تي گهمڻ لڳس. هر طرف سانت ۽ تاريڪي ڦهليل هئي. شهر جون سڙڪون هڪ بئي سان ملنديون، وڇڙنديون، پنهنجي ئي ڳولا ۾ گم ٿي ٿي ويون. ستارن جون ڏياتيون اجهامي ويون هيون. چنڊ جي شڪل بي نور ٿي ويئي هئي ۽ زندگيءَ جي آوازن کي سانت جي ڏٻڻ ڳهي ڇڏيو هو ۽ ڏرتيءَ جو گلو جلي سڙي رک جو ڍير ٿي ويو هو."

ناول جي 'وشيہ' نهايت گهري آهي. 'شميم' نالي نائڪا هڪ ٻاڪاريندڙ روح آهي. پاڻ چوندي رهي ٿي تہ محبت اڄ ڪلهہ آهي ڪانہ. پر سندس روح محبت لاءِ تڙپندو رهي ٿو ۽ هوءَ هن محبت کان خالي دنيا ۾ جيئڻ ئي نٿي چاهي. آخر پنهنجو خاتمو ٿي آڻي. ليکڪ جي وشيہ سان نباهڻ جي قوت ۾ اڃا گهرائي گهربل هئي. گهرائي، نزاڪت، ڪردار نگاري، انهن عناصرن تي وڌيڪ ڌيان ڏنو وڃي ها تہ گهڻو وڌيڪ اثر ڇڏي ها ۽ پاٺڪ جي دل ڏاري ڇڏي ها.

اڌ پورو انسان

هيءُ ناول هڪ يت تي ٽنگيل "پينٽنگ" جي بيان سان شروع ٿو ٿئي. ٻين ناولن وانگر هن ناول ۾ منڍ ۾ ناول نويس آغا سليم جي تفصيلن پرئي ۽ ٹُز بيان جي خوبي ظاهر ٿئي ٿي. مثال:" پينٽنگ ۾ هڪ اترادي ڍڳي گاڏي ڏيکاريل آهي، ان ۾ هڪڙو پوڙهو گاڏير ويٺو هو. چنل ڦاٿل ڪپڙا، ميري پڳہ ڏرا ڏيئي ويل اکيون، منهن ۾ گهنجن جو چار ۽ بي نشان ۽ بي منزل سفر جو ٿڪ! ساڄيءَ ئي پينٽنگ ۾ ان پوڙهي گاڏڙ جي پر ۾ هڪڙو ٻار ڏيکاريل آهي. ان ٻار جو بيان پڙهو:

"مٿي تي ٹُڪ جي ٽوپي، پاسي تي ڳچيءَ وارو ململ جو چولو، ڳچيءَ ۾ چانديءَ جو تعويذ، ٻارڙي جي چپن تي مرڪ هئي. هن جي مرڪ ٻاڪ وانگر ٿي لڳي."

هي بيان پڙهي مون کي گُني سامتاڻي جي ڪهاڻي "پرلڻ" ياد آئي. ڍڳي گاڏيءَ ۾ ويٺل پوڙهو موت جي قريب آهي، پر ٻارڙو جنهن تڪ جي ٽوپي، ململ جو چولو ۽ چانديءَ جو تعويذ ۾ مرڪ وري زندگيءَ جو پيغام ٿا ڏين. چپن تي مرڪ پرهه جي باک وانگر آهي ۽ زندگيءَ جو پيغام ٿي ڏئي.

هن ناول جو سڄو نچوڙ ته پهرئين صفحي ۾ ئي گويا ليکڪ آغا سليم ڏيئي ڇڏيو آهي.

هن ناول جي وشيه سري مان ظاهر آهي: انسان پاڻ کي اڻ پورو يا نامڪمل ٿو سمجهي. شاديءَ بعد ٻار ٻچا ٿين ۽ پوءِ هن کي پنهنجي گهرو حياتي پاروٿي لڳي ٿي. پاڻ کي وندرائڻ لاءِ هو ٻاهر ڀٽڪي ٿو. ڌارين عورتن جو سنگ ٿو ڪري، ڀٽڪي ڀٽڪي وري واپس گهر ٿو اچي. هن ناول جو نائڪ پنهنجيءَ پتنيءَ سڪينه مان دل ڌاپي وڃڻ بعد ٻاهر ڪن عورتن جو سنگ ڪري ٿو. هڪ عورت شميم سان ته ملڪ ڇڏي پرڏيهه وڃي نئين زندگي شروع ڪرڻ لاءِ به سوچي ٿو پر پنهنجيءَ سوچ تي عمل نٿو ڪري سگهي. اڳتي هلي نائڪ جي سوچ ۾ ڦيرو اچي ٿو:

"تي سگهي ٿو زندگيءَ جي واٽ تي شيرين سان هٿ هٿ ۾ ڏيئي هلندي، مان ٿوريءَ دير لاءِ ٻيهي، پنهنجي ماضيءَ ڏي نهاريان. اُنهن معصوم ٻارن جن جُون معصوم خوشيون کسي، لتاڙي، مون پنهنجون خوشيون حاصل ڪيون، تي سگهي ٿو ته مان اُن وقت پڇتايان، تي سگهي ٿو ته مان شيرين کي ڏوهه ڏيان. تي سگهي ٿو ته اها ڳالهه منهنجي ضمير جو ناسور بڻجي وڃي ۽ مان شيرين کي اُهي خوشيون ڏيئي نه سگهان، جن کي ماڻڻ لاءِ هوءَ پنهنجي سموري زندگيءَ جو داءُ لڳائي رهي آهي."

هيءَ سوچ نائڪ جي وويڪ (ضمير) جو آواز آهي.

هن ناول جي پڇاڙيءَ ۾ نائڪ پنهنجيءَ چيمبر ۾ اچي ٿو. هن اڄ هڪ نوجوان کي ٽي سال سخت پورهئي سان ٽيپ ڏني هئي. فيصلو ٻڌي نوجوان جي چپن تي مرڪ تري آئي هئي. جڏهن پوليس جي گاڏي اُن نوجوان کي جيل نئڻ لاءِ رواني ٿي، تڏهن ناول جو نائڪ دريءَ مان نظر ايندڙ نظارو ٿو بيان ڪري:

"سامهون وارن گهاٽن ۽ ساون وڻن جون لامون لڏڻ لڳيون. وڻن جي سائن چوٽين مٿان آسمان تاٽيل هو نيرو روشن ۽ اجرو جهڙو انسان جو آئيندو!"

انسان جو آئيندو روشن ۽ اُجرو آهي، اهو خيال نائڪ کي اُن مرڪ ڏيڻ جيل ڏانهن ويندڙ نوجوان کي ڏسي ٿو اچي، جنهن آدرش خاطر مرڪندي جيل قبوليو هو!

هتي ليکڪ هڪ وڏي مطلب جي ڳالهه چئي آهي ته صرف شخصي حياتي ڪمائي، حرص ۽ هوَس آهي. اهي چيزون انسان کي ڪو مان مرتبو نٿيون بخشين، پر

زندگي معنيٰ ڀري ان جي آهي، جيڪو ڪنهن آدرش لاءِ، ڪنهن مقصد لاءِ جيئي ٿو. پورڻتا ان ئي انسان کي محسوس ٿيندي، نہ تہ انسان پاڻ کي اڻ پورو ئي سمجهندو رهندو.

هيءُ پيغام وڏي معنيٰ ٿو رکي، پر هن ناول جي ڪهاڻي، رٿا، ڪردار اهو پيغام ڏين ٿا؟ سڀ ڪجهہ ڳجڙ ڳجڙاڻي آهي. سڀ ڪجهہ معنيٰ خيز هوندي بہ ناول نويسيءَ جي تقاضائن جو خيال نہ رکيو ويو آهي. ليکڪ آغا سليم هڪ انسان طور ۽ ٻڌيمان شخص طور ڪافي اُڀري ٿو بيهي، پر ناول نويس طور ڪيس اجا گهڻو پنڌ ڪرڻو پوندو.

اونداهي ڌرتي، روشن هٿ

هن ڪتاب تي لکندي مان پهرين "روشنيءَ جي تلاش" ناول جي 12 صفحي تي لکيل لفظ لکان ٿي:

"سنڌ تہ آهي ئي بيداد نگري، پراوا حاڪم پرايون عدالتون، پرائي فوج، رڳو ڌاڙ ۽ ڌهڪاءُ."

ليکڪ آغا سليم جو هيءُ درد سندس ناول "اونداهي ڌرتي، روشن هٿ" ۾ بخوبي ظاهر ٿيو آهي. ناول جَي پهرئين حصي ۾ سارنگ نالي سنڌي سنگتراش سان اهو بيداد ٿيو جو هن جا هٿ ڪپيا ويا. اُن جو ڪارڻ هيءُ آهي تہ هن 'سنڌوءَ جي هڪ انمول مورتي ٺاهي. ان وقت جا حاڪم جنهن کي پوڄاري سڏيندا هئا، تنهن هن سنگتراش جا هٿ ان ڪري ڪپايا، جيئن هو ٻيهر اهڙي مورتي ٺاهي نہ سگهي. هتي هڪ لاثاني عورت جو ذڪر آهي، جيڪا پنهنجيءَ سونهن جو مٺ پاڻ آهي ۽ هوءَ حاڪم يا پوڄاريءَ پنهنجي محل ۾ ويهاري آهي. حاڪم هر سال نئين عورت ڳولهي ويهاريندو آهي. هر سال ميلي ۾ هڪ Beauty contest وانگر عورتون ڀاڱ وٺنديون هيون ۽ پوڄاريءَ کي جيڪا سيني کان وڌيڪ وڻي، تنهن کي هو سال لاءِ محلات ۾ رهائيندو هو. هتي سنڌو اها عورت آهي.

ٽائيٽل تي غور ٿو ڪجي تہ ائين ٿو لڳي شايد آغا سليم سنڌ جي ڌرتيءَ کي اونداهي سڏيو آهي، ڇو تہ سدائين ظلم ۽ ڏاڍ جو شڪار رهي آهي، پر سارنگ ۽ جهڙس ٻين سنڌ جي ڌرتيءَ جي ديوانن پنهنجا هٿ ڪپائي، پنهنجا سر ڏيئي بہ هن ڌرتيءَ جي عبادت ڪئي آهي. اُنهن روشن هٿن کي سلام آهي، جن هر دؤر ۾ مشعالون هٿن ۾ ڪنيون آهن.

آخر ۾ ناول نويسيءَ تي اچان تہ اعليٰ مقصد سان لکيل هيءُ ناول بہ ناول نويسيءَ جي تقاضائن سان نباهي نہ سگهيو آهي. ليکڪ جي مراد ضرور پوري ٿي آهي، جو سنڌ ڌرتيءَ اڳيان پانڪ سر جُهڪائيندو سنڌو نديءَ جي عبادت ڪندو پر ڪردار نگاري، افسانوي رنگ ۾ گهٽي رونق نہ آهي.





# ساھہ مُٺ ۾

تيرٿ چانڊواڻي

”ساھہ مُٺ ۾“ ناول نئين ادب جي علمبردار هڪ سجاڳ ۽ ذهين ليکڪ هڪ سوڪيہ Theme کي کڻي لکيو آهي. هن جي قلمَ ۾ زبردست طاقت آهي، سماج کي/ راڄ کي ڏوڏي ڇڏڻ جي. هو ناول ۾ ڪٿي بہ آئوٽ سائيڊر ٿي نہ رهيو آهي. هُو ناول جي نس نس ۾ گهڙي ويو آهي. ڪردارن جون پيڙائون سندس ئي لڳي رهيون آهن. ماڻڪ اڳ ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ڪري چڪو آهي. سندس مشهور ڪتابن ۾ ”حويليءَ جا راز“ ۽ ”پاتال ۾ بغاوت“ وغيره شامل آهن. هاڻ اچون ناول تي.

سرحد جي هُن پار سنڌ! سنڌ هاڻ جيڪا سنڌين جي نہ رهي آهي. سنڌي جيڪي مسلمان نہ بلڪ پاڻ کي پهرين سنڌي سمجهي رهيا آهن ۽ پوءِ مسلمان. هتي ڌرمَ جوئي جنون آهي، اُنهن جي خوفناڪ صورتن جا بد زيبا چِٽر ڏنل آهن.

ناول ۾ ڊيڪاريل آهي تہ سنڌ جي حال ۾ پاڪستان جي سياسي ۽ سماجڪ حالتن سبب سنڌي ”ساھہ مُٺ ۾“ کڻي جِي رهيا آهن. مذهب ۽ جنون انسانيت تي حاوي آهي. مليٽري راڄ سيني کي ساڙو ڪري ڇڏيو آهي، سو ڊپُ سندن ذهن ۾ گهڙي ويو آهي. نہ ڄاڻ ڪٿان ڪا گولي ايندي، جا آرپار گذري ويندي، نہ ڄاڻ ڪير ڪٿان اچي هٿڪڙيون هٽي پڪڙي ويندو ۽ ڪارا گاھہ ۾ ڦٽي ڪري ڇڏيندو. چوويهن ئي ڪلاڪن جي هيءَ خطرناڪ ڪهاڻي آهي.

هيءَ ناول 1986ع ۾ ڇپيل آهي. ان کان اڳ جو لکيل آهي، جنهن کي 27 – 26 سالن جو وڏو عرصو گذري چڪو آهي، پر حالتون اڄ بہ ساڳيون آهن، جن جو ذڪر 27 – 26 سال اڳ ماڻڪ ڪري چڪو آهي. ناول جي هر صفحي تي پيڙائون آهن، ياتنائون آهن، ڇٽپٽائون آهن، جيئڻ لاءِ هڇڪيون آهن، ڪشمڪش آهي، چيخون آهن، چلاهنون آهن، جي پڙهندڙن جي نسن کي سُن ڪيو ڇڏين. موهن ڪلپنا ناول بنسبت چوي ٿو ”اڄ مون کي هڪ ئي خيال مغز ۾ گُهمي رهيو آهي تہ ڪوئي پيڇو ڪري رهيو آهي، ڪا اک ڪٿان بہ مون کي ڏسي

رهي آهي. اهڙو شڪ ڪنهن کي ٻه ڪنهن به بنيادي بيماريءَ ۾ مبتلا ڪري ٿو سگهي. جيئڻ جو مزو نڪري ويو آهي. ماڻهو صرف خام خياليءَ ۾ ڦرندو ٿو رهي. اڌ پاڳل جيان، ننڊ، آرام، سک چين، ڪائڻ پيئڻ گرهست جيون، سڀ وسريو وڃي. سڀ مان ارواح ڪڍيو وڃي. ڪوئي گولي نه هٽي ڇڏي، اها چٽپٽاهٽ صرف ماڻڪ جي ڪانهي، هر سنڌي فرد جي آهي جو سنڌ ۾ هن ماحول ۾ جي رهيو آهي. چؤڏاري جنوني ماحول، وحشي حيواني هنبوڇيون، وات کولي ڳڙڪائي وڃڻ لاءِ تيار ڊپ جا پاڇولا، ذهني موڳائي، ڏرا ڏنل اکيون، نپوڙجي ويل انساني شرير، قسطن ۾ ساهه. لڪوا ماري ويل ڦڦڙ سنڌين جي بدبختائي/بدقسمتي. هيءَ ڪتاب پڙهيم. ليتي شروعات ڪيم. پوءِ پت تي ٽيڪ ڏنم ۽ گهڻو وقت ڪرسيءَ تي ٿي ويٺس. مون کي لڳو مون کي رت جي اُلٽي ايندي. مون کي لڳو ماڻڪ نه مُئو آهي، ماڻڪ سان گڏ اڄ منهنجي اندر جو هڪ حصو مري ويو آهي. مون کي لڳو ماڻڪ جيڪڏهن هيءَ ناول نه لکي ها ته ايترو جلد نه مري ها.“ هو ٻئي هنڌ چوي ٿو ”ماڻڪ جو هيءَ ناول پاڪستاني آمريت، پرماريت ۽ غدار وڏيرا شاهيءَ جي پس منظر ۾ سنڌ جي سنڌين جي تباهيءَ جو مختصر مهاڀارت آهي. ”ساهه مُٺ ۾“ سنڌي زبان جو پهريون جديد ناول آهي.“ (ص.18).

انساني مُلهن قدرن، وجود، قومي شناخت قائم رکڻ لاءِ چٽپٽاهٽ، جدوجهد، ناول ۾ ذڪر ڪيل خاص طور ملٽري راڄ ۽ ڪن ڪٽرپنٿين هٿن ۾ حڪومت جي واڳن هجڻ سبب، ڪنهن سالم دماغ کي ساهه کڻڻ ۾ مشڪلات پيدا ٿي ٿئي. ساهه... ساهي... وري ساهه.... وري ساهي... قسطن ۾ ساهه کڻي کڻي ماڻهو ساڻو ٿيو وڃي.

ناول جو آڌار سنڌي زبان جو هڪ ليڪچرار ائين محسوس ڪرڻ ٿو لڳي ته ڪا لڪل مها شڪتي سندس پيڇو ڪري رهي آهي. ڪو سندس پٺيان آهي جو سندس هر منٽ، هر سيڪنڊ جو حساب رکي رهيو آهي. پنهنجيءَ ئي ڌرتيءَ تي هو پاڻ کي بيگانو ٿو سمجهي. غير سلامتيءَ جو احساس ڪيس اُڏوهيءَ وانگر کائي رهيو آهي. لڳاتار هُو اُن بابت ئي سوچي رهيو آهي. سندس آواز سندس نڙيءَ ۾ ئي ڦاٿل آهي.

هتي سوال صرف ماڻڪ جو نه بلڪ هر اُن سنڌيءَ جو آهي، هر پيڙهيءَ جو آهي، جنهن کي فوجي تاناشاهي ۽ ڪي ڪٽرپنٿي خاڪي وردين ۾ پليگ جا ڪوئا ٻڌجي، سنڌ جي جسم کي ٽُڪي رهيا آهن. هو آهستي آهستي جسم جا سڀ حصا کائي ويندا ۽ آخر ميجالو ڪائي کين کوکلو ڪري ڇڏيندا. سنڌ ۽ سنڌي پيسجي رهيا آهن. ناول ۾ وڏيڪ ڄاڻايل آهي ته سنڌي پٽي ۽ سنڌي هئڻ جو احساس هڪ عظيم گناهه آهي. سنڌي نسل ڀيانڪ ياتنائون ڀوڳي رهيو آهي. غير محفوظيءَ ۾ جي رهيو آهي. هڪ عام سنڌيءَ جو ”ساهه مُٺ ۾“ آهي. اُن صورت جي ذلتن کي، حال جي بدتر حالتن کي چٽڻ ۾ ماڻڪ ڪافي ڪامياب ويو آهي. سنڌ جو دهشت انگيز روپ، مذهب جي نالي ۾ سنڌي عوام جا ننڍا وڏا سپنا، اُمنگ دفنائي ختم ڪيا پيا وڃن.

هن ناول ۾ ڪئين اهڙا مثال ملندا، جي شرير ۾ سيسرات پيدا ڪري، لڳ ڪانڊاري چڙهندا. مان هت هڪ ٻه ٿي مثال ڏيئي رهيو آهيان، نه ته سڄي جو سڄو ناول هتي واپس ڏهرائڻو پوندو.

"ڇا اهو ضروري آهي ته ٻن ڪاسائين مان هڪ جي چونڊ ڪجي يا ڪيترن ڪاسائين مان هڪ جي. يا اهڙي قسم جي چونڊ اوس ڪرڻي آهي، جو اسان ڪسجندڙن کي اهو حق ڏنو وڃي ته چونڊيون پنهنجي ڪهندڙن کي! ۽ ٻاڪارڻ جي اُنهيءَ شڪل ۾، ۽ انهيءَ حد تائين حق نه وات ڦاڙي چئون: هيءُ ڪاسائي نه هُو هُو ڪاسائي، اسان جي پسند وارو ڪاسائي زنده آباد، جو هُو ڪاسائي اسان کي ڪهڻ ويل ماٺيپي واري اذيت ڏيندو ۽ ڪهڻ ويل لحاظ رکندو جو اسان کي وٽي ٿو." (ص 109)

حقيقتون آهن، انهن کان ٻه پيانڪ جقيقتون. آخر ۾ مان چوڻ چاهيندس، منير احمد سنڌي، ماڻڪ، سنڌ جي نئين پيڙهيءَ جو ڏکندڙ ذهن وارو سنڌ جي حالتن تي ڏمريل ڪاوڙيل سجاڳ ليکڪ آهي، جنهن جا پاتر سنڌي قوم جا هٿڻ ڪري جيڪي پوڳنائون، ذلتون، بدبختيون، عذاب ۽ عقوبتون سهي رهيا آهن، تن کي هن ڪافي شعور ۽ ايمانداريءَ سان اجاگر ڪيو آهي. اهي سڀ وحشتون جي هن ۽ هن جهڙن ٻين محسوس ڪيون آهن، هن آڏو آنديون آهن.

هيءُ هڪ شخص جي نه. بلڪ هڪ قوم جي پنهنجي سڃاڻپ، پنهنجو وجود ٽڪائي رکڻ جي ڪوشش آهي، جنهن ۾ هُو باقي عام سنڌي جيان اڪيلو بيوس ۽ مجبور آهي.

ناول جا ڪردار هڪ نه بلڪ هڪ سڄي قوم آهن، جا ڊپ ۽ حراس ۾ جي رهي آهي. جنهن جو آواز بند آهي، سچائيون ڪير ٻڌڻ لاءِ تيار ڪونهي. چوڌرد صرف خوف ئي خوف آهي. واڳون مليٽري يا ڪنٽرپنٽين جي هٿن ۾ آهن. اُنهن حالتن جي تصوير دنيا سامهون پيش ڪرڻ جو مقصد کڻي آيو آهي هيءُ ناول، جنهن ۾ ماڻڪ بلڪل ڪامياب ويو آهي.

۽ آخر ۾:

ماڻڪ کان ڪنهن پڇيو هو.

"اوهان جي زندگيءَ کي جلا بخشيندڙ سپنو...!"

جواب هوس: "انساني آزادي، سوچ جي، اظهار جي، عمل جي، ديس جي. ڌرتيءَ تي وسندڙ اڀوجهه انسانن جي سماجي، اقتصادي تحفظ ۽ سلامتيءَ جو جيڪو هن وقت تائين اڻلڀ آهي".

شل سندس سپنو سچ ٿئي!

⊙⊙



# علي بابا ۽ سندس ڏرتيءَ ڏڪاٽا

ننڊ چڳاڻي

اصلي نالو علي محمد. ادبي نالو علي بابا. سندس پتا جو نالو محمد يوسف بلوچ. 1940ع ڪوٽڙيءَ ۾ سندس جنم ٿيو. سندس وڏا بلوچستان کان لڏي پهرين سيوهڻ، پوءِ ڪوٽڙيءَ ۾ رهيا. سندس پتا ڪوٽڙيءَ ۾ ريلوي ملازم هو. پاڻ ڇهه درجا انگريزي پڙهيو. پهرين ريلوي ۾ ڪلارڪ طور گهڙيو. هڪ سال نوڪري ڪيائين. پوءِ ٽيڪسٽائيل مل ۾ اسسٽنٽ مئنيجر طور 4 سال گذاريائين. 1965ع کان لکڻ شروع ڪيو ائائين. اڄ سوڏو قلم هلي ٿو. شايد سنڌ ۾ اهو ئي ليکڪ/ ساهتيڪار آهي، جنهن ڪي پنهنجي ڪمائيءَ جو وسيلو فقط قلم آهي. ادب سندس پيٽ پرڻ جو ذريعو آهي. ڪلاڪار جون گهرجون اتي ڪڏهن ڪڏهن فن سان انصاف ڪرڻ کان روڪين ٿيون. پيو رولڙو سندس نصيب ۾ لکيل آهي. ڪٿي به ٽڙ ٽانءِ نه ٿيو آهي.

پنهنجي ڪتاب ”منهنجون ڪهاڻيون“ پاڳو پهريون ۾ لکي ٿو ’هر ليکڪ ستو پانڪ به هوندو آهي. مون ڪي شيام جئسنگهاڻي وڻندو آهي. لعل پشپ وڏيڪ وڻندو آهي. گنو سامتاڻي، ايشور چندر ۽ موهن ڪلپنا وڻندا آهن. ائين نه وڻڻ جي ڪا انتها ئي ڪونهي، ائين جيئن چيخوف، اوهينري، مارڪيز مون کي چيخوف جيترو نه وڻندو آهي ۽ نه لعل پشپ جيترو...“

”نسيم احمد کرل تمام وڏو ڪهاڻيڪار هو. جيئري عالماڻي جو به ڪو مٽ ڪين هو. اڃا هن ڪهاڻيون لکڻ ئي مس شروع ڪيون ته پاڻ ڪئنسر ڪهاڻي ٿي ويو. ساڳيءَ ريت ماڻڪ کي به موت جي پيئڻ بلا وقت کان اڳ پي وئي.“

ساڳئي لعل پشپ جو ناوُنمل ڪتاب پڙهي، ڏاڍي ڏکاري لهجي ۾ هن لکيو 'سنڌ جو درد ۽ بي خبر ماڻهو'..... (سلسليوار سنديش 2006)" لعل پشپ تي لکيل اپياس پڙهندي محسوس ٿيو ته لعل جي اندر ۾ به هڪ ويڄ خور واٽيو ويٺو آهي. جيڪو تاريخدان نه هوندي به تاريخي ويڄ وصول ڪرڻ ٿو چاهي ۽ پنهنجا ٻئي پير اُن ٻُپ ۾ گهِپايو ويٺو آهي. سنڌ سڳوري ساري رُڃ ٿي ويئي. لعل پشپ جهڙا ابوجهه ڏاها اديب جيڪي هيڏي وڏي ورهاڱي جي چوٽ کائڻ کان پوءِ به سنڌي هندو سنڌي مسلمان جي چڪر مان ٻاهر نه نڪري سگهيا آهن. اسين سنڌ جا اديب روس، افغانستان، بينگال، ويٽنام، چين، عراق، چلي، فلسطين، گهانا بلڪ هر مظلوم لاءِ آواز اُٿاريندا آهيون، پر اسان لاءِ ڪنهن ملڪ جي اديب وٽ هڪ سٽ به نه هوندي آهي. سياستدان ته اڃا پري جي ڳالهه آهي..... اسين هينئر پنهنجي دولهه درياهه شاهه کي بچائڻ لاءِ بي هٿيار جنگ وڙهي رهيا آهيون. اسان کي ڪنهن جي به مدد ڪانه کپي. اسان کي ان ڳالهه جي پرواهه نه آهي ته ڪير اسان کي ڇا ٿو چئي ماري. اسان کي رڳو ايتري خبر آهي ته اسان حق تي آهيون. پنهنجي رب پاڪ پاران اسان جي قتل نه هجي. باقي ڪير اسان جي نسل ڪشي ڇا ڪندو."

علي بابا هڪ سنو ناٽڪ ڪار ۽ ناول نويس به آهي. سندس ناٽڪ "دنگيءَ منجهه درياهه" 1981ع ۾ جرمنيءَ جي ناٽڪ واري ميلي ۾ ٽيون نمبر انعام کٽيو جنهن ۾ هن سنڌو درياهه جي مهاڻن جو ذڪر ڪيو آهي. سندس ناول "موهن جو دڙو" ڪنهن مخزن ۾ قسطن ۾ هليل آهي.(بعد ۾ ڪتابي صورت ۾ ڇپجي چڪو آهي)

هن جي لکڻيءَ ۾ ماحول، موضوع ۽ مسئلا گهڻو ڪري سنڌ جا آهن. هو جيڪي لکي ٿو ڪنهن نه ڪنهن پسمنظر ۽ حقيقت تي مدار رکي ٿو. پنهنجن همعصرن کان بلڪل جدا، نرالو پر ناليوارو. هن جا ڪردار سامهون جيئرا انسان آهن. پڙهندي ڪڏهن همدردي ته ڪڏهن نظام (حڪومت) برخلاف نفرت جو ڀاوَ پيدا ٿيو پوي. "سؤ رپيا نوٽ ماڻهو" ڏرتيءَ ڏڪاڻا مان فقط ساڍا ڇهه پيج ڪهاڻي پڙهو. اڄ واري ٻوليءَ ۾ اُن کي سوپاري ڏيڻ – وٺڻ چوندا آهن. ڪهاڻيءَ جو مک ڪردار 'پرام' سؤ رپيه نوٽ جو قائل ٿو ڏسجي. سؤ جو نوٽ وٺي ماڻهو ماريو ڇڏي... ڪهاڻيءَ ۾ چست، تازا توانا، نوان ڊائلاگ، اُهو به اُنهن جي ٻوليءَ ۾... سنڌ ۾ بدلي جي ڀاونا اڃا هلندي اچي.... ٽيڄ پيپاڪ ٻار کي وات ۾ پستول جي گوليءَ سان مارائي چڱي خان کي پنهنجو اندر ٺارڻو آهي.... چڱي ردويدل کان پوءِ سؤ روپين جو نوٽ ۽ پستول سيلنسر سوڊو چڱي خان کي وٺي، لوڊ ڪري پرام ڪيس بڌائي ٿو ته وڏيري رمضان کان مون سؤ روپيه ورتا آهن۔ چڱي خان جي پيءُ ۾ سندس ئي پستول جي گولي هڻڻ لاءِ ۽ لفٽ جو ٻنڻ خوني کي ڳڙڪائي وڃي ٿو.

سنڌ جي هڪ عالم، تاريخ نويس پير حسام الدين راشديءَ علي بابا کي ”سنڌ جي تاريخي عظمت بيان ڪندڙ“ ڪهاڻيڪار سڏيو آهي. تاج جويو لکي ٿو تہ منهنجيءَ نظر ۾ هو ”سنڌ جي روح جو پارکو“ ڪهاڻيڪار آهي. تاج ڪيس امر جليل ۽ نسيم کرل کان پوءِ ٽيون نمبر بهترين ڪهاڻيڪار مڃي ٿو. نبض شناس، وقت جي نازڪ رڳ تي هن جا هٿ ڪپيل رهن ٿا ۽ دائما اثر ڇڏين ٿا. سندس ڪهاڻي ”ڪجلا تجلا ماڻهو“..... آمريڪن اسڪالر ليڊي سنڌ جا آرٽس ۽ ڪرافٽ ڏسڻ ٿي گهري. گائيڊ سڀ ڪجهہ ڏيکاريندي سنڌ جي آرٽ ۽ ڪلچر ڪي ڄڻ پرتي ڇڏي ٿو. موهن جي دڙي جي سپيتا اکين آڏو آڻي بيهاري ٿو. سنڌ جي غريبيءَ جو تکو احساس ڪرائي ٿو. فراسن ٺاهڻ وارين عورتن جي مجبورين ـ جيڪي ڏينهن ۾ سورهن ڪلاڪ ڪم ڪري، اکين ۾ موتيو ٽيو پرائين. اُتي ڊاڪٽر جو نہ هجڻ، پر پوءِ بہ اَملهہ فراسين جو ٺهڻ ۽ آمريڪن ليڊي جو آڏرياءَ – حالتن انوسار اُن آمريڪن ليڊي کان زوردار اکر ٿا نڪرن ”او گاڊ! اِٽز ٽيريبل –اِٽز ٽارچرنگ!“ هر ڳوٺ، هر واهڻ ۾ آمريڪن ليڊيءَ کي ڏيءِ، پيڻ، نياڻي سمجهي ڳوٺاڻيون ڪيس خرچيون ٽيون ڏين ۽ اُهو سڀ ڏسندي گائيڊ همراهہ پنهنجو معاوضو بہ نٿو وٺي ۽ ڪيس چوي ٿو. ”نو پيمينٽ – يو آر اِن ارٿ آف موهن جو دڙو.“ هن جي تحرير اهڙو آئينو آهي، جنهن منجهہ ڪيترا مهانڊا ڏسي سگهجن ٿا.

جتي نسيم کرل جهڙو ماڻهو ائين چوي ٿو تہ ڪهاڻي لکڻ لاءِ رت ولوڙڻو پوي ٿو. ڪڏهن بہ بہ – ٽي ٽي مهينا لڳيو وڃن ۽ هو اُن لاءِ پنهنجون ڪهاڻيون ’ڪافر‘ ۽ ’چوٿيهون در‘ ٻڌائي ٿو اُتي علي بابا چوي ٿو تہ ڪهاڻيون پاڻمرادو لکجي وڃن ٿيون. ان مان سندس مشاهدي جي قوت جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. پاڻ لکي ٿو تہ ڪجهہ نواڻ لاءِ جاکوڙ اُڏاري ورتل يا پاروٺي نہ هوندي آهي. پنهنجي نرالي سوچ کي تخليق جو پرپور جوين ڏيڻ جي سگهہ رکي ٿو. ”نسيم نسيم کرل کرل“ ۾ چيو اٿس، ”هڪ فنڪار کي کوجي لهڻ ڏاڍو اهکو آهي. فنڪار کي ڏسڻ لاءِ هن جي هاڻي ڪاڻي ڪاڻ پيٺڻ پهرڻ ماڻهن سان وڙاءَ سڀ بيڪار آهن. فنڪار جي کوج سندس فن مان لڳائي ويندي آهي سندس رچنائن ۾، پر ماڻهوءَ جي اندر ۾ ڪيڏي چولان چول هوندي! ان لاءِ اسان ڪاٻہ سائنسي ايجاد نہ ڪري سگهيا آهيون. سڀ ايڪسري مشينون بيڪار آهن.“

مونکي 1987ع ۾ علي بابا سان گڏجڻ جو موقعو مليو. سنڌ الاجي ۾ نند جويري ۽ هري موٽواڻيءَ سان گڏ سنمان وارو جلسو هو. اُن کان هڪ سال اڳ مرحوم هري موٽواڻي ڪونڙيءَ مان هن جي گهران موٽي آيو هو. هي خانہ بدوش ڪيس ڪونہ گڏيو. هاڻي اُن وقت لاءِ معافي وٺندي، هريءَ کي چيائين تہ منهنجي پتا کي خبر ئي ڪونہ آهي تہ هري ڪير ٿيندو آهي. مون ڪيس تنهنجو آدرسڪار نہ ڪرڻ تي ڏاڍو

ڳالهايو پر 1995ع ۾ "منهنجون ڪهاڻيون" ڪتاب هن مرحوم پتا جي نالي ارپڻ ڪيو. تازو گوبند خوشحالاڻيءَ جي ناول ڪي هن ناٽڪ ۾ روپانتر ڪيو جيڪو سنڌ ۾ ڏيکاريو ويو. گوبند کان علي بابا بابت ڪجهہ ڄاڻڻ چاهيم. چيائين مون سان روبرو ڪڏهن بہ ملاقات ڪونہ ٿي اٿس. دوستن جي معرفت ڪم ٿيو آهي. موهن ڪلپنا جي علي بابا سان لکپڙهہ ٿي ڪوٽڙيءَ جا. علي بابا لکيس، تہ ڪوٽڙيءَ جي سنڌي پرائمري اسڪول ۾ منهنجي ڪلاس ۾ برابر هڪ موهن هو جنهن جا گوبا پيا وهندا هئا. موهن جواب ڏنس تہ علي نالي ڇوڪرو پنهنجي چولي سان منهنجا گوبا پيو اُگهندو هو.... پر موهن ڪلپنا 1930ع ۾ ڄاول آهي ۽ علي بابا 1940ع ۾ ڄاول آهي.

'ڌرتيءَ ڌڪاڻا' ڪتاب ۾ ٻيون سترهن ڪهاڻيون آهن. ٽائيٽل ڪهاڻي ڌرتيءَ ڌڪاڻا ورهاڱي جو درد کڻي هلي ٿي. رام پٽ ساوتري هنگوراڻي جڏهن ماءُ جي گرڀ ۾ اچا چئن مهينن جو هو تہ ملڪ بہ اڌ ٿي ويو. اڄ پرڏيهہ مان موٽندي هو خاص اُن هوائي جهاز ۾ ويٺو ياڙو ڏئي سفر ڪري رهيو آهي، جيڪو انڊيا وايا ڪراچيءَ ويندو. ڪيس اِها ڄاڻ آهي تہ ڪراچي ايئرپورٽ تي جهاز فقط 45 منٽ ترسندو. ٽرانزٽ لائونج کان ٻاهر بہ نہ وڃي سگهندو. ننڍڙي هوندي کان هن پيءُ ماءُ ۽ ناني واتان ور ور ڪيو سنڌ — ڪراچيءَ جون الاهي ساريون ڳالهيون ٻڌيون. ماءُ ڪي اُن وقت ڳالهائيندي، هنجون هاريندي ڏٺو. چوندي هئس، رام، هي سياستدان سدائين پاڻ ۾ وڙهيو پيا پرچن. ڪڏهن تہ پاسپورٽ ڪلندا، تون وڃُو ٿين تہ هڪ ڀيرو مونکي وطن جا وڻ ڏيکارجانءِ. آءٌ سنڌو ساگر جي پوڄا ڪندس. موهن جي دڙي کي سجدا ڪندس. شاهہ تي پٽڙ چاڙهيندس، نہ تہ منهنجي آتما ڀٽڪندي رهندي.. ۽ هوءَ ايترو چوندي چوندي اچي سڏڪن ۾ پوندي هئي. ممبئي جي گيٽ آف انڊيا کي ڏسندي ڪيس ڪلاچي — ڪراچيءَ جو سنڌو ساگر سمونڊ ياد ايندو. هوءَ اهو بہ مڃڻ لاءِ تيار نہ هوندي هئي تہ هن کي عربي سمنڊ چوندا آهن. چوندي، راجا ڏاهر وقت بہ ڪو عربي سمنڊ هو ڇا؟ پاڻ اهو رام ور ور چوي ٿو تہ آءٌ ڇا ڄاڻان وطن. آءٌ اُن جذبي کان ڪورو آهيان. خالي آهيان. آءٌ هڪ ڌرتيءَ ڌڪاڻو آهيان. ڪو ٿر ٿانءُ ڪونهي. ڪا ڌرتي، ڪو شهر، ڪو سُر سنگيت ڪونهي. مون کي کهڙي خبر شاهہ جي سُرن جي. ڪيس ناني، جيڪا هاڻ وڏي ويشنو سڏائيندي آهي، زبان کي چشڪو ڏيئي چوندي هئي، "اڙي، هل ڙي پيٽو منهنجي ملڪ جو رڳو پلو ڪائي ڏسين ها تہ هندستان جا سڀ طعام پلجي وڃين ها." هوءَ پلجي بہ پنهنجو وطن نہ پر منهنجو وطن چوندي هئي. ڪيس اهو بہ سمجهہ ۾ اچي ٿو تہ ايئرپورٽ لائونج ۾ جي اهي ڳالهيون مليون بہ تہ آءٌ اُنهن جو ساءُ — سواد — سونهن — رس رنگ اُن نموني ماڻي نہ سگهندس جيئن منهنجي ماءُ

محسوس ڪيو هو. ايئرپورٽ تي جهاز مان لهندي، هن جي من جي مونجهہ – هوا جي جهونڪي لڳڻ سان ماءُ جي يادگيري سارينديءَ، پگهر ۾ شل ٿي وڃي ٿو. لائونج ۾ موهن جي دڙي جون تصويرون – سنڌي پينار ۽ اوٺين جون تصويرون – ڪئنٽين ۾ فقط پاڻيءَ جو گلاس، سنڌو جل لاءِ اهي مڙيئي ڳالهيون ڏيئي، علي بابا جيئرو ڌرتيءَ ڏڪاڻيل ڪردار اکين آڏو ٿو بيهاري. اُن وقت جي پاڪستان جي حالت ڏسو جو بوڪ اسٽال تان ڪوبہ سنڌي ڪتاب ڪيس ڪونہ ٿو ملي. ڪيس چوڻو پوي ٿو"يهان ڪي قومي زبان اڙدو هئہ. يهان ڪوئي سنڌي ڪتاب نهين رکهتي...." مهروان ممتائي ۽ ڀڳوان ڪپور جي ائبسٽرڪٽ مان سنڌي مهانڊا ڪيس بخوبي ياد ٿا اچن، پر هتي تہ جيئرن انسانن مان ڪوبہ سنڌي چهرو نظر نٿو اچي ۽ ائين رام پٽ ساوتري هنگوراڻي واپس جهاز ۾ پنهنجو منهن لڪائي اچي سڏڪن ۾ پوي ٿو.... ڪهاڻيءَ ۾ ڪردار جي مزاج، جذبن ۽ لاڙن جو وڏو دخل آهي. قلم سندس چيو ڪري ٿو. جيڪو لکيو اٿس جڻ حقيقتن جي سؤ سيڪڙو ترجماني ڪئي اٿس. مشاهدي جي قوت قدرت ڪيس اڻ مئي ڏني آهي.... جيڪو پاڻ محسوس ڪري ٿو اُن کي پوري شڪل بہ اهڙي ڏني اٿس، جو اهوئي تاثير پڙهندڙن جي پلئہ پوي ٿو. ڪتاب "ڌرتيءَ ڏڪاڻا" اهڙي پر بهار ۽ رنگين شخصيت سان روشناس ڪرايو آهي، جنهن تي تحقيق ڪرڻ لاءِ وزندار سنڌي شخصيت گهرجي.





# شوڪت حسين شورو
# هڪ ڪهاڻيڪار

هري پنڪج

مان نقاد ڪونہ آهيان ۽ نہ ئي مقالا لکڻ جو اڀياس اٿم. نقاد جون باريڪ– بينيون، چندپاڻ ڪندڙ ذهن ۽ خارجي احساس ڪٽي مان ڪتابہ ڪهاڻي ڪونہ پڙهندو آهيان. مان خود تخليقي رچنائن رچڻ جو عادي آهيان. ان ڪري ڪهاڻيءَ جي تخليق ڪندڙ جي جذبن سان ڪيڏڻ بجاءِ سندس جذبن ۾ پاڻ سمائي، اُن مان ڪتا– مٺا انگور چوسڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان.

شوڪت شورو هڪ ڪهاڻيڪار جي روپ ۾ منهنجي سامهون آيو آهي. هونئن مون کي ساڻس ملڻ ۽ ماڻڻ جو موقعو نصيب ڪونہ ٿيو آهي، پر ڀارت جي ساهتيہ اڪادمي جي پروگرام موجب، سندس لکيل ڪهاڻين جو مجموعو "اکين ۾ ٽنگيل سپنا" 1983ع ۾ سنڌ (پاڪستان) ۾ شايع ٿيل منهنجي سامهون آهي. اڄ کان 25 سال اڳ شايد ڪامپيوٽر پوري طرح زور ۾ ڪونہ آيو هو جو ادبي رچنائون اُن جي آڌار تي ڇپجي سگهجن، ان ڪري ڪيترا اکر– لفظ پگهل ۽ اڻچٽا آهن.

ائين تہ سندس پهرين ڪهاڻي "روح رهاڻ" (سنڌ) ۾ تڏهن ڇپي هئي، جڏهن هو پاڻ سترنهن سالن جو هو ۽ سندس پهريون ڪهاڻين جو مجموعو "گونگي ڌرتي... بوڙو آڪاش" 1981ع ۾ سنڌ ۾ ڇپيو هو. هند ۾ پڻ 1989ع ۾ "گم ٿيل پاڇو" سنڌي ٽائيمس ڇپي پڌرو ڪيو هو جنهن ۾ چار– پنج ڪهاڻيون "اکين ۾ ٽنگيل سپنا" ۾ اڳي ڇپجي چڪيون آهن. سدا حيات شري هري موٽوانيءَ جي تمنا پوري ڪندي، نند ڇڳاڻيءَ "ڪونج" رسالي جو هڪ خاص پرچو 2007ع ۾ "شوڪت

حسين شورو" انڪ شايع ڪري، سندس باري ۾ تمام گهڻي ڄاڻ ڏني آهي ۽ سندس تي ڪهاڻيون پيون بہ اسان جي اڳيان آنديون اٿائين. ان انڪ ۾ نند جويريءَ جي قابل سمپادڪيءَ هيٺ گهٽ ۾ گهٽ 14 ليکڪن جا سندس زندگي، سياءِ ۽ تخليقي قوتن جي باري ۾ دل لڀائيندڙ تاثرات ڏنا ويا آهن. "گم – شم"، نہ جي برابر ڳالهائيندڙ داخليت سان اظهار ڪندڙ اديب شوڪت شوري جي صحيح شدت واري تصوير پيش ڪرڻ لاءِ اسحاق سميجو پنهنجي سچي ۽ سچي دل "خاموشيءَ جو استئچو" ۾ اوتي ڇڏي آهي.

شوڪت شورو جون لڳ ڀڳ سٺ کن ڪهاڻيون الڳ الڳ رسالن ۾ ڇپيون آهن ۽ پاڪستان ۾ ريڊيو/ ٽي ويءَ تي بہ سندس ڪيتريون رچنائون ناٽڪن وغيره جي روپ ۾ پرسارٽ ڪيون ويون آهن. سندس پنهنجين يا سندس باري ۾ ٻين جي لکڻين مان مون کي ڪٿي بہ اُهڃاڻ ڪونہ مليا آهن تہ هو صاحب ادب کان سواءِ ڪنهن ٻيءَ ڪرت ۾ بہ لڳو هجي. سندس سڄي زندگي ادبي ماحول ۾ گذري آهي. ادب ۾ پنهنجي دين ڏيندي، هو صاحبُ هن وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي سنڌالاجيءَ ۾ ڊائريڪٽر جي حيثيت ۾ ڪم ڪري رهيو آهي.

(اُن جي ابتڙ هند جا اديب گذريل 60 سالن کان سنڌيت لاءِ پاڻ پتوڙيندي بہ پنهنجي آجيوڪا لاءِ غير ادبي وسيلن سان نڀائيندا پئي رهيا آهن.)

جڏهن کان انسان ذات وجود ۾ آئي آهي، ڪهاڻيءَ جو جنم بہ اُن وقت ٿي ٿيو هو. احساسن ۽ گهٽنائن کي اظهارڻ جي ان فن، ان ڪلا وقت بوقت پنهنجا رنگ روپ ۽ رويا پئي بدلايا آهن. پڪين، مِرن، راڻين، راجائن، ٻارن، پَرين، جنن، ڀوتن، جاسوسي ۽ سماجڪ ڪهاڻين ۽ ناولن سماج جو بدلجندڙ روپ پئي پيش ڪيو آهي.

حقيقت ۾ هن دنيا ۾ هن پرٿويءَ تي صرف هڪ چيز دائما آهي. هڪ ٿي سوچ ۽ هڪ ٿي ڪرم Permanent آهي ۽ سو آهي The Change. باقي جيڪو هڪ هنڌ بيٺل آهي، اُهو اڄ نہ سڀاڻي مري ويندو.

ڪهاڻيءَ کي پاڻ بدلائڻ جي توفيق آهي، ان ڪري اڄ تائين زنده آهي. هر تخليقي رچناڪار پنهنجي روزمره جي زندگيءَ ۾ پنهنجي چوڌاري ٿيندڙ گهٽنائن کي پنهنجين نظرن، احساسن ۽ اُڌمن سان ڏسندو ۽ محسوس ڪندو آهي. پوءِ اُهي جڏهن سندس ذهن کان ورندي، من کي محسوس ٿينديون، دل تي اثر ڪنديون آهن، تڏهن ازخود هڪ رچنا تيار ٿي ويندي آهي.

شوڪت شورو جون پيون بہ لکيل ڪهاڻيون هاڻي تہ پڙهڻ جو موقعو مليو آهي، پر مان هن مقالي کي سندس هڪ مجموعي "اکين ۾ تنگيل سپنا" تائين محدود رکندس، جنهن جي ڪهاڻين کي مان ٽن حصن ۾ ورهائڻ ٿو چاهيان. هڪ

احساستمڪ ڪهاڻيون. ٻيون احساسن سان ڀرپور گهٽناتمڪ ڪهاڻيون ۽ ٽيون رواجي پاٺڪن جي دل ۾ پيهجي ويندڙ گهٽناتمڪ ڪهاڻيون.

ڪي ڪهاڻيون برابر شروعات، وچ، پڇاڙي ۽ ڪلائيميڪس جي اڳوات هڪ ٺهيل – ٺڪيل، جڙيل فارمولا جي آڌار تي تيار ڪيون وينديون آهن، جن کي مان Factory Manufactured Stories چوندو آهيان. شوڪت جي هن مجموعي ۾ اهڙي هڪ به ڪهاڻي ڪونه آهي. مان ڪن ڪهاڻين کي گهٽناتمڪ ڪهاڻي ته ڪن کي احساستمڪ ڪهاڻي چئي سگهڻ کان چرڪان ڪونه ٿو.

زندگيءَ جي وهڪري ۾ ڪيترائي اهڙا احساس ايندا آهن، محسوس ڪبا آهن، پوءِ به اُنهن کي ڪهاڻيءَ جو روپ ڏيئي نه سگهبو آهي. ڇو ته اُن ۾ گهٽنا جي ڪمي هوندي آهي. من جي ديوتائن کي گهٽنائن جي آڌين يا تعبيدار ٿيڻ کان سواءِ به هڪ تمام سٺي ڪهاڻي تخليق ڪري سگهجي ٿي ۽ اُن کي نئين ڪهاڻي چئي سگهجي ٿو.

پر ڪهاڻي اُها جيڪا ذهني احساسن ذريعي من کي پڪڙي – جڪڙي دل تي ڇانئجي وڃي ۽ پاٺڪ پاڻ کي اُن ڪهاڻيءَ ۾ هڪ ڪردار جي روپ ۾ ڏسي. شوڪت جي احساستمڪ يا احساس هلڪي گهٽناتمڪ ڪهاڻين ۾ هڪ خاص ڳالهه جيڪا مون کي نظر آئي آهي، سا اِها ته سندس لکڻين ۾ جيڪا رواني آهي، Flow آهي، سو سمنڊ جي لهرن وانگر بلڪل نئچرل آهي. دل تخليق ڪندي ٿي وڃي، من محسوس ڪندو ٿو وڃي، ذهن سوچيندي سٽون ٺاهيندو ٿو وڃي ۽ هٿ لکندا ٿا وڃن. نقلي جدوجهد ڪرڻ يا ڊڪشنريون واچڻ جي هتي ڪائي گنجائش ٿي ڪانه ٿي رهي. اِها هڪ قدرتي ڏات آهي.

مان شوڪت جي احساستمڪ – ڪهاڻين کي ڀرين ڇُهندس.

◆ گمر ٿيل پاڇو

اسان ڪهاڻيون لکون ڇو ٿا؟ پنهنجي من ۽ ذهن تان بوجهه هٽائڻ لاءِ؟ ۽ اُهو بوجهه پاٺڪن جي پلئه وجهڻ لاءِ؟ پاڻ نجات پائي ٻين کي جڪڙڻ لاءِ؟ هر سوچيندڙ انسان جي ذهن ۾ پنهنجا پنهنجا بوجهه هوندا آهن. پوءِ هو ليکڪ جا بوجهه ڇو پنهنجي سر ۾ سانڍي؟ ليکڪ جي لکڻ موجب "چريا مست ڪٽي ڪيئن به هجن. پر ويچارن جي عذابن کان آجا آهن. ذهن منهنجي لاءِ جهنمر آهي" ليکڪ هڙي "نئين ڪهاڻي"، "اڪهاڻي" يا ڪهڙيءَ به صف ۾ بيهاريل ڪهاڻي لکي، ڪاميابيءَ سان ثابت ڪيو آهي ته "ماڻهو جهنمر ۾ ڪونه ويندا آهن، پر جهنمر ماڻهن ۾ پيهي ويندو آهي."

◆ ڍهندڙ ديوارون

ڍهندڙ ديوارون – ۾ به ساڳئي نموني مبهم ۽ نج شخصي ويڏنا جي قلم بازي آهي.

◆ منجهيل لڪيرون

پهرئين ناڪامياب پيار ڪي دل ۾ سانڍيندي، پنهنجن هٿن جي لڪيرن ۾ صرف (x) منڊيئڙا پسندڙ ڪردار پنهنجن احساسن ۽ سوچ سان پاٺڪن کي به Negativety ۾ گهلي ٿو وڃي. ساڳ ڪنهن جو به ڪونه ملندس. انگريزيءَ ۾ هڪ چوڻي آهي:

If you laugh, world will laugh with you
If you cry, world will laugh louder.

◆ آڻ ڪٽ پيچاڙي

هيءَ به هڪ رچنا آهي (ڪهاڻي چئو يا آڪهاڻي يا بهَ ڪهاڻي) جنهن مان مونکي ڪجهه به هڙ حاصل ڪونه ٿيو آهي. شخصي، آٽيي ۽ اُداس زندگيءَ جو اظهار ڪرڻ ائين ٿو لڳي ته ليکڪ ڪنهن کي جوابدار ٺهرائي رهيو آهي.

◆ هيسيل هانءَ... اُبهرا اُلڪا

هيءَ ڪهاڻي هن مجموعي مان عدم موجود آهي، پر اُن جي هلڪي ذڪر ڪري مون کي ٻئي مجموعي مان پڙهڻ جو چاهه ٿيو پر هڙ پلئه اُهائي ذهني پيڙا پيئي. جيتوڻيڪ ذهني پيڙا کي بلڪل گهرائيءَ سان، باريڪيءَ سان محسوس ڪرائڻ ۾ ليکڪ ڪامياب ويو آهي.

هاڻي مان شوڪت جي لکيل ڪهاڻين جي ٻئي حصي "احساسن سان پرپور گهٽناتمڪ ڪهاڻين" جو ذڪر ڪرڻ چاهيان ٿو.

◆ سمنڊ ۽ هيڪلو روح

جيتوڻيڪ ليکڪ پنهنجي مهاڳي مضمون ۾ "سمنڊ" کي دنيا جي معنيٰ ۾ ڪم آندو آهي، پر هڪوار ڪهاڻي پيچجي پاٺڪن اڳيان آئي ته پاٺڪن کي هرڪو حق آهي ته ليکڪ جي اندر ۾ خلقيل ويچارن کي پاسيرو ڪري، پنهنجي نڪتهءِ نظرن سان رچنا کي تڪن تورن. مان هڪ پاٺڪ جي حيثيت ۾ هن "سمنڊ" کي "دنيا" نه سمجهي، "سمنڊ" ڪري ڪٿان ته به هن ۾ جا گهٽنا آهي، سا دل ۽ من تي گهرو اثر ٿي ڇڏي. زندگيءَ ۾ ڪي گهٽنائون اهڙيون اچي ٿينديون آهن، جن کي ماڻهو صرف محسوس ڪندو آهي. ذهن سوچيندو آهي ۽ من پيو لڇندو آهي، پر ڪنهن کي ٻڌائي ڪونه سگهبو آهي، جو ڪوبه ساڻ ڪونه هوندو آهي.

گهٽنا: جهاز جو ٽٽڻ، ڪردار جو لهرن ۾ تختي جي آڌار تي لڙهڻ، ٽڪريءَ تائين اُچلجي وڃڻ، ٻئي جهاز جو لنگهڻ، اُميد جو ترورو. تروري جو اوجهل ٿيڻ، هٿ جي ناهيل ترهي جي آڌار تي سمنڊ ۾ وري پوڻ ۽ آخر ۾ طوفان جي زور تي واريا سي ڪناري تي پهچڻ ۽ ٽٽل بدن جي ذهن ۾ اڪين اڳيان آخري انڌڪار ڇانئجڻ ۽ The End.

ساموندي زندگي جيئڻ وارن لاءِ هيءَ هڪ دل دهلائيندڙ ڪهاڻي آهي. ساموندي زندگي نه جيئڻ وارا جڏهن فلمن ۾ ناولن ۾ يا اخبارن ۾ آيل وارداتن کي ڏيان ۾ رکي، اُن ماحول مان پيدا ٿيندڙ داخلي تن جي بيوسي، ذهن جي سوچ ۽ جيئڻ جي تمنا انسان جي من کي ڪهڙين ڪهڙين ويدنائن ۾ گهلي وڃي ٿي، اُن جو اندازو محسوس ڪندي دل ويهجي ٿي وڃي.

◆ آخري ڏينهن

نوڪريءَ تان استعيفيٰ ڏيڻ ڪانپوءِ وداعيءَ جي گڏجاڻيءَ واري موقعي تي ڪهڙو ماحول ٿهي ويندو؟ ڇا چيو ويندو؟ جواب ۾ ڪيس ڇا چوڻ گهرجي يا ڇا نه چوڻ گهرجي؟ ڏهن سالن جي ساٿ ڇڏڻ وقت، ساٿي دک جو اظهار ڪيئن ڪندا ۽ موت ۾ سندس من پرجي روئڻهڪارڪو ٿي وڃي ته.... سڄي رات من جي ان سوچ ۽ ڏپ کان پيڙجندڙ نائڪ لاءِ پڙهندڙ اُميد رکندا ته ضرور ڪجهه وٺندڙ — اٿوٽندڙ ٿيندو.... پر ٿئي ڪجهه خاص ڪونه ٿو. رواجي نموني فوٽو ڪڍائي، موڪلائڻ جي ماني کائي، نائڪ بس پڪڙي هليو ٿو وڃي. بنا گهٽنا جي صرف ليڪڪ جي آنڊ مانڊ تي آڌارت هيءَ نثين ڪهاڻي هڪ عمدي دين آهي.

◆ اهڙيءَ طرح ”سرنگهه“ ڪهاڻي به هڪ نوڪريءَ تي آڌارت آهي. اڳئين ڪهاڻي استعيفيٰ جي ماحول تي آهي، پر هن ڪهاڻيءَ ۾ نوڪري ڪانئس کسجي ٿي وڃي، يعني برخواست ڪيو ٿو وڃي، ڇاڪاڻ ته اُها آفيسري کيس سفارشي نوٽ (Influance) ڪري ملي هئي. ڪلارڪ هو ته پيار هوندي به نسرين جو سڱ ڪونه ٿي مليس، آفيسر ٿيو ته ساڳيو سڱ مليس، پر شاديءَ کان اڳ آفيسري کسجي ويس ته مڱڻو به ٽُٽي پيس. نسرين جي unattached پيار ڪري، نائڪ جي من ۾ هڪ سٽ ڇپي ٿي وڃي، ”محبت سڃن سان ڪنديون ۽ شادي شاهوڪار سان...“ ۽ پوءِ پنهنجي من جي ويدنا ۽ سوچ ڪٽي نائڪ اڻ ڪٽندڙ رستي تان هلندو ئي هلندو ٿو وڃي.

◆ رات جو رنگ

جڻ فريز ۾ بند، بي رنگ، بي جان، بنا جنبش ۽ بنا چاهه واري زندگيءَ کان نجات پائڻ لاءِ نائڪ ڪلفتن جي وشال سمنڊ ۾ پاڻ کي غرق ڪرڻ/خودڪشي ڪرڻ جي ارادي سان پهچي ٿو.... پر هڪ جوڙي، استري پرش جي پيار پريل گفتن سندس من بدلائي ڇڏيو ۽ محسوس ڪرائي ڇڏيو ته زندگي ڪيتري نه حسين آهي. ان ڪري موت مهمل ڪري حسين زندگيءَ جا عشق پريا پن پن ونگ پائڻ جي تمنا سانڍي، پنهنجن ئي ويچارن ۾ محو رستو پار ڪندي، ڪار جي ڦيٿن هيٺان اچي، اڪٽ اونداهي رات

جي رنگ ۾ لين تي ٿو وڃي. ليکڪ جي Positivty جيتوڻيڪ داد لائق آهي، پر ڪردار کي پيچاڙيءَ ۾ مارڻ سان ڊرامائي ڌماڪو ٿي پيو آهي.

◆ ڌهراءُ

استريءَ کي جسماني ڪجهه ڪپي ته پنهنجي مرم کي سنڀالي رکندي، سڏو نه چئي ڪاوڙ ڪري، هروڀرو اجايا سجايا انومان ڪيڍي، ڊبيل الزام هڻي، ڳالهه کي مروڙي – سروڙي، مرد سان رسڻ جو ڏيکائي بهانو ڪري، چيڙائي ۽ وري پرچي وڃڻ سان سڀ ڪجهه حاصل ڪري وٺڻ جي هڪ عجيب ذات آهي، جيڪا شرميلي ۽ حياءُ رکندڙ استرين ۾ وڌيڪ ٿيندي آهي. استريءَ جي ان ڪردار سان ليکڪ خوب نباهيو آهي.

◆ اڌ مڙهيل سئيٽر

ڪا ڪهاڻي پڙهي پوري ڪرڻ تي من مان ازخود نڪري ويندو آهي "واهه..." ۽ ڪتاب بند ڪري، اکيون پوري، سچي جي سچي ڪهاڻي من ئي من ۾ وري دهرائيندي، ماڻهو پاڻ ۾ ڪوئجي ويندو آهي. پڇڻ تي ٻڌائي ته سگهندو ته ڪهاڻي سٺي آهي، پر ڪيئن سٺي آهي، اِهو ٻڌائي ڪونه سگهندو آهي. ان جو سبب شايد اِهو هوندو آهي ته پاڻ اُن ڪهاڻيءَ جي ڪيترين ڪنڊن ۾ پاڻ پائيندو آهي.

◆ اکين ۾ ٽنگيل سپنا

دنيا داري، لوڪ لڄا، مال ملڪيت، تن جي بک، گهر ٻار جون جوابداريون سنڀالڻ هڪ ڳالهه آهي، پر حساس مَن جي اندر جي لوڇ، آشائن جي سپنن جو وڇڙجڻ ۽ دلين جي آنڌ مانڌ سان نڀائڻ هڪ ٻي ڳالهه آهي. پهرين حالتن سان ٻي جان نموني منهن ته ڏيئي سگهجي ٿو پر مانسڪ پيڙا کي اندر ئي اندر ۾ سانڍي، من تي پٿر رکي جيئڻ، جڻ پاڻ کي جيئري ئي مارڻ برابر آهي ۽ اُهو به تڏهن جڏهن وڇڙي، وري ملي ۽ وري وڇڙڻ جهڙيون گهڙيون اچي وڃن. پهرين نهار مان ئي احساس ٿي وڃي ته وري وڇوڙو تنهائي شامون ۽ سرد راتيون نصيب ۾ آهن.

استري ڪردار جو نڀاءُ من کي بيحد ڇهندڙ آهي.

شوڪت جي لکيل ڪهاڻين جي هن مجموعي کي پڙهندي، منهنجي اڳيان هر هر خليل جبران جون رچنائون اچي ٿيون بيهن. جن ۾ ڪردارن جي اوسي – پاسي، اندر – ٻاهر هيٺ – مٿي ٿيندڙ سچيءَ هلچل جو باريڪيءَ سان بيان ڪندي، ليکڪ سچي تصوير سامهون رکي محسوس ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي ته ڪردار ڪهڙي ماحول مان لنگهي رهيا آهن ۽ پاڻ اُن محسوسيت ۾ ڪوئجي ويندو آهي.

خليل جبران کي مون ڏٺو ڪونه هو ۽ نه ئي شوڪت حسين شوري کي ڏٺو آٿم. پر قمر شهباز (ڪونج 2007ع) موجب شوڪت جو چاهه اُهوئي آهي ته "ڪير مون کي سمجهي، مونکي سنڀالي، مونکي سهارو ڏئي."

حقيقت ۾ هن جهان ۾ سڀ اڌورا ماڻهو اڻپورا انسان ٿي رهندا آهن، مون کي هن وقت هڪ ليکڪ جي ننڍڙي ڪويتا ياد ٿي اچي:

Dreams fade, Delusions Die,
Life is not what it seems to promise
It is every body's story
It is mine.

"اڌورا ماڻهو " جي ڳالهه ڇڙي آهي تہ مان هينئر شوڪت جي لکيل هن مجموعي جي ٽئين حصي کي ڇيڙيندس، جنهن ۾ باقي هڪ ڪهاڻي آهي "اڌورا ماڻهو." سڀ ڪهاڻيون سيني کي پسند آڇن، اِهو ممڪن ڪونہ آهي. ڇو جو هر ڪنهن جيَ رُچي، من جو ماحول ۽ سوچ جي ڪيفيت الڳ الڳ وقتن تي الڳ الڳ ٿيندي آهي. ائين تہ سندس "هڪ ڊنل ماڻهو" ۽ بيون بہ ڪهاڻيون آهن. پر مان هن وقت سندس لکيل صرف ان ڪهاڻيءَ تي پنهنجا ويچار پيش ڪندس.

منهنجي لاءِ شوڪت جي لکيل هيءَ ڪهاڻي سيني کان علحدي، گهٽناتمڪ نہ هوندي، گهٽنائن سان ڀرپور، احساستمڪ نہ هوندي بہ احساس جتائيندڙ هڪ بهترين ڪردارنگاريءَ جي اَڻ وسرندڙ ڪهاڻي آهي، جنهن کي مان ور ور پڙهي، وري وري ڪلي، Enjoy ڪري سگهان ٿو. پوءِ توهان پل مونکي هڪ تمام رواجي ۽ دهري پاٺڪ جي درجي ۾ آڻيو. مسٽر "A" جي ڪردار ۽ مس "Z" جي ڪردار جي وچ ۾ جيڪي بہ الفابيٽ جا اکر آهن، سي پاٺڪ ٻڌجي پيا هيڏانهن هوڏانهن نهاري، ٻاهرئون ڪلي ڪيرا ٿين ۽ اندر ۾ احساسن وس ٿي هنجون هارن.

ستائيندڙ زندگيءَ مان زبردستيءَ عيش حاصل ڪرڻ اهڙين ڇوڪرين جي لامحدود ڪوشش پئي رهي آهي، جيڪا هو پوريءَ طرح حاصل ڪري ٿي وٺنديون آهن. ڪاڪڙ – ڪوڪڙ کان سواءِ ڏيڻ لاءِ تہ هنن وٽ ڪجهہ بچيو ئي ڪونہ هوندو آهي. ڪجهہ وڃائڻ جو تہ سوال ئي نٿو اُٿي.

آخر ۾ نند جويريءَ سان انٽرنيٽ (ڪونج 2007 ) تي، "ڪهاڻي ڪالهہ ڪهاڻي اڄ ۽ ڪهاڻي سڀاڻي" جي جواب ۾ شوڪت پاڻ ٿو چوي تہ "ڪهاڻي جيڪا ڪالهہ هئي، سا وڌيڪ سگهاري هئي، اها ڳالهہ اڄ جي ڪهاڻيءَ ۾ ڪانهي."

باقي هڪ ڳالهہ: شوڪت جون لکيل ڪهاڻيون اسان جي پنهنجي مايعدار اباڻي سنڌي ٻوليءَ ۾ انساني جذبن ۽ رشتن تي ٻڌل آهن، جن ۾ دين – ڌرم جو پاڇو بہ گم آهي، پوءِ اسان کي ائين ڇو ٿو محسوس ڪرايو وڃي تہ اسان ٻئي ٻن ملڪن جا پکيڙڙا آهيون؟.

⊙⊙



ماهتاب محبوب جو ڪهاڻي سنگرهه

# مني مراد

لکمي کلاڻي

ڀارت سرڪار جي سڀ کان وڏي ادبي اداري "ساهتيه اڪادمي" پاران سنڌ ۾ تخليق ٿيل سنڌي ادب تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ سڏايل هن سيمينار ۾ مون تبصري لاءِ ماهتاب محبوب جي ڪهاڻي سنگرهه "مني مراد" جي چونڊ ڪئي آهي.

ماهتاب ڪهاڻين سان گڏ سفرناما، خاڪا يا ڪالم وغيره به لکيا آهن. ويجهڙائيءَ ۾ هن جا ٻه ناول "خواب، خوشبو ڇوڪري" ۽ "پيار پناهون ڇانورا" به شايع ٿيا آهن. پر بنيادي طور هوءَ ڪهاڻي نويس آهي. هن جي ڪهاڻين جو پهريون سنگرهه "چانديءَ جون تارون" 1980ع ۾، ٻيو "پرهه کان پهرين" 1983ع ۾، ٽيون "مني مراد" 1979ع ۾، ۽ چوٿون "لهر لهر زندگي" 1985ع ۾ شايع ٿيا آهن. ماهتاب جي پهرين ڪهاڻي 1960ع ۾ "نئينءَ زندگي" ۾ منور عباسي جي پيڪي نالي سان شايع ٿي هئي. گذريل اڌ صديءَ کان پنهنجي تيار ڪيل هن ادبي شاهراهه تي پنڌ ڪندي اڄ هوءَ هڪ اونچي آستان تي براجمان آهي.

هيءَ ڪهاڻي سنگرهه "مني مراد"، ماهتاب سنڌيءَ جي وڏي ڪهاڻيڪار نسيم کرل کي ارپڻ ڪيو آهي، جنهن کي هن سنڌي ٻوليءَ جو بي تاج بادشاهه سڏيو آهي. نسيم کيس چيو هو ته تنهنجي هن ڪتاب تي پيش لفظ مان لکندس، پر سنڌي ڪهاڻيءَ جو اهو امام جلد شهيد ٿي ويو. ماهتاب "نئون نياپو" ۾ اڳ ڇپيل سندس مضمون جو هڪ ٽڪرو هت "پيش لفظ" طور درج ڪيو آهي. نسيم کرل چوي ٿو: ماهتاب جو ادبي ذوق اڳي کان اڳرو آهي. ان ادبي ذوق وڌائڻ ۾ سندس ڪانڌ محبوب جو وڏو هٿ آهي. سڀ کان پهريون ته هن پنهنجي گهرواريءَ کي حويلين مان ڪڍي

ڪيس ننڍڙي بهشتي گهر ۾ رهايو ائس، جنهن جو نالو ئي ”ارم نما“ آهي..... محبوب سک ۽ سانت جو آشيانو ٿاهي، ڪيس ڏوئي سانجهه جي گهٽي جهنجهٽ ڪان بچائي، هن ادبي چنڊ کي گهريلو گرهڻ کان بچايو آهي.....

ليکڪا ماهتاب محبوب جو نالو ڪنهن بني بشر کان ڳجهو ڪونهي، جو هوءَ گذريل سورهن سترهن سالن کان لڳاتار سنڌي ادب جي اُفق تي چوڏهينءَ جي چنڊ جيان پئي چمڪندي رهي آهي.

هند جي پهرينءَ صف جي سنڌي ڪهاڻيڪار موهن ڪلپنا ماهتاب جي ڪهاڻين بابت لکيو آهي ته ”مون سندس ڪهاڻين جا ٽيئي ڪتاب ”چانديءَ جون تارون“، ”پرهه کان پهرين“ ۽ ”مٽي مراد“ پڙهيا آهن. انهن ڪتابن ۾ آيل گهڻيون ڪهاڻيون، سنڌ ۽ هند جي سطح تي تمام معياري ڪهاڻيون آهن. پر سندس ٽي ڪهاڻيون ”سريت“، ”مٽي مراد“ ۽ ”مريم جو بُت“، عالمي سطح جون شاهڪار ڪهاڻيون آهن.“

هي ٽيئي ڪهاڻيون هن سنگرهه ۾ شامل آهن.

مريم جو بُت

هن ڪهاڻيءَ ۾ شيراز ويهن سالن کان وڌيڪ عرصو انگلينڊ ۾ گذارڻ بعد واپس ڪراچيءَ موٽي اچي شبنم جي در تي دستڪ ڏني، ان حجت سان ته ”مان توهان جو مائٽ آهيان.“

شبنم کي نِنڍپڻ ۾ گڏ رانديون ڪرڻ واري هن شيراز سان هٿ ملائڻ ۾ شرم پئي آيو. ٻڌو هئائين ته پوريءَ طرح انگريز لڳندڙ هيءُ 30 ـ 32 سالن جو نوجوان اُتي هڪ وڏو آرٽسٽ بڻجي ويو هو. هڪ انگريز عورت سان شادي ڪري، ٽي ٻار ڄڻڻ بعد هاڻي ڪيس طلاق ڏيڻ وارو هو.

هن جون دلچسپ ڳالهيون ٻڌي، شبنم هن جي شخصيت کان متاثر ٿيڻ کان رهي نه سگهي. سندس انگلينڊ واپس ورڻ کان اڳ ٿورن ڏينهن جي هيءَ خوشگوار محبت شبنم جي ويران زندگيءَ ۾ ڄڻ بسنت بهار جي ٿڌڙي هير بڻجي آئي هئي.

شبنم گذريل پنجن سالن کان ٻن يتيم ٻارن سان گڏ، اڪيلي سر هڪ بيواهه جي برپٽ بيابان جهاڳڻ واري زندگي گهاري رهي هئي. هن جي حياتيءَ جو مقصد ٻارن جي اعليٰ تعليم ۽ پالنا ڪانسواءِ ٻيو ڪجهه نه رهيو هو. ڪنهن به قسم جي ناهه نوهه، وندر ورونهن يا سُٺر سپاٽي لاءِ ڪيس تيار ٿيندو ڏسي مائٽن جون پرون تاڻجي ٽي وينون. کين پنهنجي خاندان جي عزت خطري ۾ ٿي نظر آئي. وڏوا بڻجڻ بعد ڪنهن شادي وواهه جي ڪارج ۾ ڪٿي ڪنوار مٿان سندس پاڇو نه پئجي

وجي، هاڻي هوءَ ايتري منحوس ٿي ويئي هئي. هن پنهنجي زندگي ائين ته پنهنجي مرحوم گهوٽ ذلفيءَ جو نالو وٺي زنده رهڻ تي وقف ڪري ڇڏي هئي، جنهن سان هن پيار جي شادي ڪئي هئي.

شيراز جي اچڻ سان گهر ۾ رونق اچي ويئي هئي. پار به هن سان گهڻو هري مري ويا هئا. هوءَ به ڪيس چاهڻ لڳي هئي. شيراز هن ڏانهن پيار جو هٿ وڌايو هو. هر طرح جو سهارو ڏيڻ جو يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، پر شبنم جي من ۾ ڊپ ويٺل هو جنهن جو هن آخر شيراز سان اظهار ڪيو.

"توهان ويلنٽي (هن جي انگريز زال) کي بيوفا چئو ٿا، مون به ذلفيءَ سان توڙ نباهڻ جو واعدو ڪيو هو. محبت ڪئي هئي. هو ڪٿي دنيا ۾ ناهي، هن جي ياد ته مون سان آهي. وفا جو واعدو توڙي مان به ته بيوفا ٿيندس."

شيراز ڪيس منائڻ جي ڪوشش ڪئي، "ليٽ آس فرگيٽ آور پاسٽ، ليٽ آس ٿنڪ آف ٺ ڊي!"

پر شبنم جي دل ۾ آنڌ مانڌ جاري رهي. هوءَ شيراز کي چاهي ٿي، پيار ڪري ٿي، پر هوءَ سندس صرف دوست بڻجي رهڻ ٿي چاهي، هن سان شادي ڪرڻ نٿي چاهي. "ٻي شادي ڪرڻ سان اوهان جو ساٿ منهنجي گهايل دل کي قرار ته ڏيئي سگهي ٿو پر منهنجي گهايل دل جا زخم ڪڏهن به پري نه سگهندو. اهي ناسور بڻجي منهنجي اندر ۾ چپيندا رهندا."

شيراز ڪيس چيو "اهو تنهنجو اجايو وهم آهي."

شبنم جواب ڏنو "اها حقيقت آهي."

ڇا وهم آهي، ڇا حقيقت، اهو فيصلو ماهتاب پاٺڪن تي ڇڏي ڏنو آهي. هن نهايت ئي فنائتي نموني شبنم جي نازڪ جذبن ۽ احساسن جي عڪاسي ڪئي آهي.

واپس وڃڻ کان اڳ شيراز دوستيءَ جي ناتي شبنم کان سندس سرير جي تقاضا ڪئي، ڪيس ٻانهن ۾ پيڪوڙي چمڻ لڳو. هن جي ساهن جي گرميءَ ۾ شبنم جي ميڻ جو جسم رجڻ لڳو. تڏهن اچانڪ سندس هيانوَ کي جهوٻو آيو. سندس دل جي ديول ۾ استاپت مريم جو مقدس بُت لڏڻ لڳو. هن پل صراط تي پنهنجا ڪنبندڙ پير سنڀالي ورتا. ضرور ان مهل فائر برگيڊ جي گاڏيءَ خطري جي گهنٽي وڄائي هوندي.

سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم،
وڃڻ تڏ پيوم، جت هلڻ ناهي حسن ريءَ

هن پارتي اُپکنڊ جي استريءَ جي ذهن ۾ هزارن سالن کان سيتا، ساوتري ۽ مارئيءَ جي پاڪدامنيءَ وارن سنسڪارن جون پاڙون اونهيون ويل آهن، جن کي اڪثر Collective unconsciouness of the race به چيو وڃي ٿو.

موهن ڪلپنا کي ان ڪري هن ڪهاڻيءَ بابت پنهنجو اهو رايو ڏيڻو پيو ته "ماهتاب جي هيءَ ڪهاڻي" "مريم جو بُت" يورپ شايد سمجهي نه سگهي، پر اها ڪهاڻي عورت جي لازوال ڪهاڻي آهي. ماهتاب اها ڪهاڻي لکي، اسان کي سچ پچ هڪ نئون تاج محل ڏنو آهي."

سُريت

شهر ۾ مسواڙي فليٽ وٽي هڪ ڪاموري شهباز ڇئن پنجن مهينن کان پنهنجي سُريت مومل کي آڻي رهايو آهي. اٺين اٺين ڏينهن ڳوٺ کان اچي، ڏيڍ ڏينهن هن سان عيش ڪري واپس موٽندو آهي. سنڌس اها سُريت مومل شاهه صاحب جي "مومل" جهڙي ئي سونهن سوڀيا ۾ سرس آهي، جنهن جي "پسيو سونهن سيد چئي، نينهن اچن نيش." ماهتاب محبوب پنهنجي قلم جي بُرش سان هن جي سڊول انگن، ويس وڳن، ڪلاسيڪل دؤر وارين نائڪائن جي سورهن سينگارن جو نهايت ئي فنائتي نمونو چٽ چٽيو آهي. جنديءَ جي هنڌوري ۾ ليٽيل هن دوشيزه جو چٽر جي پئرس جي لُو (Louvre) ميوزم ۾ موناليزا سان ڳنڍ ٽنگي ڇڏجي ته مومل جي پنهنجي هيٺين چپ کي چڪ پائي مرڪڻ جي ادا، پڪ ئي پڪ مونا ليزا جي مرڪ کي مات ڏيئي ڇڏيندي. ماهتاب اسان کي ٻڌائي ٿي ته مومل اعليٰ ۽ نفيس ذوق جي مالڪ هئي. پنهنجي ڪپڙي لٽي جو خاص خيال رکندي، هميشه اڇي اُجري صاف سٿري رهندي هئي. هن کي چاڙ هئي ته مرد اهڙيءَ ڙاڙل مان ڪڪ هوندا آهن، جنهن جي جسم مان هر وقت ٿوم، بصر، هيڊ ۽ پگهر جا مليل جُليل ڀڀڪا پيا ايندا آهن."

لکنوءَ جون طوائفون هجن يا جاپان جون گيشا گرلس، مرد ذات پنهنجيءَ تفريح لاءِ اهڙين تربيت حاصل مهذب عورتن جي صحبت ماڻڻ جا قائل هوندا آهن. ڇنڇر، آرتوار يا موڪل جا ڏينهن هنن سان گهاري، پنهنجا کيسا خالي ڪرائي، وري سومر ڏينهن نوان سنوان ٿي پنهنجي مشيني زندگيءَ جي گهاڻي سان ٻڌجي ويندا آهن. هن ڪهاڻيءَ ۾ شهباز جي حالت به ڪجهه اهڙي آهي.

اٺين ڏينهن پنهنجي سُريت وٽ پهچڻ شرط ئي کيس هن جا طعنا، ٽنڪا، مهڻا ٻڌڻا ٿا پون، جيڪا سڄو هفتو هن جي اوسيئڙي ۾ انتظار ڪندي هاڻي بيزار ٿيڻ لڳي آهي. هوءَ ڪانئس ان جي پوري قيمت چڪائڻ ٿي چاهي: کيس ٻڌائي ٿي ته مان ٻن تولن جا جهومڪ، ٽن تولن جو هار سوناري کي آرڊر ڏيئي آئي آهيان.

"مهينو کن ترس، پوءِ جيڪي چوندينءَ وٺي ڏيندوسانءِ." شهباز کيس ٿارڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. پر مومل کيس سٿرو ڇڏڻ واري ناهي. "شريڪن جون شاديون اچي سر تي ڪڙڪيون اٿم. سياڻي مون کي گهڙي، سينڊل ۽ به ٿي وڳا وٺي

ڏيڻا اٿئي.“ اهي انگل آرا ڪندي هوءَ ڪيس تيستائين هٿ لڳائڻ نٿي ڏئي، جيستائين هو ساٽس اهو انجام نٿو ڪري.

هن ڪهاڻيءَ جي اها رڪيل ڪجهه مهينن اندر ئي پنهنجي هن ڪاموري جي اصليت کي پرکي ٿي وٺي ته هيءُ اهڙو مٽيادار آدرشي مرد، بهادر ۽ سگهارو ناهي، جنهن جي پيرَ جهڙي ٿڌي ڇانوَ ۾ هوءَ سڄي حياتي ٿڪل مسافر جي اگهور ننڊ جيان گذاري سگهي.... هو ته صفا مڇو جوءِ جو مريد نڪتو. سندس ساهيڙي ڇنو نوريڙيءَ پنهنجي اکين سان ڪيس جوءِ جا موچڙا کائيندي ڏٺو هو.

”توبهه! سڄي ڄمار ۾ ڪڏهن مرد جو زال مٿان اهڙو حشر نه ڏٺم. مڇو گهڻائي ڏٺاسين ٻڌاسين، پر هي ته ڪو مها مڇو هو... ڇا مرد جو شان، ڇا سهي موچڙا!“

مومل جي ذهن ۾ اهڙو ته واڇوڙو لڳو جو ڪيس ٿڌي ڇانوَ ڏيندڙ اهو پيپر جو وڻ پاڙون پٽجي وڃي پري ڪريو. بنا دير ٻاهر واري ڇوڪريءَ کي سڏائي چيائين ”وڏيري مينهل کي وڃي چئه ته هتان منهن ڏيڪاري وڃي.“

هن ڪهاڻيءَ جي پڇاڙي هاسيه هجو واري سٽي توڙ نباهي ٿي. ڪجهه ڏينهن بعد جڏهن اهو ڪامورو شهباز وري مومل وٽ اچي چوي ٿو ”زيورن جي رسيد ته ڏي پلا، هيل ڪيسا پُر ڪري آيو آهيان.“

مومل ڪيس پري ڌڪيندي چوي ٿي،”ڪونه ٿا ڪپن تنهنجا زيور. جيئي وڏيرو مينهل خان، پاٽيهي وٺي ڏيندو!!“

”اهو وڏيرو مينهل نه. جنهن کي اڳ ئي ست سُريتون آهن!“ شهباز هن تي طنزي چوٽ ڪري ٿو. مومل به موٽ ۾ هن تي اُبتو وار ڪري ٿي.

”مڙس ئي ته ست سنڀاليندا آهن، پاڙيا ته هڪ کي به نه سنڀالي سگهن.“ اوچتو وڏيري مينهل جي ڪار جو بـُل ڊاگ اسٽائيل هارن وڄي ٿو. ”مـُـئيس، هاڻي ڇا ڪريان؟“ مومل کي پريشاني وٺي ٿي وڃي.

جيستائين وڏيرو مينهل، ڪانئس ان بابت پڇي ئي پڇي، مومل حرفتباز ٻڻجي، شهباز مان جان ڇڏائيندي ڪيس چوي ٿي ”ادا، هاڻي توکي موڪل، تون پلي وڃ ڳوٺ، ادي ايمڻا کي به سلام ڏجانءِ.“

هن سريت جي اندر مومل جي سونهن سڃيا سان گڏ سومل جي حرفتبازي به شامل ڪري، ماهتاب ڪمال جي ڪردار نگاري پيش ڪئي آهي. سنڌيءَ ۾ لکجي ٿو سريت جي موضوع تي هيءُ پهرين ڪهاڻي آهي.

مٺي مراد

هيءَ سنڌ جي وڏيرن جي عيش پرستي ۽ نڪمائيءَ کي وائکو ڪندڙ ڪهاڻي آهي. جاگيرداري (Feudalist) نظام جي اها اڄ به جيئري جاڳندي وڏيرا شاهيءَ واري لعنت سنڌ جي عوام جي پائماليءَ جُو وڏي ۾ وڏو ڪارڻ آهي. هن صديءَ ۾ به سنڌ جي ڏکن ڏاڍي ڏرتي، شايد ئي پاڻ کي هن ذلتي صورتحال مان آجو ڪري سگهي.

وڏيرو مبارڪ علي ان دقيانوسي نظام جي علامت سنڌ ۾ اڃا حيات آهي. ماهتاب محبوب سندس قلمي نقش هنن لفظن ۾ چٽيو آهي:

"اهو اُپ اڪيئين پٺي ڏٺو ته وڏيرو مبارڪ علي باجنس جهڙو ممڙو ڪٺي ڪاسي جهڙي ڪا ڪسر هئي به ڪٽي ته پروئن پوري ڪري ڇڏي هئي، جيڪي شهپرن کي به شهه ڏيو بيٺا هئا. اهو راوڻ توڙي جو اڌ وهي ٽپيو به ته پار اُهي ئي پراڻا. ڪراڙي شينهن جيان وا جهه وجهيو اونداهين ڪونين ۾ پيو هوندو هو. جا ڦاٽي ناهي سا ڦٽڪي ناهي. ويندڙن جا پيرا ڏسبا هئا ته ايندڙن جا ڪونه.... اُن ٽاڪ منجهند جو وڏيري شاهه بانو پيتين مان "خاشا" بسترا ڪيائڻ ڪاڻ نئين ساماٽيل پانهي ساڻ ڪري انهيءَ پاسي اچي نڪتي. ڪيس ڏسي وڏيري جي حياتي ڇڏائجي ويئي....

هن گوڏ جو پلاند ٺاهي، ڏندڙا ڪيي (هن ڪمهلي وقت هت هٿڻ جو بهانو ڏيندي) وراٽيو پر نئين شڪار جي صاف نڪرڻ تي دل ئي دل ۾ جڪ پٺي ڪاڏا. شاهه بانو ته هونئن به ڪيس ڪانه تي وٺي، جو ڏاڏي پوٽيون ورلي وٺن. جڏهن مبارڪ عليءَ کي هن منجهان ڪا "مٺي مراد" (اولاد) نه ملي ته وجهه ملندي ئي بنا دير وڃي ٻي پرڻيو. اُن مان به جڏهن ڪجهه نه وريو سريو ته ٽين پرڻيو پر ڪاريءَ وارا ڪڪ.

سندس ٽيئي بيگمون اولاد لاءِ پيون درگاهن تي مٿا ٽيڪينديون هيون، تعويذ هٿ ڪنديون هيون، جهاڙ پارائينديون هيون، درويشن ديوانن جا نوان نوان ڏس هٿ ڪنديون هيون. پر سندن ڪُک پرجڻ کان ننو اڪر واري ويٺي هئي. اولاد لاءِ نه ڪا دوا ئي ڇڪارگر ٿي، نه دُعا. وڏيري جي ڪراڙي ماءُ دانهون ڪرڻ لڳي "منهنجي ٻچڙي جي قسمت ۾ ڪي سُنڊيون لکيل هيون." آخر هوءَ هڪ غريب ڪڙميءَ جي ڪنيل ڪنڌي عيوض هن جي نياڻيءَ ساڻ وڏيري جي چوٿين شادي ٿي ڪرائي، پر چوٿين بيگم به سُنڊ ثابت ٿي. ماءُ پٽ جي اُميدن تي پاڻي ڦري ويو.

چوٿين جوانڙي بيگم ڏينهن رات هن کي طعنا ڏيئي ڪيس ڪنهن حڪيم وٽ پنهنجي تپاس ڪرائڻ لاءِ ڪنيي ڪنيو.

”چري ٿي آهين ڇا. مان ڇو ڪرايان علاج. مان تہ سنئون آهيان. اوهين زائفائون وچي پنهنجا علاج ڪرايو.“

”آخر گهڻيَ ڇوءُ ڇاءُ بعد وڏيرو حڪيم ڏي ويو. جيڪو سندس مرض سُڃاڻي ڪيس ٻڌائي ٿو تہ ”تو ۾ ٿي حرڪت آهي.“

اهو ٻڌي جوانڙي بيگم منهن ٻتو پتي، رڙيون واڪا ڪرڻ لڳي، ”مٺا مرض لڳا، پوءِ ڇو ٿي پرڻيئين مون سان! مان ٻن ڏيان تنهنجي دولت کي. مونکي اولاد کپي. پيريءَ ۾ تہ پنهنجو اولاد ڪم ايندو. توجي شرع محمديءَ موجب چار شاديون ڪيون آهن تہ مون کي بہ شرع محمديءَ موجب ٿي پتر ڏي تہ مان بہ وڃي ڪو ڪکين پنين لڳان.“

وڏيرو مبارڪ جو هيلتائين هيناهين ونيو پي آيو. تنهن ڪيس زوراٽي لت وهائي، دوائن وارو پڙو دريءَ کان ٻاهر اُڇليندي هڪدم پڙڪو ڪاڏو. ”رن، جي اهڙي اولاد ڪاڻ ماندي پئي ٿيين تہ سڄي حويلي پئي ٿي، وڃي دانگي مل - باقي طلاق کان هٿندومانءِ ”منهن وارو پادر.“

ماهتاب محبوب جي هن ڪهاڻيءَ پنهنجي معاشري جي وڏيرا شاهيءَ جي ڪُڌن ڪرتوتن جو ۽ سندن حويلين جي رازن جو پڙدو فاش ڪيو آهي. ڪيئن نہ هو پنهنجي هوَس ۽ هرس لاءِ گگدام ٻڪريون ڏهن ۽ ڪهن ٿا.

<u>ٻڪ جا ڇڪ</u>

رئيسياڻي زليخان جي گهر ۾ نوڪرياڻي ٻهاري پائيندي، ڪٻٽ جي پويان ڪُنڊ ۾ ڪريل هڪ سُڪل مٺائيءَ جي پنڊي ڳولهي ٿي ڪڍي. زليخان اها پنهنجي ٻانهي بختاور هٿ سيدن جي گهر بيبي زيبل ڏانهن ڏياري ٿي موڪلي. ”چئجانس تہ جيجي سائڻ جڄها سلام ۽ پاڪر ڇيا اٿئي ۽ هيءَ پوٽي جي جمڻ جي مٺائي ڏني اٿس.“

بيبي زيبل مٺائي ڪٽي آيل نوڪرياڻيءَ کي چيو ”مون کي سندس پوٽي ڄائي جي خبر ٿي ڪانہ هئي. تنهنجي واتان ٿي ٻڌان. چئجانس تہ اچي مبارڪ ڏيئي وينديس.“

زيبل جي ڏيڍ لالي اهو سڪل مٺائيءَ جو دٻو پنهنجيءَ ڳانءِ لاڏليءَ ڏانهن اُڇلايو. هيءَ رڪيل ٻاروٽي مٺائي کائي لاڏلي تہ اُتيئي ڍير ٿي پئجي رهي. شاهہ سائينءَ مٺي سوڍا ۽ ڳاسليٽ جو ڦوٽو پياريس، تڏهن هوش آيس. پر شام جو جڏهن ڏنار کيس ڏهڻ آيو تہ هوءَ پڙ ڪڍي بيٺي. ٻارن جي کير لاءِ مٺل ٻاڪر ڪٽو ڏسي لاچار ڪين ٻارهن روپين جو کير بازار مان گهرائڻو پيو.

ٻئي ڏينهن رئو پڙو پائي بيبي زيبل سوير ئي سنيري هلي رئيسڻ کي پوٽي ڄائي جون مبارڪون ڏيڻ. سندس ڏيڍ لاليءَ کيس منع بہ ڪئي تہ ”امان کهڙو ضرور پيو آ. ڪني مٺائي ڏيئي اڌ مئو ڪيو اٿن ۽ وري اوڏانهن پئي وڃين.“

هن ڪهاڻيءَ ۾ رئيساڻي زليخان ۽ سيداڻي زيبل جو هڪ ٻئي تي ڇهپتا ڏيئي ٻک جا چڪ پائڻ جو نهايت ئي دلچسپ ورڻن آهي. گهريچو اصطلاحي عبارت ۾ سندن سماجي پس منظر جي حوالي ۾ هن طبقي جي سطحيپڻي/ڪوڪليپڻي کي نهايت باريڪيءَ سان اُپاريو ويو آهي. اهو ڪين سچ پچ کلڻ هاب ٿو بڻائي. مزو وري اهو آهي جو پنهنجيءَ اهڙي اڍنگي بيهودي هلت جو ڪين رتيءَ پر به احساس ڪونهي.

ڏيگو پيرپيران

هيءَ ڪهاڻي پڙئين ڪهاڻي "ٻک جا چڪ" جو وستار آهي. ساڳيو رئيساڻي/سيداڻي گهرن جو ماحول. ساڳيا به ئي ڪردار زليخان ۽ زيبل هت به موجود. ساڳي سندن نوڪ جهونڪ. چخ چخ هت به جاري آهي. رڳو حيدرآباد بجاءِ هاڻي منظر ڪراچيءَ جو آهي. جتي هي به ئي گهاگهه عورتون شريفان جي پُٽ جي شاديءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيون آهن. لنگهياڻيون "ڏيگو پير پيران" (جيڪي زرينا بلوچ جو ڳايل لوڪ گيت) ڳائيندي، جهمر وجهندي، سيڻي مزماڻين کان پنج پنج روپيا ڦرين ٿيون. شادين جي موقعي تي، متل هن هـَل هلاچي جي ماهتاب تز منظر ڪشي ڪئي آهي. گڏ ٿيل عورتن جا هڪ ٻئي تي اُلر ڪندڙ لفظي وار ڪنن ۾ ٽڪاوَتا ڪن.

"ائي ادي، هاڻي نهيو، آهستي ڳالهاءِ، راڃن ۾ تي جهيڙا وجهين."

"ادي آءُ ته آهيان ڦاٽوڙو ڏهل. اسين ڇٽون سچ، پوءِ ڪنهن کي وڻون نه وڻون!" آئي گهوٽ جي ننڍي پڦيءَ جو جوڙو ڪتي آهي؟

ائين ٿو محسوس ٿئي ته ماهتاب هن زناني مجلس ۾ ڪٿي ڪا ڳجهي ڪئميرا فٽ ڪري، اُن جو شٽر کولي ڇڏيو آهي ۽ مائيڪرو فون جو بٽڻ آن ڪري ڇڏيو آهي. عورتن کي اها سڌ ئي ڪانهي ته ٻاهر ڊرائينگ روم ۾ وِينل مڙد ٿي ويءَ جي پردي تي سندن اها زناني يخي، فاحش چرچا گهبا ۽ سندن هر ناز نخري جو Peeping toms بڻجي، پورو پورو لطف ماڻيندي خوب کڳيون هڻي رهيا آهن.

هي به ئي ڪهاڻيون ماهتاب محبوب جي حقيقت نگاريءَ واري اسٽائيل جو بهترين نمونو آهن. ان معاشري ۾ استعمال ٿيندڙ پهاڪن، چوڻين واري اصطلاحي ٻوليءَ تي سِندس پورو دسترس هئڻ جو مظاهرو ڪن ٿيون.

سوپي

ماهتاب هن ڪهاڻيءَ ۾ سوپيءَ جي گرهست جيون جو فوٽو گرافي واري پٽارٽ سان هڪ تز چٽ چٽيو آهي. سندس مڙس جي بيماري ڪافي اينگهجي ويئي آهي. سندس طبيعت پڇڻ لاءِ اچڻ وارن مٽن مائٽن، پاڙيوارن جو چوويهه ڪلاڪ ئي گهر ۾ مڪو متو پيو آهي. بيمار لاءِ اهو شور غل مٽي جو آزار آهي..... ٻاهران ايندڙ زالن جي ٺهه ٺهه، ڪٽ هيٺان گهر ۾ پاليل ڪڪڙين جي ڪُڙ ڪُڙ هن لاءِ روز جو ويل آهي.

هن ڪهاڻيءَ ۾ سوِيءَ ڪي هم جنس طرف مائل Lesbian ڏيکاريو ويو آهي. اهڙا ائبنارمل ڪردار زرينا بلوچ جي ڪهاڻي ”جيجي“ ۾ خير النسا جعفريءَ جي ڪهاڻي ”حويليءَ ڪان هاستل تائين“ ۾ بہ موجود آهن. اڄ جي هن اُدار دلي واري يُگ ۾ البت هم ـ جنسيت کي بہ انسان جو هڪ نارمل وهنوار ميجي، سماج ۽ قانون طرفان اُن کي ميجتا ملي رهي آهي.

هن ڪهاڻيءَ ۾ ماهتاب اسان کي ٻڌائي ٿي تہ ”سوِيي ننڍپڻ ۾ گُڏن ـ گُڏين جي شادي ڪرائيندي گُڏي کي ڪٽي پري اُڇليو ۽ گُڏين سان شادي ڪرائڻ لڳي. اهي گُڏيون سندس ڪچي ذهن ۾ ايڏيون رچي ويون جو ننڍپڻ جي راند وڏي هوندي پرئڪٽيڪل لائيف اختيار ڪئي. پنهنجو مڙس ڪيس ننڍپڻ وارو اڳڙيءَ جو گُڏو نظر ايندو هو جيڪو بنهہ نہ وڻندو هوس.“

هڪ ڏينهن رئيس چاڪر خان جي چوٿين زال بلقيس بانو جيڪا رشتي ۾ سندس ڀاڻتي هئي، پڦڙ جي بيماريءَ جو ٻڌي، پنهنجي سرتي شمان کي ساڻ وٺي اچي پڦيءَ وٽ پهتي. سوِيءَ ۽ سندس چئني ڌيئرن هن وڏ گهراڻي جي وڏي آجيان ڪئي. ڪين اها چاءِ نٿي ملي جتي ڪٽي ويهارينس. لمليٽ، ڪيڪ، بسڪوٽ، پر بلقيس اُنهن کي ڇهيو بہ ڪونہ. سندس سرتي شمل پنڌ ڪري ٿڪجي پئي هئي. چيلهہ ڏکهي ڪرڻ ٿي چاهيائين. ۽ ڀيڙيءَ مان بہ ٿي سوتا بہ هٽڻ ٿي چاهيائين. سوِيءَ ڪيس پنهنجي ڪمري ۾ وٺي وڃي ليٽايو ۽ ڪيس پاڻ سان رات رهڻ لاءِ ايلاز منٿون ڪرڻ لڳي. ”اڃا تہ حال ئي دل جا ڪونہ ونڊياسين..... سياري جي رات.... سوڙ وجهي ڪوسڙيون ٿي حال ونڊيون ها.... محفلون ڪيون ها....“ سوِيي شمل تي هرڪ هاري ويٺي هئي. عرصي ڪان اُڃايل هئي، اڄ جنس جي اُن بک سندس اندر ۾ پڙڪو ڪاڏو. سوِيءَ جون لونڊڙيون ڌنوڻ لڳيون..... رڳون ڇڪجي ويس، تکو ساهہ کڄڻ لڳس ۽ شمان کي ڪنهن جناتي اثر هيٺ ڏونڌاڙڻ ۽ چيڀاٽڻ لڳي. شمان جو مغز چڻ سُن ٿي ويو.... سوِيءَ جي جسم مان ايندڙ پگهر ۽ ڳن ۾ پيل عطر جي ٻُسڙي جي ڏپ ڪان دل ڪچي ٿيڻ لڳس.

”ها هان! ڇا ٿي ڪرين. پڦي....“ شمان پنهنجون سڀ قوتون گڏ ڪري هڪ جهٽڪي سان ڪيس ڌڪو ڏيئي، ڪوٺيءَ ڪان ٻاهر ڀڄي آئي.

”ڇا ٿيو شمان ڇا ٿيو؟“ بلقيس پڇيس ”ايڏي گهبرايل ڇو آهين. خير تہ آهي؟“

”پڦي....“ شمان سهڪندي ورائيو. ”پڦي آهي نہ بلقيس. پڦيءَ کي الائي ڇا ٿيو... جو...“

هن ڪهاڻيءَ ۾ عورت جي هم جنسيات واري نفسيات کي ماهتاب نهايت ئي فنائتي نموني واٽکو ڪيو آهي. هند ۾ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ان موضوع کي اڃا ڪنهن نہ ڇهيو آهي.

سيڻ ڏيڻ

هيءَ ٻن سيٽين جي ڄُنڊا پٽ جي ڪهاڻي آهي، جنهن جي لهس ممتاز ۽ پورل کي به اچي ٿي ۽ نوبت گهر ڦٽڻ تائين به اچي پهچي ٿي. ممتاز جي سس زيبل ۽ ماءُ بختيار جي وچ ۾ ٿڌي جنگ ڇڙيل آهي. انهن ٻن ٻاهين جي وچ ۾ اچي ڦاٿو آهي پورل. ممتاز روز سندس ماءُ يعني پنهنجيءَ سس خلاف هن کي شڪايتون ڪندي ٿي رهي. هن جي گهر جي سک شانتي پر ڪري اڏامي ويئي آهي. ان جي جڳهه ڪل ڪل ۽ گهپيءَ اچي واسو ڪيو آهي.

پورل کي سمجهڻ ۾ دير نٿي لڳي ته ان لاءِ جوابدار آهي ممتاز جي ماءُ يعني سندس سس بختيار جيڪا هر روز رخشو ڪري، پنهنجي ڌيءَ کي ابتيون سبتيون پٽيون پڙهائي ٿي وڃي ۽ پاڻ سان گڏ بازار وٺي وڃي قسطن ۾ ڪڏهن واشنگ مشين ته ڪڏهن فرج وٺي ڏيئي، سندن کيسا خالي ڪرائيندي ٿي رهي.

پورل ممتاز کي سمجهائي ٿو ته تون پنهنجي هٺ ڦاڙ ماءُ کي اسان جي گهر اچڻ کان منع ڪري ڇڏ. هن پنهنجو گهر ته تباهه ڪيو ئي آهي، هاڻي اسان جي گهر کي به تباهه ڪرڻ تي سندرو ٻڌو اٿس.

هن پيري جڏهن بختيار رخشي ۾ سندن گهر اچي ٿي ۽ ممتاز کي نئين ٿي وڃي، قسطن ۾ خريد ڪري ڏيڻ لاءِ بازار وٺي وڃڻ چاهي ٿي ته هوءَ کيس ڪتو جواب ڏئي ٿي. "امان ٿي ويءَ جي آخر ايتري ضرورت به ڪهڙي آهي جو قسطن ۾ وٺجي. الله ڏيندو ته پورا پئسا ڏيئي وٺنداسين."

ماڻس کي عجب ٿو لڳي "ضرور ماڻهن تو مٿان تعويذ ڪرايو آهي جو اهڙا ابتا ٻول پئي ڪڍين."

لالڻ

ماهتاب جي 1962ع جي لکيل هڪ مشهور ڪهاڻي آهي "نَڪُ"، جنهن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪيو آهي، اسان جي مانواري مفڪر محمد ابراهيم جويي. هن ڪهاڻيءَ ۾ شروع کان وٺي آخر تائين هڪ قسم جو سسپينس آهي. پڙهندي اٿين ٿو محسوس ٿئي ته لاڏ ڪوڏ سان پاليل هڪ ڪنواري ڇوڪريءَ شهر ۾ پهچڻ کانپوءِ، ڪنهن هيپيءَ سان پنجي وڃي شادي ڪئي هوندي. اٿين هَن پاڇوڪڙ رن معزز خاندان جي عزت خاڪ ۾ ملائي، خاندان جو نڪ ئي وڍي ڇڏيو هوندو.

پر ليکڪا اسان کي ٻڌائي ٿي ته ماجرا ان کان به وڌيڪ پيانڪ ۽ لڱ ڪانڊارينڊڙ آهي. اها آهي ته "وڏل جي پاڻتي ۽ شهباز جي ٻارهن سالن جي جواڻ جماڻ ڌيءَ خاندان جو نڪ وڍائي، اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ داخل ٿي آهي."

"لالڻ" ڪهاڻيءَ ۾ به ماهتاب ساڳئي قسم جو سسپينس خلقيو آهي. سنڌ جي هڪ ٻهراڙيءَ واري گهر ۾ ماتم متو پيو آهي. ڏاڏي مُنهن تي پلاند وجهي اوڇنگارون ڏيئي رهي آهي. "لالڻ تنهنجو ڪلهو به نصيب ڪونه ٿيم. ابا سچي

عمر آسرو ڪيم ته ڪلهو ڏيندينم، پر اڄ ڇڏيو ٿو وڃينم.“ لالڻ جي ماءُ به پار ڪڍندي چيو ”منهنجا ابا، مون کي ته وڏي اُميد هئي ته توکي موڙ ڏيندينس، پر تو پيڻ کي ميندي به لائڻ ڪونه ڏني.“ لالڻ جي چاليهن ورهين جي ڪنواري چاچي پنهنجي مٿي تي ڌڪ هڻندي چيو ”ڇوڪر منهنجي چيله ڀڃيو پيو وڃين، منهنجي اڇن تي ته رحم ڪرين ها.“

ائين ٿو محسوس ٿئي ته لالڻ نالي وارو ڪو ڳڀرو نوجوان گذر ڪري ويو آهي. هاڻي سندس مڙهه مقام پهچائڻ لاءِ جنازي جون تياريون ٿي رهيون آهن. پوءِ تي خبر پوي ته در تي ٽانگو تيار بيٺو آهي، جنهن ۾ لالڻ بئگ کڻي ڳوٺ کان ڪراچيءَ وڃي رهيو آهي، ڪنهن اسڪول ڪاليج ۾ پنهنجي وڌيڪ پڙهائي پوري ڪرڻ. سٺ ڪوهه پرتي وارو اهو شهر زالن کي پرديس ٿو لڳي، جنهن جي ڪلپنا ڪندي سندن هنيانءَ ٿو ڦاٽي. لالڻ گويا هميشه لاءِ ڪانئن موڪلائي ويندو هجي.

”هاءِ پرديس، پکين ۽ پرديسين جا ڪهڙا مڙهه مقام“ ڏاڏي ڇاتيءَ کي مُڪ هڻندي چوي ٿي.

<u>چارو</u>

سيد جي بي بي کي پنهنجي وڏ گهراڻي هئڻ تي ناز آهي.

”اسان ته آهيون ئي برتر. اسان کي پيڙهين کان برتريءَ جو احساس ڏياريو ويو آهي، جيڪو مانُ مرتبو رب اسان کي ڏياريو آهي، سو شل قائم دائم رهي.“

هن بي بي کي پنهنجي ڌيءُ جو اچي فڪر لڳو آهي ته ڪٿي پين ڇوڪرين جيان سندس ڌيءُ به نه ڪنهن سان سول مئريج ڪري. نه رڳو پنهنجي قيام ڪاري ڪاري، پر خاندان تي به داغ لڳي ملي.

”سيد جو سڱ نه مليو ته حق بخشائي ڇڏيندي مانس. سٺ پيڙهيون اَشڪ ڪاڏي ڌيءُ ڪاڻ نه لڄائينديس.“ چاري لڳل دونهانتيل ذهن سان اهو آخري فيصلو ڪري نهايت ئي اطمينان سان هي سيد بي بي ننڊ ۾ سمهي ٿي رهي.

ماهتاب محبوب پنهنجي هنن ڪهاڻين ذريعي سماج جي چاري لڳل دونهانتيل ذهن کي ئي صاف ستري صحتمند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن به سڌي پرچاري طريقي سان نه، بلڪ اڻ سڌيءَ طرح پڙهندڙن جي دلين تي اثر ڪرڻ واري فنائتي اظهار سان، نئين سوچهي پيدا ڪري. اسان جو معاشرو صدين کان دقيانوسي سوچ ۽ فڪر جي دز سان لتيل ۽ روايتن جي چاري ۾ اُلجهيل رهيو آهي. هر هڪ ليکڪ ڪلاڪار جي پاڻ طرف ۽ پنهنجي واتاورڻ طرف اهائي هڪ ڪمٽمينٽ هئڻ گهرجي ته هو اُن کي، جنهن ۾ پين سان گڏ هو پاڻ به ساهه کڻي ٿو پردوشڻ مُڪت (Ecologically Clean) رکي.

☉☉



# شاعر شيخ اياز ۽ پؤنر پري آڪاس

واسديو نرمل

بقول شري سگن آهوجا، سنڌي شاعريءَ ۾ جيئن ڪشنچند بيوس، "نئين سجاڳي" آندي، تيئن شيخ اياز نوان فارم، نوان وزن، نوان موضوع ۽ نيون ترڪيبون ڏيئي، سنڌي شاعريءَ کي نئون ذهن، نئون شعور ڏنو ۽ پنهنجي گيتن خواهه غزلن، بيتن خواهه آزاد نظمن ۾ پنهنجي شاعراڻي شخصيت جي مخصوص خوبين کي ڪٽي، نه رڳو ٻين سنڌي شاعرن کان الڳ تي بيٺو آهي، پر شاهه کان پوءِ ۽ نارايڻ شيام کي ڇڏي، باقي ممتاز پڻ آهي.

شيخ اياز شاعريءَ جي هر صنف تي طبع آزمائي ڪئي آهي. هن بيت، دوها، وايون، گيت، نظم، آزاد نظم، غزل، ترائيل ۽ تہ ستا لکيا آهن. سندس ٻولي سُپڪ، سوادي، پڪي پختي ۽ اثرائتي آهي. سندس شعر ۾ زبان جي شيريني، تصور جي پرواز ۽ فن جي مهارت آهي. بنيادي طور هو رومانوي شاعر آهي. هن پرڪرتي ۽ سندرتا جي درياءَ مان پري پري جام پيتا آهن.

اياز جو شعر پڙهندي، سنڌ جي مٽيءَ جو هڳاءُ پيو ايندو. پنهنجي شعر ۾ جن اشارن، استعارن يا ڪناين جو استعمال ٿو ڪري، اهي سڀ نج سنڌي آهن. سندس شعر پڙهندي ائين لڳندو آهي، ڄڻ نم جي وڻ جي ڇانوَ ۾، ڪو ٽڪل مٿ افر آهلي پيو هجي ۽ دور کان ڪو چارڻ پنهنجي سُريلي آواز سان، ڪجهہ ڳائيندو ڪجهہ جهونگاريندو ايندو هجي ۽ مسافر سوچيندو هجي تہ آخر، چارڻ ڇا ٿو چوڻ چاهي؟ ڇو ٿو چوڻ چاهي؟ زماني جي ڪهڙن ظلمن جو بيان ٿو ڪري، هم وطنين جا ڪهڙا ڏک درد ٿو سڻائي، ساٿيهہ تان سر گهورڻ لاءِ ڪيئن ٿو پيغام پهچائي، وغيره وغيره.

اياز جي شاعريءَ جو ڪرنگهو آهي، سنڌيت جو جذبو. سنڌس هر ڪوتا پنهنجيءَ ڌرتيءَ سان جڙيل آهي. ڪيترن شعرن ۾ سنڌيت جو جذبو شدت سان اُڀري بيٺو آهي. مثال طور هيءَ شعر ڏسو:

سنڌ جيئي سدا، سنڌ جيئي سدا،
راس آئي رلي، هونئن اوچڻ گهٽا.

يا

"سنڌ سستي وڪي آهه ڪنهن نرلڄي!"

عالمگير جذبو

هر عظيم شاعر جيان اياز زندگيءَ جي هر ادا کي شاعراڻي نگاهه سان ٿو ڏسي، هو انسان پرست آهي. هن جو اگر ڪنهن واد ۾ وشواس آهي ته اهو آهي مانوتا واد.

تنهنجا پير ڇهان، ڌرتي منهنجي ماتڙي
پاڪر پايان پاوَ سان، ماڻهو ماڻهوءَ سان،
آءٌ نه پيو ڇاڻان، مذهب منهنجو ماڻهپو.

شاهه لاءِ عقيدتمندي

ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته اياز شاهه کان متاثر ٿيل آهي. ان جو اعتراف خود اياز شاعراڻي انداز ۾ اجهو هيئن ٿو ڪري:

پڇائي، اسان جيءَ پريل جهول ۾
پڏوسين، به تي پير تنهنجا هُيا.

بقول اياز "منهنجا ۽ شاهه لطيف جا پير اُنهيءَ ڪڙيءَ ۾ گڏ گرفتار آهن ۽ هڪ ٻئي کان جدا ٿي نه ٿا سگهن." شاهه کان سواءِ ڪاليداس، وديا پتي، ٽئگور ۽ خليل جبران کان خاص متاثر آهي.

هن مقالي ۾ اياز جي شعرن جي مجموعي "پونر پري آڪاس" جي اوک ڊوک ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي اٿم. هن مجموعي ۾ بيت، وايون، دوها، گيت، نظم، آزاد نظم، قطعات ۽ غزل درج ڪيل آهن، جيڪو پاڪستان رائيٽرس گلڊ ڇپايو هو. پاڪستان سرڪار جلد ئي ان ڪتاب تي بندش وڌي. ازانسواءِ سندس ڪلام ريڊئي تي ڳائڻ جي منع هئي. ان ۾ ڪو به شڪ ناهي ته سندس بيتن ۽ گيتن ۾ انمول آڳ ۽ پنيٽ هئا. اياز بيتن ۾ ڪٿي شاهه کي جاڳائي، ڏاڍن کي ڏارڻ ٿو چاهي.

جاڳ پٽائي گهوٽ، سنڌڙي، تي تو ڪي سڏي
مرن پيون مارئيون، ڦاٻا آهن ڪوٽ
اڄ تہ تنهنجي اوٽ، ڏاڍن ڪي ڏاري وڃهون.

ڪٿي سنڌ ڪي مخاطب ٿي ڏڍ ڏيڻ جي ڪوشش ٿو ڪري:
جيئون تنهنجي جند سان، مرون توسان ماءُ،
ڳوڙها ڳاڙ نہ سنڌڙي، وري ورندو واءُ
جرڪن پيون جندڙيون، تن من آهي تاءُ،
لونءِ لونءِ منجهہ لڳاءُ، سڀ ڪي آ ساٿيهہ جو.

ڪٿي اَبوجهہ غريب انسانن جو چِٽر ٿو چٽي:
ماڻهو منهنجي ملڪ جا، اَبوجهہ ۽ اڻ ڄاڻ،
ڏکن ڏڏيون جهوپڙيون، ٻکن پريا پاڻ.

صدين کان پيڙت انسان سجاڳ ٿيڻ جو ورڻن، اياز ڏسو تہ ڪهڙي نہ خوبيءَ سان ٿو ڪري:

ڇڳي ڇپر ڪٽ، آيو تاءُ تڏي ڪي
ساون ڪاڏي ست، سُڄن سر مٿي ڪيو.

اهڙيءَ طرح اياز سنڌي بيت ۾ نوان نوان موضوع ڪٺي بيت کي هڪ يگاني صنفِ سخن ثابت ڪري ڏيکاريو آهي. سندس بيت، قديمي سنڌي بيت جي هيئت تي ٺهڪي اچن ٿا. بيتن ۾ ٻولي بہ ٺيٺ سنڌي استعمال ڪئي اٿائين. ڪٿي ڪٿي تہ سندس ٻوليءَ مان "شاهہ" جي ٻوليءَ جو هڳاءُ پيو ملي. اعتبار ڪندا تہ هيءَ بيت اياز جو آهي؟

جهوري پيئي جهانجهہ، جيڏيون منهنجي جيءَ کي
سهڙي آهي سانجهہ، جهجندي جنهن جي جهانءِ ۾.

چند شاستر جا ودوان پِنگل جا ڄاڻندا آهن تہ بيت ماترائن تي ٻڌل هوندا آهن. بيت جي هڪ سٽ ۾ 24 ماترائون هونديون آهن. اياز سنڌي بيت جي اها هيئت اڪثر قائم رکي آهي. البتہ ڪٿي ڪٿي سندس بيت ماترائن جي ماڻ تي پورا نٿا لهن.

شري سگن آهوجا، سنڌي شاعريءَ ۾ بيء سجاڳيءَ جو.جيڪو ذڪر ڪيو هئو اهو گهڻي ڀاڱي بيت ۽ وائيءَ جي نئين سر جيئارڻ ۽ اُجارڻ سان وابستہ آهي.

شيخ اياز جي بيت جي هيئت قديم شاعريءَ جي بيت جهڙي آهي، باقي ان جي موضوع ۾ جدت آهي. بيتن ۾ ڪم آندل ٻولي ٺيٺ سنڌي آهي. اياز سنڌي بيت کي تصوف ۽ روايتي شاعريءَ جي ڍير مان ڪڍي، آڇو اُجرو ڪري، نئين رنگ ۽ روپ ۾ پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

اياز غير شاعراڻن لفظن کي ٻه پنهنجي شخصيت ڏيئي، چمڪائي ٿو ڇڏي. بين لفظن ۾ اهي سنڌي لفظ جي سنڌين جي روزاني زندگيءَ ۾ ڪو رول ادا ڪن ٿا. مگر ظاهرن غير شاعراڻا لفظ آهن، سي اهڙو ته چمڪي بيهن ٿا، جو پڙهندڙ جو ان ڳالهه ڌانهن ڌيان ئي نٿو وڃي ته اهي ڪي غير شاعراڻا لفظ آهن. هو سنڌي ترڪيبن جو ٻه استعمال ٿو ڪري، مثال طور هيءُ بيت ڏسو.

"ڪٽا ڪنيم ڪيچ مان" ڪليا تنهنجا ڪيت
مون وٽ مڙئي بيت، تو وٽ آهن آيتون.

بقول مشهور سنڌي نقاد محمد ابراهيم جويو اياز جو شعر وطن جي آبرو ۽ عظمت جو شعر آهي. ان ۾ وطن جي غدارن ۽ وطن جي دشمنن لاءِ اَجهل نفرت ۽ بي پناهه غصو موجود آهي. هو وطن جي دشمنن کي للڪاريندي چوي ٿو:

تون ڪنهن ڪنهن کي خاموش ڪندين، اعلان هزارين مان نه رڳو.

پاڪستان ۾ سنڌ جي تاريخ ۾ نجي فن ۽ ادب لاءِ، ڪنهن کان ايتري قرباني نه ڪڏهن گهري ويئي، نه ورتي ويئي، جيتري اياز کان گهري ويئي. گلائون، تهمتون، گاريون، دڙڪا، حملا، شهر نيڪاليون، نظربنديون، ڪال ڪوٺڙيون ۽ ڪيسن مٿان ڪيس. هيءَ ته اياز ۽ سندس پنهنجي مقصد عظيم سان پنهنجي ساهه کان وڌ محبت هئي، جنهن سڀ ڪجهه ٻڌو، ڏٺو ۽ سٺو ۽ ان کان پوءِ ٻه نه هيٺو ٿيو ۽ نه پنهنجيءَ راهه تان هڪ پير هٽيو ۽ هٽڪيو.

اياز سنڌي شاعريءَ کي بادلن جهڙي گجگوڙ ۽ جهرڻي جهڙي رواني عطا ڪئي آهي. سندس شاعريءَ ۾ موجود سياسي ۽ سماجي ڏاڍ ڌهڪاءَ جو بيحد شدت سان احساس اپري آيل آهي.

ڪوئي آهي، ڪوئي آهي، جيڪو سچ چوي
ڏينهن ڏٺي جو هن ڏائڻ تان جيڪو گهونگهٽ لاهي
ڪوئي آهي
سانگ سياست جا جو سمجهي، ٺاهه ٺڳيءَ جا ڍاهي

ڪوئي آهي...
يا
ملن توکي ڏيان گيت اي ڌرتي، تون مون تي زنجير وجهين.

اياز جي واين جي هيئت، قديم سنڌي وائيءَ جي هيئت کان ڪافي ڌريل آهي. البته وائيءَ ۾ ٽيندڙ دهراءُ کي اياز سهڻي نموني استعمال ڪيو آهي. سندس واين جا موضوع به قديمي سنڌي وائيءَ کان مختلف آهن ۽ اهڙيءَ طرح اياز سنڌي وائيءَ جي ڪيتر کي وسيع ڪرڻ ۾ وسان ڪو نه گهٽايو آهي. جيئن اياز سنڌي بيت کي نئين سر جيئاريو آهي، تيئن هن سنڌي وائيءَ کي به سنوارڻ ۾ ڪائي ڪسر ڪا نه ڇڏي آهي.

اياز جي قطعن، نظمن ۽ آزاد نظمن جي سڀ کان اُيريل خصوصيت آهي، انهن ۾ ڏنل تشبيهون. هيٺيان چند مثال پڙهي پاڻ امين ٿيو:

جنهن هن واريءَ جي وينديءَ ۾،
لهنديءَ سج جي ٽِڪ جڙي آ،
آهه ڪٿي سو ازلي وينجهر؟
...
روح انسان ۾ ليئو پاتم،
چڻ ته هڪ کوهه هُيو
مون ڏٺا چنڊ ستارن جا اُنهيءَ ۾ پاڇا،
مون چيو هيٺ ڏسان آ ڇا ڇا!
پوءِ پري ڏول ڏٺم جو پاڻي،
ٻن جهانن جون بلائون نظر آيون مونکي!
...
چنڊ جي پرون تي پير
چڻ صدين جي سوچ جا گهرا نشان.
...
هيءَ نما شام هي اُفق تي سج!
يا سُڪو ٺانءُ ڪو ڇُپائي ٿي،
جهول گيڙوءَ رتي بکاريءَ جي،
هيءَ سرءُ ۾ نديءَ پريان هو بيٺ
اٿن سُڪي ويا جٿين بکئي جو پيٽ
چڻ ڏڏي ويو ڏسي اُنهن کي سج.

شام جو سج پهاڙ جي پٽ تان،
جر ڪندو ائين پڏي ويو آهي.
سون جو ٿال ڪنهن حسينہ ڪان
جڻ هٿن مان ڪري پيو آهي.

البتہ "پونر پري آڪاس" ۾ ڪي تشبيهون چٽيون نامن، Vague آهن. مثال طور هيءَ تشبيهہ ڏسو:

ڪنهن مصور جو روح آ گويا،
ابر ڪهسار ائين ڪڙو آهي.

نظمن ۾ "ننڍاڪڙيون نڇٽيون"، "نتيا گليءَ جي شام"، "منهنجا منڙا پٽ..."، "تو تان واريان جند" هر لحاظ کان قابل داد آهن. جيئن اياز جا ڪي گيت پيا لڳن.

"پونر پري آڪاس" ۾ درج ڪيل اياز جا غزل پڙهي خاص حظ حاصل نہ ٿيو. روايتي اردو غزلن جيان جام، صراحي، پيالا، سبو ساقي، شراب، مئخانہ باده خانا، دير و حرم، ڳوءِ يار اياز جي شعرن تي بہ ڇانيل آهن. البتہ جيئن جيئن ڪنهن حسينہ جي چهري تي ونڙيل وارن وچان، سندس چهرو جهلڪا پيو ڏيندو آهي، تيئن ڪٿي ڪٿي اياز جي غزلن ۾ بہ سهڻا شعر جهلڪا ڏيئي اُپري بيٺا آهن. جدت، لفظن جي جادوگري يا دلڪش اندازِ بيان سبب. اهڙن شعرن مان ڪي مثال طور هيٺ ڏجن ٿا.

ڏيان آگ گرنار کي گاهي گاهي
وري سر وڍايان، وري چنگ چوريان.

نعمتون بي حساب سانيڍي رک
منهنجي مانيءَ ڳيو طلب آهي.

شاهہ کان پوءِ اي اياز پڏاءِ
سنڌ ۾ ڪنهن جون آيتون رهنديون!

غزلن ۾ ڪٿي ڪٿي سهڻا مزاحيہ شعر بہ آهن. جهڙوڪ "ڇانئٽ چمي، گهر ۾ ڳوليم گهڻ گهرا"، "ڳهلي ذڪر هين پيا پوُر پرينءَ جا"، "ويا آج آڏيءِ مونکي منهنجا سپرين" وغيره.

اج جڏهن نئين ڪوتا ۾ بحروزن يا ڇند شاستر کي الوداع ڪيو ويو آهي، تڏهن بيت اگر خيال جي لحاظ کان بهترين هجي تہ ماترائن جي ڪمي پيشي در گذر هئڻ گهرجي. اهو منهنجو شخصي ويچار آهي.

اياز بيتن جيان دوهن ۾ به نوان نوان موضوع کنيا آهن. خاص ڪري هيئيان به دوها تحسين جوڳا آهن:

ٻري پيئي ڌرتيءَ جي ڇاتي، مري پئي مخلوق،
پرين ٻري ٿي، ڇڏ ته ڪٺان مان، پري اها بندوق.

ها، ها، تون قرآن ڪٺي آ، يا گيتا جو گيان
ان مان ڇا ورندو جو تو ۾ مري ويو انسان.

پريت جو ذڪر قديمي دوهن ۾ به آهي، ليڪن اياز جو نمونو اور آهي. چوي ٿو:

پيالي پيالي مان رس پيتي، منهنجي پريت پياڪ،
ڪهڙي ڪهڙي مومل ساريان ڪهڙي ڪهڙي ڪاڪ.

تشبيهن جو استعمال قديمي دوهن ۾ به ڪثرت سان ڪيو ويو آهي، ليڪن اياز جون تشبيهون پنهنجي نالي سان آهن:

منهنجون آليون اکڙيون، گهَريون، جيئن جمنا جو جل
تنهنجي صورت وهڪ مثان جيئن ونڙي تاج محل.

پرينءَ جي ياد، ڪنهن لاءِ ڳورو بار، ڪنهن لاءِ نوڪدار خار هوندي آهي ليڪن اياز جي لاءِ پرينءَ جي ياد آهي ڇاتيءَ ۾ ڇپيل ڇيت! شايد ئي ڪنهن ٻئي سنڌيءَ شاعر جو ڌيان ويو هجي، ڇيت لفظ جي موسيقيءَ ڏانهن. چوي ٿو:

هو روهڙيءَ ۾ روح رهاڻيون، هُو راتيون، هوءَ ريت
ڇُپي پئي اڄ تائين مون کي ڇاتيءَ ۾ ڪا ڇيت!

اياز جي گهڻن دوهن جي هيئت قديمي دوهي جي هيئت کان نرالي آهي. قديمي دوهي جي هر سٽ ۾ 24 ماترائون هونديون آهن. مثال طور "ڪبير" جو هيءَ دوهو ڏسو:

مالي آوت ديکڪي ڪلين ڪري پُڪار
ڦولي ڦولي چُن لئي، ڪال هماري بار.

اياز جي تمام ٿورن دوهن ۾ قديمي دوهي جي اها هيئت برقرار رکي وئي آهي. مثال طور:

آهي تنهنجيءَ ياد جي، ايئن گذريءَ ۾ گونج
آکيري مان جئن وڃي اُڏري ڪائي ڪونج.

اياز گهڻا دوها 26 ماترائن تي لکيا آهن. ان حوالي سان هيءُ دوهو ڏسو:

ريج ڏنو هو هتڙي رت سان ڪنهن پوريءَ جي پُل،
جنهن مان اُسريا پيارا پيارا هي چانيي جا گل.

ان بگڙيل هيئت سبب اياز جي دوهن کي صحيح معنيٰ ۾ دوها سڏجي يا نہ اهو بحث جو باعث بڻجي سگهي ٿو. البتہ مان اهڙن دوهن کي بہ دوها سڏڻ ۾ ڪوئي هرج نٿو سمجهان.

اياز جي ڇيڇن جي لئي تہ جنسي جهومائي ڇڏيو. خاص ڪري ڇيڇ "آڙي چنڊ آڙي چنڊ، پرين تو تہ ڏنو ناهہ" تہ هند سنڌ ۾ ڪافي مقبوليت حاصل ڪري چڪو آهي. سندس گيت "گهنن گهنن، گهن گهن، گهن گهن گهن" جي لئي بہ ڪافي جهومائيندڙ آهي. سندس گيت، "سيڪا مومل، سيڪو راڻو" "پري پري ڏي چر مان ڇاڻو" "سمجهيئہ ڇا آهي سنسار" هيئت، لئي توڙي موضوع جي لحاظ کان قابل ذڪر آهن. گيتن ۾ تشبيهون بہ سهڻيون ڏنيون آٿائين. مثال طور هيءُ تشبيهہ ڏسو:

تو لاءِ ساهہ ائين سيڏائي
جهونجڪڙي جو جتن واجهائي،
چانيي لاءِ تلور....

ڇيڇ "آڙي چنڊ، آڙي چنڊ" ۾ تشبيهہ ڏيڻ جو انداز بہ نرالو آهي. چوي ٿو:

آڙي ڦول، آڙي ڦول، پرين تو تہ ڏنو ناهہ
سندس رنگ سندس انگ، ائين آهہ جيئن تون.

اياز بہ ٽي غزل ماترائن تي بہ چيا آهن. اُنهن ۾ لئي ڪافي جهومائيندڙ رکي آٿائين. البتہ غزل نمبر 64 جي هيٺين شعرن جي مصرع اوليٰ ۾ 3 ماترائون گهٽ آهن.

پوءِ بہ اسان جي روح نہ پاتو پتڪي پتڪي چين،
تنهنجون اکڙيون مڌ جون پياليون، ڪيئي سهارا ويجهو ها.

ڪيئن چوان ڇا لاءِ چڪن ٽيون لهرون ۾ لس ليٽ
پوءِ بہ اونهي سان اٽڪيا ـ سي گرچ ڪنارا ويجهو ها.

"پونر پري آڪاس" پڙهڻ بعد، هر سخن فهم منهنجي راءِ سان متفق ٿيندو تہ اياز هڪ عظيم سنڌي شاعر آهي. هر عظيم شاعر جو اڪثر هن جي جيئري ايترو قدر نہ ٿيندو آهي. اياز بہ ان جي شڪايت ٿو ڪري

نہ ڪيو قدر سنڌ، هاءِ، اياز
خونچڪان آ قلم، ويا ڪيڏانهن.

يا

ٽڙياسين دامنِ صحرا تي، خوشبو ٿي آجائي وئي
خدا معلوم ڪنهن رنگين چمن ۾ چو نہ ڇاياسي.

جيئن هر عظيم شاعر کي سچ جي جِٽ ۾ پورن وشواس هوندو آهي، تيئن اياز بہ سچ جي سوڀ ۾ مڪمل اعتقاد ٿو رکي.

ساٿي آ سچ تون بيٺي نچ، ڪيسين ڪڏندو ڪوڙ؟

يا

نيٺ تہ ڍهندو ڪوڙ سدائين جنهن کي ناهہ ثبات
نيٺ تہ ڦٽندو سچ جو سورج، نيٺ تہ ڪٽندي رات.

جيئن هر عظيم شاعر کي پنهنجي وطن لاءِ اُڪير ٿيندي آهي، تيئن اياز کي پنهنجي ساٿيہ سنڌ سان بيحد محبت آهي. چوي ٿو:

تو تان واريان جند
منهنجي منڙي سنڌ.

تنهنجيءَ ٻوليءَ جو مان ٻيلي، وارِيان تنهن تان پاڻ
ڳالهيون تنهنجون ڳايان، منهنجو سر آهي تو ساڻ

منهنجي سهڻي، منهنجي سسئي، منهنجي مومل آءَ
روئي روئي آءُ سبان اڄ، تنهنجو گهرو گهاءُ.

جيئن هر عظيم شاعر انسانيت پرست هوندو آهي، تيئن اياز بہ انسانيت پرست هو ۽ انسانيت کي محيندي پنهنجي وطن کي سنڌ تائين محدود نہ رکيائين. سارو جهان هن لاءِ ديس هو.

منهنجو ڪوئي ديس نہ آهي، منهنجو ديس جهان
منهجو ڪوئي نانءُ نہ آهي، مان آهيان انسان.

هر عظيم شاعر ۾ خوديءَ جو احساس ٿيندو آهي. اياز ۾ اهو احساس جان تان سرس نظر ايندو هو. تڏهن تہ چيو هئائين:

ڪوئي شاعر اچا تہ جانِ اياز
ناھہ تنھنجي غلامر ڪان بھتر.

تون ميجيندين تہ ڪو نہ اي جيڏا
جي چوان، لازوال آھيان مان.

باقي ھڪ ڳالھہ اياز فارسي ترڪيبن جو اڪثر گھٽ استعمال ڪيو آھي. البتہ ڪٿي ڪٿي سندس ٻولي ڏاڍي فارسي آميز آھي. مثال طور ھي مصرعون ڏسو:

ھيءَ ڪائنات بيڪران
ھيءَ حسن جي جوءِ روان.

...

سلسلہ ڪوھہ ۾ چشمہ آبِ روان.

...

پابجولان آ رخش عمرِ روان.

فارسي لفظن جو محدود استعمال سنڌي ٻوليءَ جي واڌاري لاءِ مفيد ٿي سگھي ٿو. ليڪن ھھڙي فارسي آميز ٻوليءَ جي حق ۾ مان ھرگز ناھيان.



منھنجو تجربو آھي تہ شاعري گھٽين مان جنمر وٺندي آھي ۽ ٿھڪن سان ھٿ ھٿ ۾ ملائي ھلندي آھي. شاعريءَ جو وڏو ذريعو مواليِن جا ٽڪاٽا آھن. اتي گڏ ٿيندڙ ماڻھن جي ٽھڪن ۾ ايڏو تہ رَسُ ۽ سندن ڳالھين ۾ ايتري تہ وھڪ ۽ خوبصورتي آھي، جنھن جو ڪو جواب ناھي.

بلئس سينڊرارس



# مخالف هوا جي سامهون اڏول امداد حسيني

لڇمڻ ڪومل

اسان جي سنڌ سونهاريءَ ۾ ٽکڙ جو ڳوٺ هڪ اهڙي وستي ملوڪ شاهه آهي، جنهن ۾ زرعي فصل لهڻ بدران شاعرن جو فصل لهندو آهي. چون ٿا ته اڄ به ان ننڍي ڳوٺ ۾ ڪيئين شاعر رهن ٿا.

ٽکڙ جي نامور شاعرن جي هڪ ڊگهي فهرست آهي، جن جو تفصيلوار ذڪر هن مقالي جي دائري کان ٻاهر آهي. مان هتي رڳو سنڌي شاعريءَ جي ان مجنون شاعر جو ذڪر ڪري رهيو آهيان، جنهن ڏاڍ ڏمر واري پوساٽيندڙ ماحول ۾ به سنڌي شاعريءَ جي ساک ۽ لڄ پت قائم دائم رکي آهي. اهو شاعر آهي سيد امداد علي شاهه جنهن کي هند سنڌ جي ساهتڪ رنگ منچ شاعر طور 'امداد حسينيءَ' جي نالي سان ۽ نثرنويس طور 'سانول' جي نالي سان ڄاتو سڃاتو وڃي ٿو.

امداد سان منهنجن ادبي ۽ ذاتي رشتن ناتن جا اڪٽ سلسلا جڙيل آهن، جن جو تفصيلوار ذڪر مان پنهنجيءَ آتم ڪٿا "وهي کاتي جا پنا" جي اينديڙ ڀاڱن ۾ امداد حسيني بطور شخص ۽ شاعر ڀرپور نموني تحرير ڪندس. هن مقالي ۾ مون تي امداد حسينيءَ جي شاعريءَ جي ٻن پهلوئن جو مختصر جائزو پيش ڪرڻ جي پابندي پيل آهي. پهرين هڪ شاعر طور امداد جي پرک ۽ اڳتي هلي هن جي شاعريءَ جي، ڪنهن مجموعي جو تجزيو.

امداد حسينيءَ جي حوالي ۾ مون کي سدائين ان ڳالهه جو الم ۽ ارمان رهيو آهي ته هڪ نثر نگار، هڪ ناٽڪ نويس ۽ هڪ ڪهاڻيڪار طور اڃا هن جي ڪا به ڪٿ ۽ قدر شناسي نه ٿي آهي. باوجود ان حقيقت جي ته امداد حسينيءَ "جهڙا گل گلاب جا"، "چوڏول" ۽ "طوفان کان پوءِ" جهڙا ريڊيو سيريل "لالان" ۽ "چنڊ ۽ گلاب" جهڙا

ڊراما، "هينئڙو ٻيڙيءَ جان" ۽ "رات ڪا برسات جي" ۽ ٻيا انيڪ ڊراما، گيتن ڀريون ڪهاڻيون، ٽي ويءَ لاءِ "زنجيرون" ۽ ٻيا ڪيئي ڊراما ۽ گيت ۽ سانول جي نالي سان ڪي عمديون ڪهاڻيون پڻ لکيون آهن. زينت ناول ۽ ڊوڊو – چنيسر جهڙي لوڪ رزميہ داستان جا اردو روپ، "مٺل ماٺهو – جيئري ٻيڙا" جهڙا ترتيب ڏنل مجموعا ۽ هن جي ٻين معياري تخليقن ۽ تحريرن هن جي ادبي رتبي ۽ درجي کي مٿاهون ٻيهاري، امداد کي هند – سنڌ جي آبرودار اديبن جي پهرين وصف ۾ آڻي ڪيس جوڳي جاءِ ڏني آهي. امداد حسينيءَ جي اڻ ڇپيل مواد ۾ اڃا ڪهاڻين جو مجموعو مقالن جو مجموعو ڊرامن جو مجموعو ۽ شاعريءَ جا مڪمل ٿيل ٽي مجموعا اشاعت جي انتظار ۾ آهن.

امداد حسينيءَ جي شاعريءَ جا هيلتائين ٽي مجموعا شايع ٿي چڪا آهن، "امداد آهي رول" "شهرِ آشوب" (Ghost City) ۽ ٽيون هن جي شاعريءَ جو ضخيم مجموعو "هوا جي سامهون". جيئن تہ مون کي هن جي شاعريءَ جي ڪنهن هڪ ئي مجموعي تي تجزيو پيش ڪرڻو آهي، ان ڪري مان هن جي شايع ٿيل پوئين ڀرپور مجموعي "هوا جي سامهون" کي ئي ذڪر هيٺ آڻي رهيو آهيان. جيڪو جڏهن مون ابپياس هيٺ آندو هو تہ سمجهيو هو تہ "هوا جي سامهون" امداد حسينيءَ جي ڪُليات آهي، پر پوءِ جڏهن اها ڄاڻ پيئي تہ امداد جي شاعريءَ جا ٽي مڪمل مجموعا اڃا مسودي جي صورت ۾ هن وٽ محفوظ آهن تہ ڄاتم تہ "هوا جي سامهون" هن جي ڪليات نہ آهي، پر ان کان اڳتي هن وٽ بچيل "باقيات" بہ آهي.

امداد جي مذڪور مجموعي "هوا جي سامهون" تي ڪجهہ سال اڳ مون آل انڊيا ريڊيو جي سنڌي سروس تان تبصرو نشر ڪيو هو پر ان وقت جي هن جي شاعريءَ جي پرک ۽ تجزيي کان اڄ تائين سنڌوءَ جي پُل هيٺان گهڻو ئي پاڻي وهي چڪو آهي (يا سُڪي چڪو آهي) "هوا جي سامهون" کي نئين سر پڙهندي ۽ نئينءَ نظر سان پرکيندي، احساس ٿي رهيو آهي تہ امداد پنهنجي شاعريءَ ۾ سنڌوءَ جي اڳوڻي جوڀن واري ڇوهہ جيان ڪپرن کي ڇهندو سمنڊ جي لهرن جيان چنڊ طرف ٻانهون ڦهلائيندو پنهنجن پڙهندڙن جي ذهنن ۾ ولوڙ وجهي رهيو آهي.

"هوا جي سامهون" کي ڏهہ سال اڳ پڙهندي خواهہ اڄ نئين سر پڙهندي، اهو احساس ٿي رهيو آهي تہ تخليق جو سفر سچ پچ پُراسرار آهي ۽ امداد جي اندر جو شاعر هڪ اهڙو پانڌيئڙو آهي، جيڪو سفر سان يا سفر دوران ڪوبہ دڳ مٽڻ لاءِ تيار ناهي. سنڌ ۾ تخليق ٿيندڙ سنڌي ساهت، خاص طور شاعريءَ جي رچنا جي راهن ۾ ناسازگار ماحول، منافقتن، حدبندين، ڏاڍاين ۽ مزاحمتن جو هڪ اڻ کٽندڙ سلسلو ۽ فضا ڪنهن کان لڪل ناهي، پر امداد اهڙي ناسازگار ماحول جي وچ ۾

رهندي به مزاحمتي شاعريءَ کان نه رڳو لنوايو ناهي، پر مخالف "هوا جي سامهون" سينو سپر ڪري، مضبوط هٿن سان پنهنجي قلم کي سوگهو جهلي، هي ٻي ٻاڪ ستون رچيون آهن:

"رات آهي يا ڪو جلاد خبردار آهي
چنڊ آهي يا ڪو منصور سرِ دار آهي
زندگي آهي يا يوسف سرِ بازار آهي
آهي ڪو آهي ڪو هن دل جو خريدار آهي؟

للڪار سان ڀريل ڪهڙيون نه ٻي ٻاڪ ستون آهن. سٽن جو طلسم ايترو ته جاذب آهي جو ڇئن سٽن جي هن بند ۾ ٻن سٽن ۾ آيل زيرِ اضافت کي درگذر ڪري سگهجي ٿو. سنڌي ٻوليءَ ۾ نظم خواهه نثر ۾ زير اضافت ٺهندي ئي ناهي ۽ جي ڪو شاعر پنهنجي شاعريءَ ۾ ڪا زير يا زبر واري اضافت استعمال ڪري ٿو ته اها سندس ان سٽ کي مصنوعي بڻائي ٿي ڇڏي، پر جڏهن خيال ۽ جذبو زوردار بڻجي ڊڪشن مٿان حاوي بڻجي ٿو وڃي ته خيال جي لئه ٻوليءَ جي لئه کان وڌيڪ پُراثر بڻجي ٿي وڃي.

سنڌ جي شاعرن ۾ ڊڪشن جي سطح تي شيخ اياز کان پوءِ جيڪو به وڏو شاعر آهي يا آهن، انهن ۽ اياز جي وچ ۾ ميلن جو مفاصلو آهي. جيتوڻيڪ انهن ۾ ڪي ماسترس آف ڊڪشنري ٿي سگهن ٿا، پر خيال جي سطح تي جيڪي شاعر منفرد بڻجي پنهنجو الڳ مقام ماڻي سگهيا آهن، انهن ۾ امداد حسينيءَ جي شاعري نه رڳو الڳ ٿي بيٺي آهي، پر مثالي پڻ بڻجي چڪي آهي.

تمام ماحول قربتن جون گداز ٻانهون
تمام ماحول درد ئي درد جا زمانا
پري پري تائين ياد ئي ياد جون نگاهون
تمام عالم محبتن جا لُٽيل خزانا
صدي صديءَ کان گهڙي گهڙي آهه خوب پياري
تمام ماحول هجر ئي هجر جا بهانا
سڄي جهان ۾ طويل راهن جا چار پکڙيل
انهن تي آهن ازل کان سؤ قافلا روانا...

سٽ سٽ ۾ ڇوهه هئڻ باوجود ڊڪشن جي لاغرضائيءَ کي لنوائي سگهجي ٿو. نه ته تمام ماحول قربتن جون گداز ٻانهون بدران سڄو ئي ماحول قربتن جون گداز ٻانهون لکڻ سان بحر جو ڪو بند نه پيچي ها.

اڄ جڏهن سنڌي شاعري بحرن بدران برن ۾ پيٽڪڻ لڳي آهي ۽ نئين ڪوتا ۽ نثري شاعري نون نون رنگن روپن ۾ نروار ٿي، پابند شاعريءَ کي پوئتي ڇڏي رهي

آهي، اتي امداد حسيني "هوا جي سامهون" ۾ تخليق ڪيل شاعريءَ ۾ پنهنجيءَ تخليقي پيڙا کي پوڳيندو پيڙ تي پڙڪندو جلندو هلندو ٿو رهي ۽ پنهنجي آسپاس جي سڄي سماجي ۽ سياسي ماحول ۽ انساني قدرن کي ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي جستجو هن کي مسلسل هڪ سفر ڪان ٻئي سفر تائين ڇڪيندي ٿي رهي.

رات جي پوئين پهر چنڊ جيان
منهنجي جهوليءَ ۾ جهلي وئي آهين
مون تي ڪنهن بند ٽيل در وانگي
پاڻ ئي پاڻ کلي وئي آهين
ٿوٽ ڌرتيءَ جي ڪليل سيني تي
چولين جيئن ڇُلي وئي آهين
مون تي امرت جا پيالا اوتي
منهنجي سڀ زهر کي پي وئي آهين
پنهنجي هٿ ساڻ منهنجي ڪاپيءَ مٿان
هڪ نئون شعر لکي وئي آهين.

فرانس جو عظيم اديب گستاو فلابيئر پنهنجي شاهڪار تخليق "مادام باوري" ۾ پاڻ سان سڄو فرانس گڏ کڻي هليو آهي. جڏهن هن کان پڇيو ويو ته مادام باوري ڪير آهي؟ ته هن چيو ته "مان ئي مادام باوري آهيان ۽ مان ئي هن جي ڪردار جو بدلجندڙ روپ آهيان." امداد حسينيءَ جي شاعري پڙهندي به ائين محسوس ٿي رهيو آهي ته امداد پاڻ سان سڄي سنڌ گڏ کڻي هلي رهيو آهي. هو ئي سنڌوءَ جو سانتيڪو روپ آهي ته ان جو ڇوهه مان ڇلندڙ روپ پڻ.

لاڙ اتر ۽ ڪاڇو آهيان
تنهنجو ئي مان پاڇو آهيان
سِنڌڙي چندڙي—چندڙي سِنڌڙي
مان ئي انچر منچر آهيان
ڪارونجهر ۽ ڪينجهر آهيان
سِنڌڙي چندڙي—چندڙي سِنڌڙي
ڳوٺ به منهنجا—شهر به منهنجا
ڀريان پويان ڀهر به منهنجا
سِنڌڙي چندڙي—چندڙي سِنڌڙي

راجندر سنگھ بيديءَ کان جڏهن پڇيو ويو تہ تون اهڙيون خوبصورت ڪهاڻيون ڪيئن ٿو لکين؟ تہ هن جواب ڏنو تہ اها پنجاب، جي دين آهي. ساڳئي ئي سلسلي ۾ چئي سگهجي ٿو تہ امداد جي شاعري هن کي سنڌ ۽ سنڌوءَ جي مليل دين آهي، ۽ ان سنڌ جي ڌرتيءَ ۽ سنڌ سان ٿيندڙ سياسي، سماجي ۽ ثقافتي عقوبتن ڪري ئي امداد جي شاعري هن جي قوم جي اڄ جي عهد جو اهو المناڪ مرثيو بڻجي پيئي آهي، جنهن ۾ اڄ جون سچايون هن جي شاعريءَ معرفت ڪنهن ماتمي جلوس ۾ نڪري نروار ٿيون آهن. پر پوءِ بہ هن جي شاعراڻي فن جي خاص خوبي اها آهي تہ امداد پنهنجيءَ صاف سٽري ڪوڙا مٺان ڪنهن بہ پرچار جو پاڇو يا پرتو پوڻ نہ ڏنو آهي.

هيڏي عظيم پيءُ جا
روحاني پٽ نڪتا
ڪيڏا وڏا حلالي
پر هن عظيم پيءُ جا
روحاني پٽ ڪنهن پر
وارث تہ ڪونہ آهن
جي سنڌ جا نہ آهن
جي سنڌ لئہ نہ آهن.

اُتيل اکين سان هي مٿالو لکي رهيو آهيان. اکين تي گلاب جَل جا ڇنڊا هڻي اڳتي لکڻ شروع ڪيو اٿم ۽ منهنجي سامهون امداد جون هي سٽون اڀري آيون آهن:

تنهنجو وات گلاب
آءٌ برابر مٺي آهيان
برابر تڇ آهيان
تڇ بہ ناهيان
ڪوري ڪاڳر تي ليڪ آهيان
ليڪ بہ ناهيان
پيو بہ الائي ڇا ڇا آهيان
آهيان بہ الائي ناهيان
لوڻا چوڻو ڦيرائين؟
جيڪا ڳالھ چوڻ ٿو چاهين
منهنجي اکين ۾ گهوري ڇڏ!

موهن جي دڙي مان ڳولي لڌل ننڍا ڪڙيون نچڻيون جن مدرائن ۾ بيٺل آهن، ان مان ظاهر آهي ته سنڌ پير ۽ هٿ سنگيت جي سُر تال ۽ لئه تي ٿي ڪچيل آهن. سنگيت جي لئه ۽ ڌن هوندي ته آواز جو آڪار به هوندو. آڪار هوندو ته سُر ۽ ساز جو انوکو سنگم به هوندو. ۽ سُر ۽ ساز جي ان سنگم جي پس منظر ۾ يقينن گيت هوندو ۽ گيت هوندو ته شاعري هوندي. اها شاعري ڪهڙي به روپ ۽ رنگ ۾ هجي، اها سنڌ جي شاعري ٿي هوندي- ۽ اڄ جي دور ۾ اچي، ان شاعريءَ جي هوا اگر مخالف رُخ ۾ هلي رهي هوندي ته ان "هوا جي سامهون" امداد حسينيءَ جهڙو شاعر ئي اڏول بيٺو هوندو.

"هوا جي سامهون هلندا رهياسين — ٻيڙ تي پڙڪندا جلندا رهياسين."

سنڌ جي هڪ دانشور اسان جي قوم کي دانشمندانه مشورو ڏنو آهي ته "جيڪڏهن هوا ۽ طوفان جو رخ مخالف هجي ته سجاڳ ۽ مصلحت ان ۾ ئي آهي ته ڪنهن پٽ جي اوٽ وٺي، چپ چاپ پنهنجي بچاءَ لاءِ ويهي رهجي." هڪ سياڻي سياستدان لاءِ اهڙو مشورو مفيد ٿي سگهي ٿو پر سپنٽي شاعر لاءِ ائين پٽ جي اوٽ وٺي ماٺ ڪري ويهي رهڻ ممڪن نه آهي. هو وڏي واڪ سڏ ڏيندو:

"تنهنجي آڏو ڪڏهن ڪجي سگهندي؟
ڇا ڪڏهن دل زبان تي سگهندي؟
ڪانه ٿيندي ته ڪيئن ڄي سگهندي!

عظيم شاعر ۽ مفڪر ٽي ايس ايليٽ جو چوڻ آهي ته "هر قوم وٽ پنهنجي شاعري هئڻ ضروري آهي ۽ اها شاعري اهڙي هجي، جنهن جو اثر سڄي معاشري ۽ سماجي ڍانچي تي پئجي سگهي."

ان حوالي ۾ امداد جي شاعري پڙهندي اهو احساس ٿئي ٿو ته "امداد شاعريءَ جي ماضي، حال ۽ آئندي جي امڪانن کي هڪ رل مل (Integrated) صورت ۾ تخليق ڪيو آهي، جو ان جا ٽيئي زمان الڳ الڳ هوندي به هڪ ئي سلسلي جي ڪڙين جيان پاڻ ۾ ڳنڍيل آهن. ڪنهن گورڪن جيان ماضيءَ جي مزارن کي کوٽڻ کان سواءِ امداد حال جي حالتن ۽ آئندي جي انديشن بابت جيڪي اڳڪٿيون، اڄ ڪٿيون يا پوءِ ڪٿيون ڪيون آهن، اهي خوفزده ته ڪن ٿيون، پر گڏوگڏ چڪيا تي چڙهندڙ اسان جي ٻوليءَ، الاون ۾ ٻرندڙ اسان جو نئون نسل جهڙيءَ ريت مفلوج ۽ معذور ٿي رهيو آهي، ان بابت ڏنل چتاءُ هن جي هڪ شاهڪار نظم جي صورت ۾ اسان اڳيان آيل آهن. نظم ناهي، رڻ پٽ جي تتل واريءَ تي ٻرندڙ پيرن جو پنڌ آهي.

اَنڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻار
ايندڙ نسل سمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻار.

اٿيا ـ اٿيا وار انهن جا، سٺيا سٺيا ڳل،
رستي رستي بيٺا هوندا، تنها تنها ٻار،
هٿ تريءَ جون ليڪون ڏاڍل، اکيون جڻ ڪشڪول،
گهٽي گهٽيءَ ۾ چوڪ چوڪ تي، رئندا رڙندا ٻار.
تون تہ چوين ٿو تون سپنو آن، ٻار نسورو سچ،
موٽر جي ڦيٿن جي هيٺان، چيچجي ويندا ٻار.
گونگا هوندا، ٻوڙا هوندا پيٽ ڏٽيءَ جا بيت،
هڪ ٻئي کي ڪٿي سمجهي سگهندا، تنهنجا منهنجا ٻار!

امداد حسينيءَ تي لکندي مان سوچي رهيو آهيان تہ اڄ تائين ڪوبہ شخص، شاعر يا نقاد بلڪ استاد ارسطوءَ جهڙو ڏاهو بہ شاعريءَ جو ڪو صحيح مفهوم (Defination) ڏيئي نہ سگهيو آهي. عام طور اسين ائين ئي سمجهندا آهيون تہ اسان وٽ شاعريءَ جو ڪونہ ڪو مفهوم موجود آهي، پر گهرو وڃڻ سان اهو احساس ٿي ٿو وڃي تہ اسان جي تصور ۽ نظريي سان دور جهالت واري جناتي شاعر امراءُ القيس تہ پري جي ڳالهہ آهي، خود اسان جي هم‌عصرن ۾ پڻ سوچ جي سنوت ۽ هڪجهڙائي ناهي، پر امداد جي شاعريءَ جي حوالي سان هن جي جديد سوچ ان سوال جو ڪنهن حد تائين جواب ميسر ڪيو آهي تہ هڪ فرد جي جذباتي ۽ معاشرتي زندگيءَ جي اڄ صحيح صورت ڪهڙي ٿي چڪي آهي. خاص طور جڏهن ڪنهن ڌرتيءَ ۽ قوم جي سياسي ۽ سماجي حدبندين هيٺ هڪ شاعر جو وجود تنگ دائري اندر اچي سوڙهو ٿي ٿو وڃي، تڏهن ان ۾ جيئڻ ۽ ان جيوت ڪان نظرون ۽ ساهہ بچائي پنهنجو وجود برقرار رکڻ ڪيتري حد تائين ممڪن آهي؟ دلين ۾ نفرتون ڇو ٿيون پيدا ٿين؟ درد جا اپڙڪا ڏيندڙ درياهہ دلين مان ڪيئن ڦٽي ٿا نڪرن؟ اظهار جي بيوسي ۽ بيقراري ڪهڙيءَ نفسيات جو حصو آهن؟ ۽ اڻ ڏٺل آپدائن ۽ المين جو اوچتو نازل ٿيڻ امداد حسينيءَ جهڙي حساس شاعر وٽ ڪهڙيءَ شڪل ۾ ظاهر ٿيو آهي؟

جيل جي سيخن منجهاران چنڊ مون کي ائين لڳو
جڻ تہ مان آزاد آهيان، چنڊ آهي جيل ۾
يادگيريون ايئن مخالف ڏس وڃن ٿيون ڊوڙنديون
جڻ تہ مان ويٺل هجان ڳڙ ڪيءَ پران ڪنهن ريل ۾.

امداد حسينيءَ جي پنجن ڏهاڪن جي ڦهليل شاعريءَ تي منهنجو هي مختصر مقالو اڻ پورو ۽ اڌورو آهي. هيءَ تہ هن جي رفيقہ حيات، سنڌيءَ جي نامور اديبہ ۽ شاعره سحر امداد جوئي جگر آهي جو هوءَ پنهنجي شاعر خاوند تي ڇاهتر صفحن جو مهاڳ

لکي سگهي آهي. منهنجي نظر ۾ بهرصورتِ اهو محض مهاڳ ناهي، پر امداد جي شاعريءَ تي مڪمل مقدمو آهي. بهرحال، مان سمجهان ٿو ته سحر امداد جو ”هوا جي سامهون“ تي تحرير ڪيل مقدمو يا اياس امداد جي مجموعي ۾ شامل شاعري پڙهڻ کان پوءِ ئي پڙهيو وڃي ته امداد جي شاعريءَ کي سمجهڻ ۽ پرکڻ جا وڌيڪ وجهه ميسر ٿي ويندا.

”هوا جي سامهون“ پڙهڻ سان مون کي احساس ٿيو آهي ته ”امداد جي شاعري اها شاعري ناهي، جنهن مٿان سوز درد، نغمگي، ربط بحر وزن، خيال جي گهرائي ۽ لئه تال جا ليبل ۽ فارمولا چنبڙايا وڃن.

هيءَ اها شاعِري آهي، جنهن جو وقت اچي رهيو آهي بلڪ اچي چڪو آهي.

lbkomal@rediffmail.com



منهنجيءَ نظر ۾ ناول جي خاصيت اها آهي ته اُهو ڪنهن به صورتحال کي چنڊي ڇاڻي ٿير ڦير اڳيان آڻي ڇڏي. ناول نلهي صورتحال ڪونه ٿو چٽي، جيئن رقابت آهي يا دردمندي آهي يا طاقت جو حِرص آهي. پر ناول ته انهن ڳالهين کي ناهي ٺوڪي، رسن ۾ ٻڌيو ڇڏي ناول انهن شين جي چنڊڇاڻ ٿو ڪري، ويچاري ٿو سوال ٿو ڪيڏي ۽ ڏاڍو ڏاڍي کان ڏار ڪري ٿو. ناول پيڙو ماڻهو جيڪڏهن ڏاڍو ڏاڍي کان ڏار ڪرڻ جي انڪل سمجهي ٿو وڃي، ته پوءِ ان جي باري ۾ سوچڻ ويهي ٿو رهي. رقابت کي ئي کڻي وٺ، ته اها ڪيفيت اهڙي عام شيءِ آهي جو انهيءَ جي چِٽائيءَ جي ڪابه ضرورت ناهي، پر تون جيڪڏهن پير ڪوڙي اُنهيءَ تي سوچيندين ته توکي، ڳالهه ئي ٻي نظر ايندي. جنهن عورت سان تون پيار ڪندو هجين ۽ انهيءَ کي ٻئي ڪنهن سان سٽل ڏسين ته پوءِ صورتحال تنهنجي سهڻ کان چڙهي ويندي. هڪ عام معاملو اوچتو ئي اوچتو ڏکيو تڪليف ڏيندڙ ۽ منجهيل مامرو بڻجي ويندو. آئون ته ائين چوندس ته ناول نگار جو مقصد ئي مونجهارن کي بيان ڪرڻ جو آهي. آئون ناول ۾ هڪ سوچيندڙ آواز ته ٻڌڻ گهران ٿو پر فلسفو نه.

ميلان ڪنڊيرا



# ٽيلهي ۾ ڪتاب آهن ڪتابن ۾ جهالت پريل آهي!

آدرش

• شهيد بينظير ڀٽو جڏهن ڊسمبر 2007ع ۾ شهيد ٿي هئي، آمريڪن رسالي "ٽائيم" محترمہ جو ٽائيٽل تي فوٽو ڏنو ۽ ٽائيٽل اسٽوري محترمہ جي حوالي سان ڇپي هئي. سائمن رابنسن ان جو ليکڪ هو. سائمن هڪ سرت ڀريو صحافي آهي. هن ان جو عنوان ڏنو هو تہ:

No one could save Benazir Bhutto.
Why we need to save Pakistan?

• اسان جي سنڌ زندگيءَ جي هر شعبي ۾ پوئتي آهي. تعليم ۽ صحت ۾ تہ تباهہ آهي. شڪارپور جو تعليم جي حوالي سان وڏو نالو هو هاڻي ديهہ ويران آهي. ڪاليج ۾ شاگرد نظر نٿو اچي. پڙهائي هجي تہ شاگرد وڃي نہ ليڪچررس ڪلاڪ ڪن ڪاليج ويندا آهن، صحي ڪرڻ، اخبار پڙهڻ ۽ چانهہ پيئڻ. الا الا خير صلا. اسڪولن جا استاد تہ الامان! اسڪول وڃن ڪونہ.

چورو بغل ۾، سگريٽ چپن ۾ ۽ پاڻ هوٽل ۾.

خبر ناهي استاد خميسي خان جهڙا استاد ڪاڏي هليا ويا؟ واقعي ئي پيغمبري پيشي جو تقدس رکي ويا.

ليڪ لائق زرداري پنهنجي ان استاد لاءِ لکي ٿو: استاد خميسو خان پرائمري استاد هو. صبح جو سوير اسڪول ايندو هو ۽ شام جو موڪل ڏيندو هو. موري

کان مڪراريءَ ايندو هو ۽ ڇهه ڪلو ميٽر مفاصلو هوندو هو. ڪڏهن به خالي هٿين گهر نه ويو. ڪڏهن ڪڙٻ جو گڏو گاهه جي پري يا ڪاٺين جي پري يا ڪو ڪاٺ جو بنڊ. مٿي تي کنيو جوتا ڪپڙي ۾ ٻڌي، کنيو ويندو هو. منجهند جي ماني ڪنهن به گهر ۾ وڃي، ٻاري هيٺان ڪڍي، ڳڙ يا لسيءَ سان کائي نڪرندو هو. هن ڪڏهن به ڪنهن کان ماني نه گهري، جهڙوڪ راڄ جي نياڻي هجي. نوڪريءَ جي شروعات به مڪراري مان ڪيائين ته پروموشن وٺي، هيڊ ماستريءَ تان رٽائر به اتان ٿيو. زندگيءَ ۾ ڪڏهن به ريزڪي يا حقي موڪل نه ڪيائين ۽ ڪڏهن ٻه هڪ ڏينهن نه گسايائين. سوير اچڻ ۽ دير سان وڃڻ هن جو معمول هو.

هاڻي اهڙا استاد لوڪ ڪهاڻيءَ جو ڪردار ٿي ويا آهن.

●موٽر ڪار تي حاڪم علي زرداري، رئيس سائين داد ۽ مان وڃون پيا ته رستي تي هڪ اوٺار مليو ۽ پڇيائين: سائين! توهان ڪير آهيو؟

"اسان زرداري آهيون."

"نه سائين! سچ ٻڌايو ته ڪير آهيو؟"

همراهه کي پت ئي نه اچي. نيٺ رئيس پڇيس: "ڀلا زرداري ناهيون ته تون ٻڌاءِ اسان ڪير آهيون؟"

"سائين! توهان ته خانداني ماڻهو آهيو باقي زرداري ناهيو."

(ڪيم روڪ رهاڻ- لائق زرداري جي آتم ڪهاڻي)

● آسڪر وائيلڊ عجب ماڻهو هو. سنو ليڪڪ هو. ڇوڪر سان محبت جي لوڙ ۾ جيل به ڪاٽيائين. ان موضوع تي هن جو ناول "ڊورين گري جي تصوير" لکيل آهي ۽ سنڌيءَ ۾ سهڻي سنڌيڪار مرحوم فضل احمد بچاڻيءَ سنو ترجمو ڪيو آهي.

آسڪر وائيلڊ کان پڇيو ويو "اوهان جا وڻندڙ ڏهه ڪتاب ڪهڙا آهن؟"

وائيلڊ وراڻي ڏني، "ڏسو! مون هيل تائين اجا ڇهه ڪتاب لکيا آهن."

● روئي يارن ڪاڻ، نالو ڪٽي ڀائرن جو.

(پنجابي چوڻي)

● شاعر عجب هوندا آهن. جرمن فلسفي نِٽشي چواڻي "جڏهن کان دنيا وجود ۾ آئي آهي، شاعرن سک جو ساهه ناهي کنيو."

هندوستان جو شاعر هو آفتاب راءِ رُسوا. سن 1747ع ۾ فوت ٿي ويو. آفتاب شاعر هئڻ سان گڏ صوفي به هو. هن وصيت ڪئي هئي ته کيس موت کانپوءِ شراب سان غسل ڏنو وڃي. ائين ئي ڪيو ويو. غسل کان پوءِ گلاب جي خوشبو پئي آئي. والله اعلم.

آفتاب جو هڪ سنڌي گهراڻي سان تعلق هو. هڪ سهڻي ڇوڪري جي عشق ۾ گهر ٻار ڇڏي ڏنائين ۽ چرين وانگر اُگهاڙو گهمندو وتندو هو. هڪ لڳا هن جو گذر هڪ هنڌان ٿيو ته اتي هن جو معشوق ويٺو هو. هي بي قابو ٿي ويو ۽ ڇوڪري کي ياڪر پائي، ڳٽي تي چُمي ڏنائين. غيرتمند ڇوڪر کان اهو برداشت نه ٿيو ۽ شاعر سڳوري کي پيٽ ۾ چاقو هنيائين. جيڪو آر پار ٿي ويو. ماڻهو ڊڪيا. ڪن کي قاتل کي پڪڙڻ جي لڳل هئي، پر آفتاب کين روڪيو ۽ کين چيائين، "نه مون کي قصاص منظور آهي ۽ نه علاج جي ضرورت آهي."

ائين آفتاب غروب ٿي ويو.

● ساجد صديقي هڪ سهڻي ماڻهوءَ جو نالو آهي. درويش قسم جو ماڻهو. زرعي بئنڪ ۾ آفيسر، ڪڪڙن جو شوقين. سڄ لٿي هن جي اوطاق ۾ منڊلي مچندي، وڏيرا، آفيسر، ڊرائيور، گئراج جا مستري مطلب ته هر قسم جا ماڻهو ايندا. آئي جو آڌر ڀاءُ ڪليل ٻانهن ۽ دل سان ڪندو. سدائين لطيفا ٻڌائيندو. ناميارو اديب محمد حنيف صديقي مرحوم ۽ سنڌي ڪهاڻيڪاره رعنا شفيق جنهن جو ڪهاڻي ڪتاب "پولار" ڇپيل آهي ۽ هوءَ هاڻي آمريڪا ۾ رهي ٿي، تن سان تعلق رکي ٿو.

هن جي والد مرحوم سعيد صديقي کي عاليشان لائبريري پڻ هئي. ساجد صديقي، گبرائيل گارشيا مارڪيز جي ڪهاڻين جو ڪردار لڳندو آهي.

ساجد ڪڪڙن جو شوقين آهي. سنڌي ڪڪڙ جو ڏس مليس ته جبل به جهاڳي ويندو ۽ لڪ لتاڙي ويندو. هڪ ڏينهن ٻڌايائين ته: " هڪ سنڌي ڪڪڙ جو ڏس مليو. رستم شهر جي هڪ ڳوٺ ڏانهن، هڪ سومرو همراهه هجي، ان وٽ هڪ ڏاڍو سهڻو ۽ اصيل ڪڪڙ هجي. مان به پنڌ جهاڳيندو وتس پهتم. دلبر همراهه هجي، اڌ وهيءَ کان ٽپيل هجي. ڏاڍي سڪ سان آڌر ڀاءُ ڪيائين. گوڏ ۽ پهراڻ ۾ هجي. پنهنجي زندگي، پنهنجي مرضيءَ سان گذاريندڙ همراهه هو. پنهنجن ٻچن ۾ ويهاريائين. گهر به ڪچو هجيس، جيءَ ۾ جايون ڏنائين. حال احوال وٺندي پڇيائين، "سائين! حڪم ڪر." چيو مانس، "نماڻو عرض اٿم، عرض اگهائين ته عرض ڪيان؟" چيائين، "سرڪار! سِرُ به تنهنجي ٻلي آهي. حڪم ڪر!"

"تو وٽ ڀلو ڪڪڙ آهي، ساراهه ٻڌي، ڪهي آيو آهيان، وڏيڪ وسَ وارو آهين ۽ مرضيءَ جو ڌڻي آهين."

همراهه مون ڏي نهاري مرڪيو اٿيو ۽ وڃي ڪڪڙ کڻي آيو. منهنجي هٿن ۾ ڏيندي چيائين، "هاڻي هن جو مالڪ تون آهين." واهه ڙي واهه سخي مڙس، خوش هوندين. ڪيسي مان پئسن ڪڍي چيومانس، "جيڪو گهرين، مان حاضر ڪندم."

وراڻيائين، "صديقي صاحب! مون ڪڏهن الله کان ئي ڪو نه گهريو آ ي، تو کان ڇا گهرندم!"

• دنيا هڪ شاعر جو ڏکَ سان ڀريل ناٽڪ آهي.

(اناطول فرانس)

• ماڻ پنهنجي مادري ٻوليءَ کان سواءِ ائين آهيان، ڄڻ ڪو انڌو ماڻهو پرائي گهر ۾.

(يورام ڪانئيڪ جي نظم جون سٽون)

• ابن دائود، مرحوم منصور سان پنهنجيءَ محبت جو داستان ٻڌايو جنهن ۾ اهو تفصيل به هو ته ڪيئن هو جامعہ الا زهر ۾ هڪ ئي ڪمري ۾ رهندا هئا. ڪيڏي نه هنن ۾ ذهني هم آهنگي هئي ۽ ڪيئن هڪ رات هنن جي ذهني هم آهنگي جسماني قربت ۾ بدلجي وئي. هو ڪيڏو نه هڪ ٻئي سان مانوس ٿي ويا ۽ پوءِ منصور گذاري ويو.

"اها تون آهين، جنهن مون کي نئين زندگي ڏني."

"مون کي ان جي خوشي آهي. توکي مان سمجهان ٿي ته احساس ٿي ويو هوندو ته مان انهن مان آهيان، جيڪي هڪ تتل دل جي سڪون واري خوشيءَ کي ترجيح ڏيندا آهن، جيڪا فريب ۽ دوکي تي هوندي آهي. انيڪ شاديون ڪوڪليون هونديون آهن. منهنجي ڪيئي مائتياڻين جا مڙس ڇٽ ۽ بي حس آهن. رڳو شاديءَ لاءِ شادي مون کي منظور ناهي. مان هڪ ڳالهہ پڇانءِ؟"

"جيڪي منَ ۾ اچئي."

"اسان سٺا دوست ٿي سگهون ٿا. گڏجي شاعري ڪنداسون، گڏجي شڪار تي هلنداسون، ستارن جون ڳالهيون ڪنداسون، ڇا توکي پڪ آهي ته جڏهن سچ لهي ويندو آهي ته توکي پنهنجي ڪڇ ۾ عورت جي ڪمي محسوس نه ٿيندي آهي؟"

"مان ٽيهريءَ کان تولاءِ تڙپان ٿو. مان ڏاڍو منجهيل آهيان، پر منهنجي جسم تي تنهنجا ڦرندڙ هٿ هڪ اهڙو تجربو آهن، جيڪو مان رڳو رات جو نه پر سڄ ايرڻ مهل به دهرائڻ چاهيندس."

جڏهن هن سندس منهن تي هٿ گهمايو ته هوءَ جذباتي ٿي وئي.

"تنهنجي دل جي ڏڪ ڏڪ سان سڄو گهر جاڳي پوندو." هن ڏيئو وسائي، هن سان گڏ بستري ۾ سمهندي چيو.

"تون چاهين ٿي؟ سچ پچ؟"

هن ڪنڌ لوڏي هائو ڪئي، هنن جا جسم هڪ ٻئي ۾ رلي ملي ويا ۽ هڪ نشي ۾ ٻڏي ويا.

"هاڻي تون مطمئن آهين؟"

"ها، پرين! مان هاڻي مطمئن آهيان ۽ تون به؟"

"تون ڇا ٿي چوڻ چاهين؟"

"منهنجو مطلب آهي تہ ڇا توکي منصورَ سان بہ اهڙو لطف ايندو هو؟"

"تنهنجي ڳالهہ ٺيڪ آهي. منهنجي شهزادي! ڏاڙهونءَ جو مزو بہ اوترو ئي آهي، جيترو مڇيءَ جو. جيتوڻيڪ ٻئي مزا مختلف آهن. انهن جي پيٽ ڀرڻ سان ٻنهي جو مزو خراب ٿي ويندو."

"مان توکي خبردار ڪيان ٿي، ابن دائود! شادي ڪرڻ کان اڳ جيڪڏهن تو ڪنهن سهڻي لونڊي لاءِ مون کي ڇڏي ڏنو تہ منهنجو انتقام ڏاڍو خراب هوندو ۽ دنيا ڏسندي."

"تون ڇا ڪندينءَ؟"

"مان توکي ڪدڙو بڻائي ڇڏيندم."

(طارق علي جي ناول تان ورتل ٽڪرا)

● تلوار جي جنگ هجي تہ مان ڪڏهوڪو وڙهان ها. هيءَ نصيبن جي جنگ آهي، ان لاءِ حيران پريشان ويٺو آهيان.

(پشتو چوڻي)

● هڪ عورت ڪُڪر کي چيو: "منهنجي محبوب کي پناهہ ۾ رکجانءِ."

(محمود درويش جي نظم جي سٽ)

● هڪ ڪرنڊڙ تاري کي پڪڙي پنهنجي کيسي ۾ رکي ڇڏ ۽ ان کي وسامڻ نہ ڏي تہ جيئن خزان جي اونداهين راتين ۾ اهو توکي روشني ڏئي.

(آمريڪي گيت)

●غريب جي جواني مختصر هوندي آهي.

(اختر رند)

●مان ڪنهن پهاڙ پويان ٻڏندڙ چنڊ آهيان. تون الائي ڪٿي ستو پيو آهين؟

(حبہ خاتون ـ ڪشميري شاعره)

●زندگيءَ ۾ رڳو ڏک آهن ۽ ڏکن کان پوءِ موت آهي.

(بالزاڪ)

●ماضيءَ ۾ سنڌ جو استاد واقعي ٿي پيغمبري پيشي سان لاڳاپيل هو.

"ويا مورَ مري، هنجُ نہ رهيو هيڪڙو."

مرحوم محمد موسيٰ سومرو پرائمري استاد هو، صبح جو سوير اچڻ ۽ موڪلائي مهل وڃڻ ۽ پڙهائڻ هن جو ايمان هو. موڪل کان پوءِ پيٽ گذر لاءِ صندليون، سوٽيون گهتين ۾ وڪڻندو هو. پاڻ ڏکڻ بہ هو. هن کي جنهن صاحب آرڊر ڏنو هو شام

جو ان جي ٻارن کي پڙهائيندو ۽ گهر جو سنهو سڪو ڪم ڪار ڪندو هو. هو ڪيس معاوضو ڏيندو هو تہ هي ڪاوڙجي ويندو هو ۽ چوندو هيس، "تو مون تي هيڏو احسان ڪيو آهي، جو نوڪري ڏني اٿئي، وري تو کان پئسا وٺان؟" مرڻ گهڙيءَ تائين ٻيٰ زر ٿي صاحب جون مٿيون پريندو هو.

هيڊ ماستر بہ برجستا هوندا هئا. پرائمري اسڪول لکي در شڪارپور ۾ مرحوم ممتاز علي سومرو هيڊ ماستر هوندو هو. ڇا تہ اسڪول جو شان هو. ڊراما ۽ رانديون تہ اصل جز هونديون هيون.

ان وقت ڊائريڪٽرس هوندا هئا، جيڪي ڊويزن ۾ مقرر هوندا هئا، جيڪي پڻ ماهر تعليم ۽ ڄاڻو هوندا هئا.

هڪ ڏينهن لکي در اسڪول ۾ ڊائريڪٽر صاحب آيو ۽ هڪ ڪلاس ۾ گهڙي ويو. هيڊ ماستر صاحب ڏسي ورتس. هيڊ ماستر يڪدم ڪلاس ۾ آيو تہ ڊائريڪٽر هن کي ڏٺو. هيڊ ماستر ڪانئس پڇيو "اوهان ڪير آهيو ۽ ڪلاس ۾ ڪنهن جي اجازت سان داخل ٿيئو؟" ڊائريڪٽر چيس، "مان ڊائريڪٽر آف اسڪولس آهيان." هيڊ ماستر چيس، "مان هيڊ ماستر آهيان ۽ ياد رکي ڇڏ، هيڊ ماستر، اسڪول جو ڊپٽي ڪمشنر هوندو آهي. توهان اٿين ئي بنا اجازت ڪلاس ۾ گهڙي استاد ۽ ٻارن جي پڙهائيءَ ۾ رُخنو وڌو آهي. ڇو؟"

ڊائريڪٽر ڪانئس معافي ورتي ۽ سٺي هيڊ ماستر جو سرٽيفڪيٽ ڏنو.

●ليو ٽالسٽائي ۽ دوستوفسڪي دنيا جا عظيم ۽ مهان ليکڪ آهن. مون کي حيرت ٿيندي آهي، هنن جي لکڻ تي. اسان کين پڙهي نہ ٿا سگهون. ڪمال آهي، هنن جي لکڻ تي. کين سلام آهي.

ليوٽا لسٽائي بابت هڪ همراهہ لکيو آهي تہ "جيڪڏهن قيامت ڏينهن انسان ذات تي الله سائينءَ ڪيس هلايو تہ اوهان منهنجي نافرماني ڪئي ۽ فلاڻا فلاڻا ڏوهہ ڪيا، اوهان پنهنجي بچاءَ ۾ ڇا ٿا چئو؟"

تہ اسان هڪ ئي جملو چونداسون، جيڪو اسان جي بچاءَ لاءِ ڪافي آهي، "اسان پاڻ مان ٽالسٽائي پيدا ڪيو."

● ڏِسُ ٻارُ اسڪول ۾ ويجي رهيو آهي.
هن جي هٿن ۾ ٿيلهو آهي
ٿيلهي ۾ ڪتاب آهن
ڪتابن ۾ جهالت پريل آهي.
(سعيد الدين جي نظم جون سٽون)

●پنهنجيءَ حفاظت لاءِ گهر کي ڪڙو ڏنم.
دنيا جي حفاظت لاءِ ڪهڙي هنڌ ڪڙو ڏيان؟

(ونود ڪمار شڪل جي ناول مان)

● 2001ع ۾ مان يونيورسٽي آف شڪاگو مان تدريسي عمل مان رٽائر ٿيس. ان کان ڪجهه ورهيه اڳ هڪ اهڙو تجربو ٿيو، جيڪو اڳ ڪو نه ٿيو هو. منهنجي ڪلاس ۾ هڪ مسلمان نوجوان، جنهن جا ايشيائي والدين آمريڪا ۾ ڪامياب زندگي گذاري رهيا هئا، ڪلاس پوري ٿيڻ کان پوءِ دروازي تي بيهي رهيو ۽ جڏهن مان ڪلاس مان نڪري رهيو هئم ته مون سان مخاطب ٿي پڇڻ لڳو "نعيم صاحب! اوهان نماز ڇو نه پڙهندا آهيو؟" مان ان ڳالهه تي عجب ۾ پئجي ويس. منهنجو يا ٻئي ڪنهن جو نماز پڙهڻ يا نه پڙهڻ بلڪ نماز جو موضوع، ڪلاس ۾ ڪڏهن به بحث هيٺ نه آيو هو. پوءِ به مان جمعي جي نماز ڪڏهن نه پڙهي، جيڪا ڪئمپس ۾ باقاعدگيءَ سان پڙهي ويندي هئي.

عجب جي عالم ۾ ۽ پنهنجي بيوقوفاڻي عادت تحت مون هڪ جملي سان هن جي سوال جو جواب ڏنو ته "شايد ان ڪري جو مون کي جنت ۾ وڃڻ جي ڪڏهن خواهش نه ٿي آهي."

(چوڌري محمد نعيم جي مضمون تان ورتل ٽڪرو)

● آڪٽوبر 2001ع تي، وي ايس نائيپال جي وِلٽ شائر واري گهرَ ۾ فون جي گهنٽي وڄي ٿي. فون هن جي گهر واري نادره ٿي کڻي. نائپال پاڻ نٿو کڻي. سويڊش اڪيڊمي جو هيڊ، هوريس انگ ڊهل لائين تي آهي ۽ ٻڌائي ٿو ته "هن سال جو نوبل انعام مسٽر نائپال کي ڏنو ويو آهي. ڇا هو مون سان ڳالهائيندو؟" جواب نهڪر ۾ مليس ٿو ۽ نائپال فون تي نٿو اچي، جو لکڻ ۾ رڌل آهي ۽ کيس ڪو به ڊسٽرب نه ٿو ڪري سگهي.

وي ايس نائپال کي شاعر ڊيرڪ والڪوٽ V.S. Night Fall سڏيندو هو.

● مان خدا ۾ يقين نه رکندو آهيان، پر هن کي Miss ڪندو آهيان.

(جولين بارنيس)

●ماضي گذري ويو حال اڏامي ٿو مستقبل مُبهم آهي.

(آر. ڪي نارائڻ)

●ڪريلُ ڳل تاريءَ ڏانهن
واپس ويندي ڏسڻ ۾ اچي ٿو
پر اهو ته پوپٽ آهي!

(بوسون)

● موسم وانگرُ تنهنجي در تي آيو آهيان
اکين ۾ بادلَ
۽ بادلن ۾ ماکَ ڪٽي.
(احمد موهيپ جي نظم مان)

● جيڪڏهن خدا ڌرتيءَ تي رهندو هجي ها ته ماڻهو سندس گهر جون دريون پيجي ڇڏين ها:
(يهودي چوڻي)

● اَڇا وارَ ته اَندرَ جو اُجالو آهن. جيڪو مٽي تي هوندو آهي.
(جوگندر پال جي ڪهاڻيءَ مان)

● تنهنجا اُرهَه انگُورَن وانگر نرم آهن.

● منهنجو پيار تولاءِ ائين آهي
جيئن جَهنگَ جي وَڻن جي وچ ۾
صُوفَ جو وَڻُ هوندو آهي.
(قديم گيت جون سٽون)

● جيڪڏهن تنهنجو بُوٽ سوڙهو آهي ته اهو بَدلاءِ، تون پيرَ تہ نٿو بدلائي سگهين.
(هڪ انگريزي فلم جو ڊائلاگ)

● قانون ثاهڻ اسان جي ملڪ ۾ ڪو مسئلو ئي ناهي.
استينو گرافر کي گهرايو، ڪيس ڊڪٽيشن ڏيو. هن جو ٽائيپ ڪيل ليٽر بنا پروف جي صدر ڏي موڪليو. هو ان تي صحيح ڪري قانون بڻائي ڇڏيندو.

● زين ماسٽر دريءَ مان ٻاهر نهاريو ته ٻاهر برفَ ڪري رهي هئي. يڪدم هن جي ذهن ۾ آيو ته مان بہ برف وانگر پيدا ٿيو آهيان ۽ ان وانگر ئي گم ٿي ويندس.

● اسان پنهنجي سائنسدانن جي سڀاڳهه ۾ ڪٽي هزارين هارَ هنن کي پارايون، سينيءَ تي ڪيترائي تمغا هڻون. حقيقت اها آهي ته بم ٺاهڻ ڏاڍو سولو ڪم آهي، چاليهہ ڪروڙ عوام کي تعليم ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو ڪم آهي.
(ارون ڌتي راءِ جي مضمون تان تڪرو)

● ٻئي جهان کي ضرور هئڻ گهرجي، پلي، اسان جي جاءِ جهنم ۾ هجي.
(بورخيس)

● مان پنهنجي اونداهي ڪوٺيءَ جو وسائل ڏيئو آهيان.
(مرزا غالب جي فارسي غزل جي سٽ)

● جنهن ملڪ جي سياسي ۽ مذهبي قيادت بازار ۾ وڪاميل مالَ وانگر بڻجي وڃي ۽ هارايل فوج جا جرنيل شرمسار ٿيڻ بدران تڪبر سان قوم جي ڪلهن تي چڙهي ويهن، اتي سڌرڻ جي اميد رکڻ چرئي جو خواب آهي.
(محمد الياس جي ناول "ڪُهر" تان)

● مون پنهنجيءَ ماءُ کي واحد سک اهو ڏنو جو مان هن جي جيئري ڪو نہ مُئس.

(جمال احساني)

● توکي ان کان وڏيڪ ڪوئي سمجهائي نہ ٿو سگهي،
خدا اُهو آهي، جيڪو عقلَ جي حد ۾ اچي نہ ٿو سگهي.

(جوش مليح آبادي)

● ڪانِئڙ ڏَڪُ نَہ هٽي، جي هٽي تہ جهوري.

(سعدي)

● هيي قبول ڪن تا تہ دنيا کي بدلائي نہ ٿو سگهجي ان ڪري سٺو آهي تہ پاڻ کي بدلائجي.

(موهن ڪلپنا)

● جْيئن ڪو سونو زيور سوئر جي نڪ ۾ تيئن اها سهڻي زال جنهن کي تميز ڪونهي.
- سچو سائي وڻ وانگرُ وڌندو ويندو آهي.
- خوشيءَ جي پچاڙي غم آهي.
- گهر ۾ دولت آبن کان ملڻ واري ميراث آهي، پر سياڻي زال خدا کان ملي ٿي.
- جيڪو پنهنجي پيءُ يا ماءُ کي گهٽ وڌ ڳالهائي ٿو تنهن جو ڏيئو سخت اونداهيءَ ۾ وسايو ويندو.
- جوان ماڻهن جو فخر سندن زور آهي ۽ ٻڍن ماڻهن جي سونهن سندن اڇو مٿو.
- پنهنجي طاقت زالن کي نہ ڏي.
- آسمان جي بلندي، زمين جي اونهائي ۽ بادشاهہ جي دل جو حال ڳولي لهڻ جوڳي نہ آهي.

(زيور تان ورتل)

shikarpur2002@yahoo.com



# شاعري



امداد حسيني

## رات، ڏينهن ۽ شام!

رات بہ اهڙي آهي
جين راتين جهڙي آهي
مُڏين ڪاتين جهڙي آهي!

ڏينهن بہ اهڙو آهي
جين ڏينهن جهڙو آهي
نوَن نينهن جهڙو آهي!

شام بہ اهڙي آهي
تارا تارا سهڙي آهي
نِس پس تو جهڙي آهي!

## هڪ منظر

ڪاوڙي هوءَ
جُهڙ جُهڙالا ٿيا
گوڙ گجگوڙ ٿي
دڙيائين جيئن
پوءِ رُني
۽ وري کلي پئي اِيئن
مينهن کان پوءِ
جيئن اُس نڪري!

## تہ يادن ۾ گڏ!

اِنهيءَ جي تہ سائين – اِها آ پڇاڻي،
تہ يادِن ۾ گڏ!
سڄي زندگاني وڃي ايئن وِکري
گھڙي ڪانہ ڪائي چڱي آهہ سنهيري
وڃي آهہ ويٺي اکين ۾ ئي گذري
وندي سورَ سارا وڃي رات نبري
وڃڻ ويل چيائين – چڱو موڪلاڻي،
تہ يادُن ۾ گڏ!
ڪسي رات هڪڙي وتي زندگيءَ ڪان
وڃي سابہ گذري گھڙي پل وانگيان
پڇان ڪَنَ اندر هورڙيان آئي دل ڪان
تہ مون ڏي ڏسي هن وڏي ڪنهن عجب مان
ٺهڪ ئي ڏنائين – ۽ کلندي وراڻي
تہ يادِن ۾ گڏ!
آسَر ويل پولي پڪي جيئڻ اُتيا
وري ڏَس ڪڪڙن هنيان پوئيان
گھُلي هِيَر خاموش نياپا ڏنا
جڏهن نيڻ روئندي ۽ لڙڪن ڀنا
اکين سان سلپائين – سا گونگي ڪهاڻي
تہ يادِن ۾ گڏ!
ڪڏهن گهرَ اندر چڙ تہ ساڳيو آ مقتل
فقط هُو ۽ آئون، تيون سان گهرُ
ڏسڻ مان نٿو ڏءَ ٿئي سر بسَر
اهو خيال ساڀيان نہ آهي مگر
وري ياد آئين – ڪَيئي هِڪَ هِڪاڻي،
تہ يادِن ۾ گڏ!

## ٻه وايون

تاڙي آهه وڳي
پڙڪو ڏيئي، اُڏر پکيئڙا!
ڪالهه شڪاري ماري ويو آ
منهنجي ماءُ سڳي؛
پڙڪو ڏيئي اُڏر پکيئڙا!
آکيرو جنهن تاريءَ تي هو
ٽِڙڪي سا ٻه ٽِڳي،
پڙڪو ڏيئي اُڏر پکيئڙا!
ٻَن ٻَن پنڪي هَس جا موتي،
تنهن بندوق لڳي؛
پڙڪو ڏيئي اُڏر پکيئڙا!
ماٺهن کي پيي ماري ٿو جو
اُنَ جي ڏِس ته مَڳي،
پڙڪو ڏيئي اُڏر پکيئڙا!
ٻول ٻڌا سي ساز وڄي چڻ،
ٻُڌبي ڪانه جهڳي؛
پڙڪو ڏيئي اُڏر پکيئڙا!

پيٽي ڪهڙي آهه ٻري،
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.
سڏڪا ڏيندي آهه سري وئي،
سارو ٽين جي ڪانه سري۔
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.
لاڳاپن کي نظر لڳي وئي،
گهڙ گهر چڻ آ باهه ٻري۔
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.
حال ته پنهنجو ڏهه ڇهه آنا،
توکي ڪهڙي خبر چري۔
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.
پنڪئين واچوڙي ۾ پن جيان،
واهيري جي ويل ورِي۔
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.
ڇيڙي پوءِ پڇتائيندين تون،
قانڻ تي آ دل پيري۔
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.
من۔ موجي آ منڙو تنهنجو
ڇا جي ڪنهن جي ڪَلَ ڪَري۔
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.
”ڏِياري“ ياد نه ڏياري ٿو آ،
ڏيئو ساري هٿ ٺري۔
خيال نه تنهنجو جاءِ اچي ٿو.

اياز گل

## غزل

رُڳو تي روھہ رُلائي، اکين جي دَربَدري!
ڪٽي تہ پنڌُ ڪُٽائي، اکين جي دَربَدري!

چِتائي ڏِسجي تہ، ھي نيڻَ جھڙ تہ ٿَرُ پياسن،
چڙي تي سمنڊَ سُڪائي، اکين جي دَربَدري!

عجيب طورَ طريقا! سدا رکي وئي آ،
ھوا ۾ ڊِيپ جلائي، اکين جي دَربَدري!

ڪو دَرُ بہ ڪُلندو ڪڏھن؟، مُرڪَ جي صَدَا اينديِ،
پئي تي وقتُ وڃائي، اکين جي دَربَدري!

ڪجھ تہ ڪھڙيون پُڇائون، ڪجھ علاجَ گھٽا؟
ڪٽي تي سَچُ ٻُڌائي، اکين جي دَربَدري!

ٿَڪڙَ جو ناٺ وٺي ٿِي نٽي، آجا تائين،
پرينءَ جا پارَ پُڇائي، اکين جي دَربَدري!

حسن درس

## غزل

رستا سوڙها ٿي پيا وڻ،
واهڻ پوڙها ٿي پيا وڻ.

بن ۾ مون سان بيٺا آهن،
منهنجا ڳوڙها ٿي پيا وڻ.

ماڻهو ماريئون ڪري اڪيلا،
لانديون لوڙها ٿي پيا وڻ.

ڏرتي ڪيئن جُهڪن هي تنهنجا،
ارڏا گهوڙا ٿي پيا وڻ.

توسان گڏ "حسن" هي پنڇي،
جوڙا جوڙا ٿي پيا وڻ.

اقبال رند

## غزل

هونئن تہ تنهنجو منهنجو رستو ساڳيو هو
توکي مونکي ڇا ٿيو؟ رستو ساڳيو هو.

واءُ گلن کي لوڏيو پوپٽ اڏريا ها،
پاڻ رڳو مرڪيو هو رستو ساڳيو هو.

هلندي هلندي پنهنجا ويڇا وڌندا ويا،
ايندڙ ويندڙ لکيو رستو ساڳيو هو.

تنهنجي منهنجي مَن ۾ ان کي اڇٽو هو،
نفرت ۽ مُحبت جو رستو ساڳيو هو.

مير حسن آريسر

## ٻه وايون

جهاڳي ساروڄر
ڀُسي-ڦِهتي آهيان.

سڪائيندو ساهه سان
مِينڊا مون ميهر
ڀُسي- ڦهتي آهيان.

هُرلو هينئڙي ۾ هيو
نيڻ ٿيا نَيسر
ڀُسي- ڦهتي آهيان.

چرڪيس تان چلڪي پئي
ايندي گس ڳاگهر
ڀُسي- ڦهتي آهيان.

جهاڳي ساروڄر
ڀُسي - ڦهتي آهيان

اُمراڻي جي رات
جوڳي جاڳن پٽ تي.

راڻي ڪهڙي ريت ٿئي؟
مومل ـ ملاقات!
جوڳي جاڳن پٽ تي.

ساري ـ صلاخون ڪندي
پرهه ڦٽي پرڀات
جوڳي جاڳن پٽ تي.

راڻي هٿان راند ۾
مومل مڃي مات
جوڳي جاڳن پٽ تي:

اُمراڻي جي رات
جوڳي جاڳن پٽ تي

ماڻڪ ملاح

## گيت

هار پلي ٿئي منهنجي،
تنهنجي پلي ڪا جيت.
جنم جنم جا ساٿي بڻجي،
رهندا منهنجا گيت،
جيڪي لکندس گيت،
تنهنجا لکندس گيت.

چارڻ بڻجي چنگ کي چوري،
سونهن مٿان سر ساهه به گهوري،
ريٽو ريٽو رت وهائي،
ريٽا لکندس گيت،
جيڪي لکندس گيت،
تنهنجا لکندس گيت.

راتيون جاڳي ننڊ ڦٽائي،
پرهه پريءَ کي پيي پرچائي.
ماڪ ڦُڙن کي مَس بنائي،
تن مان لکندس گيت،
جيڪي لکندس گيت،
تنهنجا لکندس گيت.

مون ۾ جيڪا رت ڦُڙي آ،
تنهن مان جيڪا مِڪَ جُڙي آ،
اُن مان تشبيهن کي ٿاهي،
تنهنجا لکندس گيت،
جيڪي لکندس گيت،
تنهنجا لکندس گيت.

رات لڙيءَ ۾ مومل اُلڪو
ڇاتي خالي ابهم سُڏڪو
ڏن جي عيوض تن کي ڳاهي،
جن جا لکندس گيت.

جيڪي لکندس گيت،
تنهنجا لکندس گيت.

ڏيئو ٽڙ تي سانجهيءَ ٽمڪي،
چانڊوڪيءَ ۾ چاهت چمڪي،
جوڀن ورنا جذبا جاڳن،
اُڏاما لکندس گيت،

جيڪي لکندس گيت،
تنهنجا لکندس گيت.



جوڙيئي کهڙو جوڙ
جانيئڙا!
جوڙيئي کهڙو جوڙ.
دل، جگر جوَ سيني اندر اهڙو ٿئي ٿڪار
ڄڻ تہ مچيءَ سان پريو تريو تازو چڪيل چار
اُڄ بہ اهڙي اُڄ لڳي ٿي،
ڄڻ تہ لڱن جي ڀڄ لڳي ٿي،
لوڪن کان ٿي اک لِڪايان،
تنهنجو پاتل ڇڪُ لِڪايان،
آئون ٿي چاهيان توڙ
جانيئڙا!
جوڙيئي کهڙو جوڙ.

چانڊوڪيءَ جي ڇُٽاڪن هيٺان توتہ اسان کي ڪاريو
پنهنجي پياري ننڊ ڦِٽائي، وقت هو مون لئہ ٿاريو

مُند بہ سَرنهن، جانيي آئي،
يادون ساڳيون سانيي آئي،
آئون جا اڳهين تيلي آهيان،
ڳاراڻن ڪئي پيلي آهيان،
منهڙو مون ڏي موڙ
جانيئڙا!
جوڙيئي ڪهڙو جوڙ.
توکي ساريان، ڳالهيون ساريان، ساريان ساڳيو ڳوٺ
ڪيڏو پنهنجو چاهہ چريو تيو چاندوڪيءَ ۾ چوٽ
آئون تہ نم جو تي وڻ ساريان،
هُرتيون هيرون ڏکڻ ساريان،
پاڻ ٻنهي تي اکڙيون پُوريون،
ڇڻيو جاڳائين نِموريون،
ننڍ تہ هُئي چڻ ڪُوڙ
جانيئڙا!
جوڙيئي ڪهڙو جوڙ.
پاڻ ڇڏيون تئي، سينڌون سُرما، مينڊيا مينڊيا مڙ،
تون تہ وساري ويٺو آهين، ڪِلي ڪٽان ڪيئن ڳڙ،
سيارو سارو ٻَت ڳَڳي تو
هَٿَ ڪارايون چڻ تہ پيچي تو
چاتيءَ ۾ تي هَٿَ ڇُپايان،
چاهي جيان تي پيرَ لِڪايان،
سيءَ نہ لاهي سوڙ
جانيئڙا!
جوڙيئي ڪهڙو جوڙ.

**

خليل ڪنڀار

## هانسو ريبارڻ

هوءَ جا هانسو ريبارڻ آ
پريو ٿريو سانوڻ آهي
ڏاڍو سهڻو ڏانوڻ آهي
هن جا ڏينهن ڪڙهائي وانگي
هن جون شامون تتر ڪرڙي
هن جون راتيون وچ وراڪا
جن سان اُپ اُهڃا ئي آهي
ڌرتي تي بہ سُهائي آهي
رڻ ڪنڌيءَ تي ڳوٺ انهيءَ جو
پنهنجي پر ۾ ڪاڪ جيان آ
ناتر جي ٽڪساٽ جيان آ
ڳليون سڀ ڳجهارت جهڙيون
هرڪا نار پرولي وانگي
سڪين اکيون ڦوهہ ساماڻيون
سڀ ڪا ڇاتي ڇولي وانگي
روز صبح جو پاڻي ويلي
گهاڙو چڙ تہ گهنٽاڻون تي تو
تان پُوري جيئڻ جو پن هن جو
سر جون چڙ تہ صدائون تي تو
روز صبح جو سانورين کي
بانسرين جا سُر ٽا ڳائن
رڻ ڪنڌيءَ تي ڳوٺ انهي جا
سارا صبح بنارس جهڙا
روپ سين جو سونو سونو
پيار بہ سڀ جا پارس جهڙا
ڪاري اُن آ ويس انهن جو
اجرو من آ ديس انهن جو
ڪپهہ پوٽيون انگ انهن جا
لڳ ليارن وانگر آهن
مورن وانگي نيڻ رتاوان
سونهن بہ تن وٽ سام پئي آ
گهرتياري گهاٽ مٿان هي
چنڊ بہ روز اَجامي آهي
ڳوٺ انهي جي ڳاٽ مٿان مون
بيهي باک اُياري آهي
ڪنڌ ڪرائيون پائي اڄ مون
هانسوءَ کي ڪيڪاري آهي
مون سان آهي ساڙ انهي کي
رڻ بہ کو ريباري آهي
چنڊ بہ کو ريباري آهي

### ڳوٺ

ڳوٺ جنهن جي هر ڳلي،
ڪُل ڦلاري تي وڃي
ڳوٺ جنهن جو هر اڱڻ
چنڊ اجاري ٿو وڃي
ڳوٺ جنهن جي چڳ، اُتر-
واءُ اڏاري ٿو وڃي
ڳوٺ جنهن جو هر صبح

ڪنهن هنيلي يار جيئن
ڳوٺ جنهن جي شام هر
ڪنهن سهاڳڻ نار جيئن
ڳوٺ جنهن جي رات ڇڻ
وار ڪارا يار جا
ڳوٺ جنهن جي ڪوهه تي
ڪل وڄائي ڇَنگ پئي
ڳوٺ جنهن جي يادگيري
پينگهه سِراڻ تيج جي
ڳوٺ جنهن جي ڪنڌ ۾
اڄ بہ ڪرائيون هار جيئن
ڳوٺ جنهن جي ڇوڳِنن تي
نيڻ ڏيئن جيئن ہرن
ڳوٺ جنهن جي موڙ تي
هڪ وڇوڙو وِهه جهڙو
ڳوٺ جنهن جي اک ۾
سانوٽيون آهن لٿل
ڳوٺ جنهن جي سينڌ ۾
ڇڻ نموريون نينگريون
ڳوٺ جنهن کي من ۾
ڪنوار سانڍيو سڱ جيئن
ڳوٺ جنهن جو آسمان
سوا پکين جي بي لباس،
ڳوٺ جنهن جي چنريءَ

تيءِ ستارا ڇڻ ستارون
ڳوٺ جنهن جون محبتون
رقص ٽانڊن جي مٿان
ڳوٺ جيڪو هٿ سيڪي
جوان جسمن جي مٿان
ڳوٺ جنهن جي جيءَ ۾
شهر خنجر جيئن هُري
ڳوٺ جنهن کي سينڌ ۾
نوجواني روز ڳائي
ڳوٺ جيڪو سانورين
سانُ ستو آ پاڪرين
ڳوٺ سِينڊي وارڙا،
ويو پرهه جو پانڌ لهي،
ڳوٺ ڳچيءَ جي هنسلي
ڳوٺ قلي نڪ جي
ڳوٺ ڪجل آ اک جو
ڳوٺ ڳل تي تِر جيان
ڳوٺ نگليل پاجهري،
ڳوٺ وهين جو ولر
ڳوٺ ڪري جي ڳالهڙيون،
ڇُڳهه پون ٽا ڳل ۾
ڳوٺ جنهن پنهنجي ڪٿا
لوڪ گيتن ۾ لکي.

حبدار سولنگي

## غزل

حقيقت ۾ وڃائي هن ڪي، پِيو ٿو خواب ۾ ڳوليان،
ٻڏل گهر ڇڻ تہ مان پنهنجو پيو سيلاب ۾ ڳوليان.

اسان پنهنجي اکين سان عڪس هڪ ناهيو هيو گڏجي،
اڃا تائين اهو ئي عڪس ٿو مهتاب ۾ ڳوليان.

وِڇوڙو جنگ هو جنهن ۾ وڃائي دل جي سپ پونجي،
پيو هڪ آس جو سڪو شڪستہ ياب ۾ ڳوليان.

اکيون احساس جي ساگر اندر اونهيون ويون آهن،
پرينءَ کي ٿو پيو مان ڪِيان جي گرداب ۾ ڳوليان.

ٻڏي تي زندگي بي انت گهرائيءَ ۾ حبدارا
وڃايل خواب ٿو مان عشق جي تالاب ۾ ڳوليان.

○

اشرف پلي

## ڏس پتو

نئدي ٽيشن تي گاڏي جي
جڏهن ڏڙ ڏڙ جهڪي ٽيندي
تڏهن بيچين پنڇين جيئن
اڏامي شام جو آنچل
سموري سينڌ واهڻ جي
پري سنڌور نيري سان
سنڌءِ ڪيڪار ۾ ڪلندو
چئي آداب ڏيري سان
هينئون ٽيشن جي تنهائي
ڏسي ڪجهہ خوف کائيندئي
مگر هڪ دلربا منظر
اڳيان ڇڻ منتظر هوندئي
اگهاڙو پار واٽر تي
مڇيون پڪڙڻ جي مسرت سان

صفا تمتار تي توڏي
نهاري ٽورڙو ڪلندو
وري پو ڪرت پنهنجيءَ ۾
اهو مصروف ٿي ويندو
مصور ذهن، پنهنجي ۾
انهيءَ منظر کي سائيينِدي
اڳيان جي وک وڌائيندي
بہ ٽي پارن سان گڏ ڪلنديون
صفا ئي نوجوان ڇوريون
مسافر، لاڏ مان لنگهنديون
وڏو هو موڙ رستي جو
انهيءَ کان ٽورڙو اڳتي
نئدو هڪ جوڙ رستي جو
اتان کان ڇونڙي رستيءَ

ويجي ٿي سينڌ جيئن سرڪي
ننڍي هڪڙي سراءِ ڏانهن
مسافر، تون متان سوچين!
اتي آرام جي لاءِ
گهٽو اڳ ۾ سرا سامهين
اويلي ڪنهن مسافر جي
اجائي موت تي سوچي
ڊهي ويران ٿي وئي آ
سرا ڪان ٿورڙو اڳتي
صفي جي پٽ ڪي پائي
ڳراٽي نم ڪڙو هوندو
انهيءَ جي ڇانوَ ۾ ويٺو
ٽڪل هڪڙو مڙهو هوندو
انهيءَ جا نيڻ جي پڙهندين
صديون اتهاس جون ان ۾
پڳل نڪرينِ جيان ملندئي
جوان پٽڙن جيِ لاشن جي
انوکي درد ڪان ويندي
پڳل چوڙين جي ماتم جي
انهيءَ تاريخ ڪي پڙهندي
ائين محسوس ٿيندئي پيو
تہ ڄڻ ڪو هانوَ پنهنجي ۾
لکين ٿوهر ڦُٽا آهن
مڙهي جون ڳالهڙيون ڄڻ سؤ
وراڪا سينڌ جا آهن
انهن ۾ جيڪڏهن الجهين
صديون نڪري نہ سگهندين تون
اتان ڪان ٿورڙو اڳتي
ڪجين چارين ۽ پپرن جو
وچولو جهنگ تو ڏسجي
انهي جهنگل سان وابستہ
جنن، پرين ۽ ديوَن جون

هزارين ڳالهڙيون آهن
مگر اونداهي راتين جو
اتي اڪثر ٻہ پاڇولا
ملي مرڪون ورهائن ٿا
اهو جهنگل مٿيندي ٿي
اڳيان هڪڙي قبر آهي
صفا گمنام اهڙي جو
نہ پونٽرن ڪي پتو آهي
نہ خوشبوءِ ڪي خبر آهي
نڪو ڪتبو نڪو ئي گل
اگر جو واپس پيي ڪونهي
نڪو هيٺان اٽس ڌرتي
متان آڪاس پيي ڪونهي
چون ٿا سال کن پهرين
انهيءَ واهڻ جي مٿيءَ جو
مرڪ هئي چوڪري هڪڙي
مگر ڪنهن جي محبت ۾
اها هئي خون ٿي ويئي
حسين جذبن ۽ تهڪن سان
هتي مدفون ٿي ويئي
چون ٿا هاڻ سڀ هن ڪي
قبر آهي هي ڪاريءَ جي
مسافر روح ۾ جيڪر
وسئي صحرا جي خاموشي
اداسائي سان پرجي دل
پڇي تو ڪان جي ڪاريءَ جو
انهن پيرن تي پٽ تي تون
وري واپس هليو اڇجان
شهر جي جهنگ ۾ ڪارو
اوهان جو منتظر هوندو
اوهان جو منتظر هوندو!

## نظم

آرس هر ڪو انگ پڃي
ايڏو موهه مڪي آهيان،
مون کي ننڊ نه ايندي آ
آئون جا نينهن ڪڪي آهيان.

مون ۾ راتين راڳ ڪيو
تارن جو تنبور ڪٽي
آئي پيچ پنيءَ جي ويل
مون لئه تنهنجي "گهور" ڪٽي
سانڍي روپ جوانيءَ جا
رنگن منجهه رکي آهيان،
آئون جا نينهن ڪڪي آهيان.

منهنجو ساهه سُرن جيئن آ
تنهنجو پيار گوَيو چڻ
آئون ڪا اُڃ-انڌيءَ هرڻي
تون نه ترائيءَ جو ڪو وڻ
تون ڪو گيت فضائن جو
آئون چڻ نه پکي آهيان،
آئون جا نينهن ڪڪي آهيان.

تنهنجي ياد هينئين تر لئه
چڻ ڪا مِينهن ڪٽي آهي
مور مري ويا خوابن جا
تو ڪئي دير گهٽي آهي
تو سان اڄ به تصور منجهه
وَرَ وَرَ آءُ پکي آهيان،
آئون جا نينهن ڪڪي آهيان.

منهنجا ڳن ڪنائن تا
تنهنجيون ڳالهيون هرجائي
چئوواتين جي وات چڙهي
منهنجي هيءَ اڪيلائي
لِوڪ لُٽي لاابارن جيئن
تنهنجي پو به سکي آهيان،
آئون جا نينهن ڪڪي آهيان.

○

علي زاهد

## غزل

ياد ڪاٽي مون کي سڏايو آ؟
عشق هٿ سان وٺي رلايو آ!

تنهنجي چنريءَ ۾ ڪئي ستارا هن،
رات چڻ آسمان سجايو آ

تنهنجي هڪڙي مٺي دوا دارون
چو مٺيا ويچ تو گهرايو آ

تنهنجي نيڻن جي لام خالي آ
پيار جو ڪو پکي نه آيو آ

مان نه 'گوڙيءَ' جي گيان جو ڏيئو
عشق ٻاريو وري اجهايو آ

رات 'ميران' جي موهه ۾ زاهدا
درد جو ساز ڪو وڄايو آ.

بخشل باغي

## غزل

سَرن جي سرسراهٽ تي هوا ٽرندي وڃي پيئي.
ڏِياتي، ڪُڙڪيتي جي مٿس پرندي وڃي پيئي.

پنهنجي نازڪ هٿن جي هاڻ تون،مون کي حَرارت ڏي،
حياتي، جنوريءَ جيان، جُون ۾ ٺَرندي وڃي پيئي.

وڏا حالات جا مانگر، وڏي ڏڙ وقت – دريا ۾،
مگر هي سنڌ، سهُڻي هُن ڪنڌيءَ ٽرندي وڃي پيئي.

سَنواتي واٽ پنهنجي جاٽ جي تبديل ٿئي پيئي،
تنهنجن وارن – وراڪن وانگيان ورندي وڃي.پيئي.

اچي ويجها پوا آهيون، مِلڻ پنهنجو پري ناهي،
صدين جيڏي وڇوٽي بَرف جيان ڳَرندي وڃي پيئي.

ڏيون ٿا ٿهڪ اُپ جيڏا، خوشي توڙي ذرو ناهي،
اڙي، او سُونهن! تنهنجي ساٽ ۾ سَرندي وڃي پيئي.



ابرار ابڙو

## غزل

ڪُليل دريون نہ ڇڏي ڏي، هوا جي موسم آ.
ٻريل ٻتيون نہ ڇڏي ڏي، هوا جي موسم آ.

ڪکن، پنن سان اُڏامي وڃن نہ ڏور هَليون،
ڪِتي اکيون نہ ڇڏي ڏي، هوا جي موسم آ.

گرم جُنون ٺري پيو تہ دل ٺري ويندي،
ٿڌيون گهڙيون نہ ڇڏي ڏي، هوا جي موسم آ.

گُلابَ پيار جا پنهنجين اکين ۾ سانڍي رک،
ڇِٽيل پتيون نہ ڇڏي ڏي، هوا جي موسم آ.

سُجاڻِ سانورا! پنهنجي نئين جوانيءَ کي،
هي گهڙ، ڳليون نہ ڇڏي ڏي هوا جي موسم آ.

○

نِمر جي ٽُڙَ تي نانءُ لکيل آ ٻنهني جو
جڻ تہ اکيون ۾ هانءُ لکيل آ ٻنهني جو.

ڇو ٿا پيار ڪرڻ وارن کي ڏار ڪيو؟
هڪڙي ڏينهن وِهانءُ لکيل آ ٻنهني جو.

هِڪُ ٿي ماڳ رکن ٿا پنهنجيءَ محبت جو
آخر هِڪُ ٿي ڳانءُ لکيل آ ٻنهني جو.

هڪ ٿي وقت پيا ٿا ڏڙڪن هڪ ٻئي لئہ
تنُ الڳہ هڪ هانءُ لکيل آ ٻنهني جو.

○

منور سولنگي

## غزل

ٿارَ جنهن تي گُلُ ٽڙيو هڪ ٻيو نہ هو
تنهن مٿان پوپٽ لٿو هڪ ٻيو نہ هو.

نيڻ ٻُڪَ ۾ ڏيان پر توڏي هُيو
وقت ٿيو اٿليو پنو هڪ ٻيو نہ هو.

گُلَ ڏِسي مون کي سڏيو آ تنهن قبر،
جنهن قبر تي گُلُ پيو هڪ ٻيو نہ هو.

نينهُن ٿيندي روئڻي سا تي وئي،
لڙڪُ جنهن کان ڪلهہ لڙيو هڪ ٻيو نہ هو.

هُنَ ڪراڙي کان ڪپي ڳالهيون ويون،
ٻارُ جنهن ڏي اڄ وريو هڪ ٻيو نہ هو.

ڇَهچٽو جهرڪين جو تنهن ۾ ڪونہ هو
جنهن ٻير ۾ ٻن ٻچيو هڪ ٻيو نہ هو.

رضا بخاري

## ترويـنيون

خزان کي هي رهي حسرت
ڪڏهن اُن جي به آمد لئه
ٽڙي ڪنهن لام تي مکڙي!

خريدڻ سڄ هليو آهيان
مگر ڪيسي ۾ ڪوڙڪن ٽا
به ٽي اونداهه جا سِڪا!

اَڏي ٽي هي رَئي چا لئه
مسافر! تو نه ڄاتو آ،
چوي ٿو "الوداع" رستو!

ڪوڙ شمع مٿان ها پروانه
پر نه ٻلجي ڪو هن طرف آيو
رَات ساري جلي اڪيلي دل.

عڪسُ تو پنهنجو ڏٺو
آ تڏهن ڪان آئينو
دل جيان ڏڙڪڻ لڳو.

دردُ جنهن ناهي چکيو
آ اُنهيءَ لئه بي سواد
هر خوشيءَ جو ذائقو.

دل اُها آهي ڳلي
زرد موسم ۾ ڪري
جا ٽڙڻ جي آرزو.

پٿرن جي قيمتن
آسمانن کي ڇُهيو
ٿي ويون سستيون دلُيون.

ستارو ڪو ٽُٽو آهي
يا ڪنهن کي "الوداع" چوندي
ڳريو آڪاش جو ڳوڙهو.

اڻ ڳڻيون آهن اکيون
۽ انهن جي درميان
ٿون اڪيلي خوابَ جان.

ڇر ڪي گهرَ جي تنهائي
منهنجي من جي خاموشي
ڪيڏو شور مچايو آ!



# اڌ سُڪل گُلَ

سحر گلَ پٺاڻ

سوچي ٿو:

جيڪڏهن حياتيءَ ۾ هر شيءِ محدود وقت لاءِ هُئي ۽ جيڪڏهن خوشي هُئي تہ سا بہ نيٺ گذرڻي هُئي ۽ جي غم هو تہ اُهو بہ گذري ئي ويندو هو پوءِ هيءُ غم ڇو بيهي رهيو هو....؟

سوچي ٿي:

زندگيءَ پهرين ڏاڪڻ چاڙهيءَ تي چڙهڻ ۽ پوءِ اُن تان لهڻ جيان آهي. چاڙهيءَ تي چڙهندي، پٿر پيرن کي جيڪو سيکارين ٿا، دراصل زندگي بہ ماڻهوءَ کي اهو ئي سيکاري ٿي. هر پٿر تي نظر رکي، پوءِ پير رکڻو هو ۽ پير کي پٿر جي شبيهہ جي حساب سان پير رکڻ جو رويو اختيار ڪرڻو هو.... ۽ ها! ويندي جو سفر اڙانگو ۽ ڏکيو هو ۽ واپسيءَ جو سفر سولو ۽ تکڙو هو. اهو ئي زندگيءَ جو فلسفو هو.

(فليش پهريون)

اج سڀ ڪجهہ مختلف هو حسين هو. هوءَ ٻهڪي رهي هئي، هو مٺس گلن جي ورڪا ڪري رهيا هئا. جو هُوءَ راڻي هئي ۽ سندس واڪاڻ ۾ گيت ڳائجي رهيا هئا. هوءَ تخت تي ويٺل هئي ۽ سندس راڄڌاني هئي.... جتي ماڻهن راڻيءَ جي حسن، سندس عشق جي عظمتن، سندس پاڻ ارپڻ جهڙي فراخدلي ۽ اڻ لڀ ذهانت جي واکاڻ ۾ ڌرتي آڪاش هڪ ڪري ڇڏيا هئا. هوءَ ڌرتيءَ تي آسماني محبت، واکاڻ، مانُ ۽ راڄ ماڻي رهئي هئي.... جو هوءَ راڻي هئي. سندس راڄ جو دؤر هو ۽ ان ۾ سندس شان ۽ شوڪت جو مثال حسين هو.

(فلئش ٻيو)

پر هڪدم هاڻي ٻيو منظر شروع ٿي چڪو هو. هوءَ ڪليل وارن سان ڏرتيءَ تي بي رحم وسندڙ پٿرن هيٺ ليٽڙيون پائي رهي هُئي ۽ هو مٿس پٿر وسائي رهيا هئا. سندس جسم رتو رت ٿي چڪو هو.... منهن ۽ جسم تي ڏڪن جا زخم... زخمن مان رت ٽميو ٿي... اڄ هوءَ راڻي نه هُئي .... پر مگدله جي مريم هئي.... پاپڻ....! پٿرن جي وسڪار مٿس ايتري تہ تيزيءَ اڻ کٽ هُئي، جو انهن کان بچڻ ناممڪن هو. لباس رت ۾ ريٽو... وارن کان وٺي جسم جو سَنڌُ سَنڌُ رت ۾ رِسيو ٿي.... اذيت ايتري تہ شديد هُئي جو هوءَ رڙ بہ نٿي ڪري سگهي....! اچانڪ پٿرن جي اُها بارش بيهي رهي... ۽ هوءَ اذيت جي شدت کان نِستي، بي ساهي ٿي پئي.... رت سان پريل ماس جي ڍِڳ وانگر...!

(فلئش ٽيون)

شامِ غريبانَ هُئي جڻ! انبوهہ هُئا ماڻهن جا، جيڪي ڪاري لباس ۾ نوحہ خوان هئا... هو اُن غم عظيم جا عاشق هئا، جنهن جي هوءَ اسير هئي. هوءَ مَسند تي ڪاري لباس ۾ وهندڙ نيرن ۽ بي آواز سڏڪن ۾ چوڏاري ڏسي رهي هئي ۽ سندس چوڌاري هڪ جَمِ غفير هو جيڪو سندس پيرن ۾ ڪريل هو ۽ هُن جي درد جي اسيريءَ ۾ محوِ ماتم هو...!

هوءَ سندن ان Tripolar disorder کي پوڳي پوڳي ڪُهجي چڪي هئي. ڪڏهن راڻي تہ ڪڏهن پاپڻ تہ وري ڪڏهن المين جي اسير... ڪڏهن تخت، تہ ڪڏهن سنگباري تہ ڪڏهن وري شامِ غريبان.

سوچي ٿو:

...... هوءَ هلي وئي هُئي، پر سندس گمشدگيءَ جو حادثو اڃا ڪهاڻي نہ بڻيو هو. وڏو لکاري هوندي بہ سندس قلم وهيو ئي نہ ٿي. حادثي جو صدمو مٿس طاري هو ۽ ان ڪري ئي حادثي کي ڪهاڻيءَ جو روپ ڏيڻ لاءِ ڪيس جنهن جرئت جي ضرورت هئي، سا ڪيس هٿ نٿي آئي. هُو جيتوڻيڪ غم پسند نہ هو ان ڪري منهن مونن ۾ وجهي دنيا جهان کان لاتعلق نہ بڻيو هو پر حادثو سندس سوچ ۾ هڪ لمحي جيان بيهي رهيو هو. جنهن ڪيس اُن وارتا کي ڪهاڻيءَ جو روپ ڏيڻ تہ نهيو پر اُن کي ڪنهن سان سلڻ کان بہ روڪيو ٿي. هن سوچيو: ”لازمي ناهي تہ تخليقڪار هر درد جي انتها ۾ ڪو فن پارو سامهون آڻي. ڪڏهن، ڪڏهن غم کي توازن ڏيڻ جي ضرورت هوندي آهي تہ جيئن منجهانئس تخليق سرجي سگهي.“ غم کي تخليق جو روپ ڏئي سامهون آڻڻ لاءِ ذهني ۽ جذباتي انتشار جي تيز رو وهڪري کي ماٺار ۾ آڻڻ جي ضرورت هوندي آهي. نہ تہ انتشار ائبنارمل بہ ڪري سگهي ٿو. جيئن عام طور تي ٿيندو آهي.“

ان سوچ ۾ ئي هو پڳو پُريو پئي تہ هو ڪيس روڪي نہ سگهيو... ۽ اهنجن جي شڪار هوءَ- ڪيس هو بچائي نہ سگهيو. الزامن کان.... تهمتن کان.... جڻ پاپ ڪيو هُئائين ۽ پاپ کي ثواب تہ نهيو پر فقط اڻ- پاپ ۾ تبديل ڪرڻ لاءِ بہ ڪيس گهٽ ۾ گهٽ جسم تان ماس تہ ڪورڻو هو ۽ پوءِ بہ هن جي پاسي ڪا شاهدي نہ بيهي ها! پل پل جي اذيت هُئي، جيڪا ڪيس روح تائين ڏوڏيندي ٿي وئي."ڪيڏانهن وئي هوندي؟" ان سوچ ئي ڪيس سنگسار ڪيو ٿي. گڏ گذاريل لمحن جا فليشز (Flashes) هڪ کان پوءِ هڪ ٿي ڪري سامهون ٿي آيا....

"مان هلي ويندم."

"پر ڪيڏانهن؟" چرڪي پڇيو هُئائينس.... ڪو جواب نہ ڏنائين."رهي سگهندين؟ مون کان سواءِ..؟" آلين اکين سان جهيڻي آواز ۾ چيو هئائين:"نہ....! پر مان پردي پٺيان لڪي ويندم. توکي ڏسندم پئي لڪي لڪي.... پر توکي نظر نہ ايندم...."

"ايڏي سزا ڏيندين؟" ڪربناڪ نهارَ سان ڪيس ڏٺو هُئائين....

پر هاڻي ان احساس، تہ هوءَ ضرور بہ ڪيس لڪي لڪي دنيا جي ڪنهن ڪنڊ کان ڏسندي هوندي، سندس انتشار کي ٿورو جهڪو ٿي ڪيو.

ڪنهن المناڪ ڊرامي جي آخري منظر ۾ شڪستہ ڪردار جيان ڪري پيو هو..! سوچيائين پئي تہ تخليق نہ ميراث هُئي، نہ ئي هَٽَ تان خريد ڪرڻ جهڙو وَکر هُئي. نہ اهڙي زمين هُئي، جنهن جي مالڪي حاصل ڪرڻ سان مالڪي قائم ٿي پئي. تخليق تہ احساس جي سلطنت واري پراسيس جي نتيجي جي باءِ پراڊڪٽ هُئي يعني اُن عمل جي وچ دؤران سامهون آيل پهرين تخليق هُئي.... ۽ مابعد التخليق تہ اجا ڪا ٻي شيءِ هئي، جنهن جا لامحدود نمونا هُئا جڻ.... اڻ کٽ عمل هو جنهن جو شايد ئي ڪو حتمي نتيجو هوا مابعد التخليق ڇا هوندي؟ اُن جو جواب شايد ٻڌائي، هيگل ۽ مارڪس جهڙن ڏاهن وٽ هجي!

اهو سوچي وري پنهنجي ٻي چيني ڏانهن موٽي ويو.... انتشار روح ۾ هو يا جسم ۾؟ جيڪڏهن تخليق انتشار جي نتيجي ۾ سامهون آيل منظر خيال جيان هئي تہ پوءِ گهٽ ۾ گهٽ هيءُ انتشار پنهنجيءَ حد کان ٽپي ويو هو.... "شايد وري سڪون نصيب ۾ ناهي....!"

سوچي ٿي:

..... سو زندگي ٽڪريءَ تي هلڻ جيان هُئي، جنهن جي چاڙهي ڏکي هُئي، ڊگهي هُئي، ٿڪائيندڙ هُئي، پر دلچسپ بہ هُئي ۽ لاهي سولي هئي، ٽڪري هُئي ۽ چاڙهي جيئن ٿڪائيندڙ دلچسپ ۽ واقعن سان ڀرپور نہ هُئي، پر لاهيءَ تي هلڻ دؤران جي نئين

ننڍين پٿرن تي پير پيو تہ پير ترڪڻ جو خطرو هو۔ ۽ ٽڪريءَ تان ڪرڻ هموار زمين تي ڪرڻ کان اڻين ٿي مختلف هو جيئن هموار زمين تي هلڻ ۽ ناهموار اڙانگي چاڙهيءَ تي چڙهڻ مختلف هئا.

زندگي پٿرن تي هلڻ جيان هُئي. ڪيس لڳو تہ شايد حياتيءَ جو لقاءُ يا دنيا توڙي ڪائنات جو هر لقاءُ پنهنجي پنهنجي مزاج، زمان ۽ مڪان جي حالتن جي حساب سان ساڳئي پراسيس مان گذري ٿو. ڇو تہ فطرت هيٺ رهندڙ شيون مٿينءَ سطح تي ساڳين ئي قانونن تحت رهي هلي رهيون هيون. انسان لاءِ بہ ساڳيو ئي قانون هو جيڪو جانورن، پوٽن، سامونڊي جانورن ۽ ڪائناتي جسمن تي لاڳو هو پر جيئن تہ انسانن، جانورن، پوٽن، مڇين ۽ ڪائناتي جسمن جا پنهنجا پنهنجا رويا هئا، اُن ساڳئي قانون هيٺ رهندي بہ سمورا لقاءَ مختلف پاسيا ٿي. جيتوڻيڪ.... هڪ جهڙائيءَ جي عظيم شاهدي ارتقائي رويو هو.... شين جو وجود ۾ نہ هجڻ، پوءِ هجڻ کان وٺي انهن ۾ واڌ/ترقي ۽ نيٺ خاتمي ڏانهن سفر.... ان ڪري باجود ان جي تہ سمورن وجودن جي انيڪ مختلف شڪلين، جيئاپي جي نظامن ۽ جٺاءَ ڪري سگهڻ جي وقت مختلف هجڻ جي باوجود بہ جمڻ ۽ مرڻ/هجڻ ۽ پوءِ نہ هجڻ جي ڪري مزاج ۾ هڪ جهڙايون بہ هيون. لقاءَ مزاجن ساڳيا هئا.... ماڻهو بہ سوچ، نظريي، يقين ۽ عقيدي جي وچ ۾ ئي ڦريو پئي....! انيڪ تهذيبون ۽ ثقافتون هوندي بہ ماڻهو.... دنيا جا ماڻهو نظرين ۽ عقيدن جي چار ۾ وچڙيل هئا.!

پر ان عمل جو داخلي لقاءُ اهو هو تہ نئون سفر هميشہ دلچسپ هو۔ يا وري ذهن کي نوان ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي خواهش هُئي، ان ڪري هر نئون سفر پُرڪيف هو. پوءِ اُهو سفر بري هجي يا بحري، ذهني هجي يا جسماني، پهرين اڻ ڄاڻائي ۽ پوءِ ان کي ڄاڻڻ.... پوءِ اُن ڄاڻ جو عام ۽ بي چسو ٿي وڃڻ.... ۽ پوءِ بي چسائيءَ ۾ وڌيڪ چَسُ پيدا ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ، ڪامياب وڃڻ يا ان ۾ ناڪام وڃڻ ۽ نيٺ ارتقا جهڙي حسين قانون تحت ڪپي، ختم ٿي وڃڻ.... يا وري ڪنهن نئين صورت ۾ ظاهر ٿيڻ. اهو قانون علمن تي لاڳو هو رشتن تي لاڳو هو خوابن ۽ انهن جي حاصلات تي لاڳو هو. پهرين ڄاڻڻ، ڏسڻ، حاصل ڪرڻ، تجربي ڪرڻ جي خواهش ۽ پوءِ خواهش جي پورائي لاءِ جدوجهد ڪرڻ، ڪشٽ ڪيڻ.... ۽ پوءِ حاصلات جا لمحا، انهن لمحن جي خوشي ۽ حسين احساس... نيٺ بي چسائيءَ جو پيدا ٿيڻ ۽ چَسُ ۽ دلڪشي پيدا ڪرڻ جا حربا.... آخرڪار، زندگي ۽ شين جو ٽڪجڻ.... حسين ارتقا جي قانونن هيٺ ڪامياب/ناڪام ٿيڻ/ٽٽڻ/جڙڻ/۽ پوءِ وري ٽُٽڻ.... هر پهلو اڻين ئي هو.

ماضي، حال ۽ ارتقائي نظريي جي آشنائي ڄڻ ڪيس مستقبل ڇتو ڏيکاري ڇڏيو هو. ڄڻ هُن تي هر حد جي انتها آشڪار ٿي چُڪي هُئي. ڄاڻ ۽ اڻ ڄاڻائي، محبت، رشتا، مقصد، ڪلچر، رويا.... ڪيس لڳندو هو تہ ڄڻ هر شيءِ کي ان جي پهرئين قدم کان وٺي اُن جي انتها تائين ڄاڻي چُڪي هُئي. جيتوڻيڪ گهڻو ڪجهہ هو جيڪو هُن دل پري نہ چکيو هو نہ ڄاتو هو.... نہ ماڻيو هو نہ سمجهيو هو ۽ نہ ٿي سمجهيو هو پر ڪجهہ شين جي انتها تائين سمجهہ ڪيس هر شيءِ جي ذري مان اُن جي امڪاني انتها جو ذائقو ڏئي ڇڏيو هو.

اها هُن جي زندگيءَ جي ڪُلي تجربي/ڄاڻ/ناڪامي/ڪاميابيءَ جو نچوڙ هو ۽ ساڻس حقيقت جيان چهٽيل هو. حقيقت جا حسين يا پوائتي نہ هُئي۔ يا ان جي حسين يا پوائتي هجڻ تي هُن ڪڏهن نہ سوچيو هو. ان ڪري بہ هوءَ منظر تان هٽي وئي هُئي يعني سندس منظر تان هٽي وڃڻ جي سببن مان هڪ سبب سندس اها ڄاڻ بہ هُئي.

جيتوڻيڪ هو سندس روح ۾ رچيل حقيقت هو. هُن جو نالو احساس ٿي ڪيس ننهن کان چوٽيءَ تائين خمار ۾ رکندو هو. زندگيءَ ۾ رنگ پريا هئا هُن، ڏاهپ ۽ وجدان عطا ڪيو هو.... سمورا خال پري ڪيس تڪميل جون راهون ڏيکاريون هيون. محبوب ڇا هوندو آهي، اُهو هُن کانئس سکيو هو. هو عشق ڪرڻ جهڙو هو... ان ڪري ئي تہ هُن سان فقط عشق ئي ڪري پيو سگهجي.... هو ڪيس عشق عطا ڪند هو ۽ هوءَ سندس عشق جي گهرائين ۾ حل ٿي وئي هئي.... ساهن ۾ ڪيس ڪٽندي هئي، پر پوءِ پنهنجي حاصلات جي تڪميل کان سواءِ هلي بہ وئي ڪيس ڇڏي....! شايد هُن تڪميل ماڻي ڇڏي هُئي.... اُهو ئي سندس شعور جنهن ڪيس ذري مان گهڻي جو ذائقو چکايو هو... ان شعور شايد ڪيس محبوب ماڻائي بہ ڇڏيو....!

سوچي ٿو:

هو الميي کي توازن ڏيڻ جي ڪوشش ۾ هو. هوءَ ڪيئن سندس بي ڇسي زندگيءَ ۾ ڪيس ملي هُئي.... نہ تہ زندگي ڪيڏي نہ بي رحم هئي، مٿس رشتن جي معاملي ۾.... حسرت ۽ تشنگي جي آويءَ ۾ پچندڙ ماڻهو هو جنهن کان حاصل ٿيل محبت گُم ٿي وئي هئي.،، هُن جي محبوبا، هُن جي راڻي.... دلربا کانئس وڇائجي وئي هئي.... هوءَ جيڪا سندس تخليق جو اتساهہ هئي، ان جي وڃڻ کان پوءِ سندس اُتساهہ کي موت اچي ويو هو. هُو پيئندو رهيو هو.... اُهو ڪيف جنهن جي هلڪي سُرور ۾ ڪيس سرشاري ملندي هُئي، اُن سندس جگر کي لوڙهي وڌو هو. ڪيئين شامون ۽ راتيون هو پيئندو ۽ روئيندو رهيو هو... ڏک جي شدتن هوندي بہ ڪيس هڪڙي اميد هئي، سندس موٽڻ جي....!

تخليق جا لمحا تہ وٽس بہ اُتم هُئا. هڪ ڀيري چيو هُئائين: "فقط هڪڙو اڪيلو حسن جنهن جي ٻلَ تي ڪائنات بيٺل هئي، سو هو "تخليق جي نتيجي ۾ آيل/آندل تبديلي." سندس ان سوچ کيس سرشار ڪري ڇڏيو هو ۽ ڪيڏي نہ حسين ڳالهہ چئي هُئائين...! واقعي بہ اُها تخليق ئي تہ هُئي، جنهن تبديليءَ کي جنميو ٿي. لقائن جي اڻ لکيي وهڪري ۾ ڪائنات روان دوان هُئي. تخليق ئي تہ فقط اڪيلو هڪڙو واعدو هُئي، انسان جي قسمت جي تبديليءَ جو. تبديلي، بهتر ۽ چونڊيل تبديلي فقط تخليق جي ئي محتاج هُئي.

هڪ ڀيري چيو هُئائين:"ماڻهن جي متي ڀيهر ڳوهڻي پوندي ۽ سنڌ کي جيڪڏهن ايڪيهين صديءَ سان گڏ اڳتي هلائڻو آهي تہ پوءِ ماڻهوءَ جي متيءَ کي ڀيهر ڳوهڻو پوندو.." ڪيڏو نہ صحيح چيو هُئائين....! ۽ ڇا ڏکيو هو....؟ ڇا ڏکيو هو ان ۾ تہ ماڻهوءَ جي متيءَ کي ڀيهر ڳوهجي ها! فقط ماڻهوءَ جي سوچ ۽ سندس شعور کي ئي تہ ڀيهر تخليق ڪرڻو هو ۽ اهو ڇا مشڪل هو هڪ تخليقڪار لاءِ....! ماڻهن جي شعور کي تراشڻو هو. سندن ذهن سازي ڪرڻي هئي، جو ديس جا حڪمران يا تہ ويڪائو هئا يا نااهل هئا يا وري حڪمرانيءَ جي فن کان اڻ ڄاڻ هُئا....

ڪيڏو نہ خوش ٿي هُئي اهو ٻڌي، جڏهن کيس جوابن چيو هئم: "ماڻهوءَ جي متي بہ اٿي جهڙي ئي آهي.... کيس بہ اِئين ئي ڳوهبو جيئن اٽي کي ڳوهبو آ... پاڻيءَ سان.... ٿورو لوڻ ۽ اُن کي وڏيڪ سوادي بڻائڻ لاءِ ڪڏهن ڪڏهن ڪي ٻيون شيون بہ.... ماڻهوءَ مان شايد لوڻ ڪٽل هو.... يا پاڻي!؟ مقدار جي گهٽ وڌائي توازن کي بگاڙي ٿي.... اٽي ۾ پاڻي جام پئجي وڃي تہ ڳُنل اٽي بدران اُهو ڇلو ٿي ٻيهندو ۽ جي گهٽ پوي تہ پٿر جهڙو سخت ٿي ٻيهندو جنهن کي ويلي نہ سگهجي. لوڻ گهٽ تہ بي سوادو ۽ جام تہ ڄڻ زهر."

اهو سڀ ٻڌي ڪري اکين ۾ حيرت ۽ محبت سان کيس ڏسندي رهي هئي. "اندر ۾ گهرائيءَ تائين سڪون ۾ پرجي ويندو هئس، جڏهن هوءَ منهنجي منطق کي ساراهيندي هُئي...." سوچي، مُرڪي ٿو پوي... پنل اکين ۽ ٽُٽل دل جي باوجود...!

ماڻهوءَ جي متي ڳوهڻ جو بار ڪٽي الڳ الڳ اڪيلي سر کڻجي ها.... پر پنهنجي ساٿي، پنهنجي همراهہ کان سواءِ مان دل جو بار ڪيئن کڻندس؟ هن ڏک ۽ درد کي هيڻ دل ڪيئن سنڀاليندي؟

دل جا معاملا هئا... حسين بہ هُئا تہ درد انگيز بہ عمر جي ڪهڙي حصي ۾ هُن انمول شخصيت کي ماڻيو هُئائين. پاڻ کي ڪنهن فقير جيان محسوس ڪندو هو ۽ اچانڪ ڄڻ خوشين ۽ محبتن جي بادشاهي ملي وئي هئس. پر پوءِ ڄڻ جلد ئي راڄ ڪانئس کسجي ويو هو. "ڪنهن در دانهن ڏيان؟" سوچي، جسم روح تائين جهجي پيس!

سوچي ٿي:

لڳ ڀڳ ڇهن سالن کان پوءِ هوءَ ڪائنتس الڳ ٿي هُئي. ڇهه سال گڏ گذاريل ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ جو حصو ٿاهڻ لاءِ ڪافي هوندا آهن. بدن جو حصو هو هُو.... ائين جيئن هٿ، پيرَ.... ڊار ڪيو ته رڙ نڪري.... سندس به ڪيس خبر هُئي. هُن جو هينئڙو ڪيئن اڏواڏ ٿيندو هوندو. ان احساس ئي ڪيس ٽوڙيو پئي...

هو لک زماني جي ڪمن ۾ رُڌل هجي، پر هُن لاءِ شام ۾ اڪيلائي ٿياس هوندي.

ڪيس پل ڪن لاءِ سڪون آيو ٿي ته هو لِکي ڪري اندر جو اوپر ڪيڻ وارو ماڻهو هو. هو "ڳالهيون پيٽ ورن ۾ وڏي وڻ" ڪرڻ وارو ماڻهو نه هو. پر ڪنهن پٺي سان سلڻ سندس بردبار شخصيت جي خلاف هو. سو هو ڳالهائڻ بدران لکندو ضرور هوندو.... پر لمحي لاءِ خيال آيس.... "ڇا هو لکي سگهندو هوندو؟"

هوءَ ڪي پل ته دريءَ کان ٻاهر وسندڙ برسات کي ڏسندي رهي. فقط ڪجهه ئي ڪلاڪ ته رات جو سمهي سگهي هُئي، پر صبح جو سوير اک کُلي وئي هيس. ڏورانهين ديس جي اوپري شهر ۾ رهندي هوءَ چڻ ويتر اڪيلي ٿي پئي هُئي. برسات جيتوڻيڪ پنهي جي ڪمزوري هُئي. اهڙيءَ موسم ۾ هو هميشه ٻاهر نڪري ويندا هئا. هٿ ۾ هٿ ۾ تانگهه پريل نهارون.... وڏا وڏا بي ساخته ٽهڪ ۾ حسين رستن تي ڊگهي پسارَ ۾ آخر ۾ ڪافيءَ جا به مَگ ۾ ڪنهن ريسٽورينٽ جي ٻاهران ڪرسين تي ويهي دنيا جهان جي هر موضوع تي ڳالهيون ڪرڻ!! پر هُن کان سواءِ ته ڪيس هڪڙي وک به چڻ ڪٽڻ نٿي آئي. ماڻهوءَ کي ماڻهوءَ جي عادت جي فقط ڳالهه نه هُئي، ساڻس گڏ هئڻ جي تاس ۾ اُڃ ڪيس اُڌما ڏئي ڇڏيا هئا...

ڪيترا پيرا سندس دل چيو ته ڪيس فون ڪري پنهنجا سيئي پار پتا ڏئي، ڪيس پاڻ وٽ گهرائي وٺي. ضبطِ سان دل به مقابل هُئس ۾ ڪجهه پيو به هو اندر ۾ هُن لاءِ تانگهه کان سواءِ جنهن ڪيس روڪي پئي رکيو.

ڪيئي ڏينهن ته سڏڪندي رهي هُئي. ڪي پل ته اهو به سوچيائين پئي ته ڪيس خط لکي هڪڙو ڊگهو پر ڏات ڪائنتس پري هلي وئي هُئي. ڪيس ته هُن سان ملي ڪري ديس جي قسمت بدلائڻي هُئي. هُو ئي ته ڪيس چوندو هو ته ماڻهوءَ جي ذهن سازي ئي فقط هڪڙو حل هو ديس جي قسمت بدلائڻ جو. هوُ ته منطق جو بادشاهه هو ۽ منطق سان ڪيڏنديٰ ڪيڏنديٰ سندس نظريا سامهون ايندا هئا.

چوندو هو "ماڻهو فقط هڪڙي ڪٽنب بدران قومَ جو فرد ٿئي ۽ اڳتي هلي خطي جو فرد ٿئي، ۽ پوريءَ دنيا جو فرد بڻجي وڃي ۽ ڪائنات گير نظرين تي هلي،

سموريءَ انسانيت سان پنهنجي انفراديت قائم رکندي، ملي ويچي. فقط محدود جاءِ تي رهي ڪري ئي انفراديت قائم رکڻ سان ماڻهوءَ جا مقصد بہ محدود ٿي رهجي ويڃن ٿا. عالمگيريت خيالن جي ضروري هُئي، ماڻهوءَ کي نئون ناهڻ لاءِ...!"

چوندو هو: "اسان جي ديس جا حڪمران بي خبر ئي نہ پر جابر بہ آهن. سندن جبر هر فرد کي لُٽي ڇڏيو هو.... اسان جو ديس لٽيرن جو ديس آ...!" ۽ صحيح تہ هو تہ قوم بي رحم جبر جو شڪار هُئي. حڪمران مختلف قسمن جا چار ناهيندا هئا ۽ هرڪنهن جي ماڻهوءَ کي سندن حالتن ۽ ڪلچر جي حساب سان مخصوص چار ۾ بند ڪندا هئا. اُن مخصوص چار ۾ قاتل ماڻهو فقط مخصوص قسم جو ئي تحرڪ ڪرڻ جي قابل هئا.!

سو حڪمرانن جا دلال ۽ حڪمرانن کان باغي — سيئي، مختلف قسمن جي چارن ۾ بند هُئا. چار ۾ بند هوندي بہ دلال دلاليءَ ۾ مگن هئا. چار ۾ بند باغي بغاوت ۾ محو هئا. پر چار ۾ رهندي بغاوت ڪرڻ سان ڪهڙو لاڀ ملڻو هو؟

"اسان ٻئي ڪيڏو نہ بحث ڪندا هُئاسين." سوچي ٿي تہ:"چار ۾ قاتل ماڻهوءَ جي مٿي ڪيئن ڳوهجي ها.... جو چار ۾ قاتل ماڻهن جو شعور بہ چار ۾ ئي قاتل هو...."

سوچي ٿو:

دل جو چيڪو سندس روح کي چنبڙيل هو. پاڻ ئي تہ چوندي هُئي تہ فرد پنهنجن داخلي معاملن جي ڪري پنهنجي خارجي ڪارج کي Substantialze ناهن ڪري سگهندا! پوءِ ڪيئن سوچيائين مون کي ڇڏي وڃڻ جو. ڪيئن سوچيائين تہ منهنجي دل ان سور کي سهي سگهندي.... ۽ ورهيہ گذري ويا هُئا. هاڻي تہ ڪيس وئي.... پر زخم تي مرهم تہ فقط هوءَ ئي هُئي، سا الائي ڪيڏانهن هلي وئي هُئي.... سندس لڱ ڪانڊارجي ٿي ويا. اُن سوچ سان ئي تہ ڪٿي هو ساڻس زندگيءَ ۾ هڪ پيرو بہ ملي سگهندو يا....؟

سوچي ٿي:

"هوءَ ڪيَس ڇڏي وئي هُئي." اها بهرحال درست. پيشگي نہ هُئي ضورتحال جي. هُن ڇڻ پنهنجيءَ دل جي ٽُڪري کي پاڻ کان ڇني ڌارڪيو هو. سندس نہ پاڻ تي وس ٿي هليو نہ زندگيءَ جي ڪڙين حقيقتن تي ۽ نہ ئي پنهنجي اندر تي. سنگباريءَ ڪيس لوڙهي ڇڏيو هو! ورهيہ گذري ويا هُئا. جو هوءَ ڪانئس پري ٿي هُئي... پر نہ غم ويو هئس، نہ تانگهہ جهڪي ٿي هئس ۽ نہ وري سنگباري ختم ٿي هئي سندس مٿان."

(آخري منظر)

هو ڪنهن ڏورانهين ديس جي اجنبي شهر جي قبرستان ۾ هڪ قبر کي چمي رهيو هو.... قبر تي اڏ سُڪل گلن وارا گلدستا ۽ لکيل ڪارڊ پيا هُئا... هوءَ چوندي هئي: "زندگي پٿرن تي هلڻ جيان هُئي"، پر ڪٿي هو ائين؟ هو سڏڪن ۾ پئجي ٿو ويجي.... جيئڻ ته اُگهاڙين پيرين اُبن شيشن تي هلڻ جيان هو.... "ڪنهن دشمن سان به ائين نه ٿئي.." اڪثر ڪيس چوندو هومانس. چيو هئائين:"مان مري ويندي مانءُ" چيو هومانس:"ائين ناهي چئبو راڻي......" کلي چوندي هئي:"چئبو آ.... چئبو آ..." پر ڳالهه ڪٿي چيو هومانس ته "شل ڪنهن دشمن کي به اهڙي سزا نه ملي"....

جيڪو ٿهر ڪنهن دشمن سان به نه ٿئي، اهو پنهنجي محبوب سان ڪيئن ڪيئي....!

sahargul@hotmail.com



مون رب جا ڪيئي رنگ ڏٺا آهن، جيڪي حيرت جو هنڌ آهن. هڪڙي ڀيري مون کي ٽيڪساس ۾ هڪ ڪانفرنس ۾ گهرايائون. ڪانفرنس جو موضوع هو ته شيطان کي ڪيئن منهن ڏجي. هڪڙيءَ ڳالهه تي ٽيڪساس جو هڪ ماڻهو اُٿي بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو ته "مون شيطان ڏٺو آهي ۽ انهيءَ جي سگهه کي به محسوس ڪيو آهي. آئون جرمنيءَ ويس اُتي نازين جا ظلم ڳهٽا ڏٺم." سندس انهيءَ ڳالهه تي اتي بيهي رهيس ۽ چيومانس، "تون اهو ٿو سمجهين ته اسان سڄيءَ دنيا مان هتي اچي گڏ ٿيا آهيون، سي عقل کان وانجهيون ڳالهيون ڪرڻ آيا آهيون، بڪواس ڪرڻ آيا آهيون. توکي جرمني ته سُجهي آئي، پر جتي رهين پيو آهين، اُتان جي خبر نٿو رکين. هت هِن ٽيڪساس رياست ۾ ميڪسيڪن آمريڪن کي ووٽ ڏيڻ جو حق ناهي. تو پاڻ غلاميءَ جي تاريخ سِرَ تي سَٽي آهي، پوءِ به توکي اهو ناحق ڏسڻ ۾ نٿو اچي ۽ تون ميڪسيڪن کي پنهنجي پاڙي ۾ آزاد انسان جي حيثيت ۾ رهائڻ لاءِ تيار ناهين. پنهنجين خامين کي ڇڏي جرمنيءَ جو راڳ ڳائڻ وينو آهين.جرمني جرمني جرمني. توکي جرمنيءَ جا ڏوهه ڏسڻ ۾ اچن ٿا، انهن تي ڳالهائين ٿو پنهنجو پاڻ ڏانهن نهارڻ لاءِ تيار ناهين. آئون تنهنجي بڪواس ٻڌڻ لاءِ تيار ناهيان، چپ ڪري ويهي رهه"

مايا ائنجليو



# هڪ تجريدي ۽ تجرباتي ڪهاڻي

منظور جوکيو

"اڻ ڏٺل گل" هڪ تجريدي ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ ليکڪ ٻن ڪردارن جي يادگيرين ۽ سوچن کي الڳ الڳ طرح سان لکي، ڪجهه فلئش بئڪ جو سهارو وٺي، هڪ سمپل ڪهاڻيءَ کي Complicated ڪري پيش ڪيو آهي، يا ائين ڪٺي چئجي تہ هڪ سادي پلاٽ واري ڪهاڻيءَ کي ڳوڙهو ۽ منجهيل بڻائي پيش ڪري، پنهنجي بهترين فن جو مظاهرو ڪيو آهي.

هن قسم جي ڪهاڻي گهڻو ڪري تاثراتي اظهار جي ذمري ۾ اچي ٿي. ڇو تہ اهڙين ڪهاڻين ۾ گهڻو ڪري پلاٽ يا ڪهاڻيءَ جو باقاعده فارميٽ نہ هوندو آهي. انهيءَ ۾ منظرنگاري، ڊائلاگ بازيءَ ۽ واقعن کي روايتي پيرائي ۾ بيان ڪرڻ وارو انداز نہ هوندو آهي.

سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ماضيءَ ۾ انيڪ تجربا ڪيا ويا آهن. اهي تجربا گهڻو ڪري تجريدي (Abstratct) يا وري تجريدي حقيقت نگاريءَ (Abstract Realism) جي سري هيٺ ڪيا ويا آهن. انهن تجربن ۾ جن ليکڪن وڏي مڃتا ماڻي آهي، انهن ۾ مانڪ، مشتاق شورو، مدد علي سنڌيءَ ۽ شرجيل شامل آهن. انهن ڪهاڻيڪارن مان شرجيل هڪ اهڙو گهاڙيٽو (formate) متعارف ڪرايو هو جنهن ۾ هن ٻن ڪردارن جا صرف ڊائلاگ لکي، ڪهاڻيءَ کي پيش ڪيو هو جيئن هن جي ڪهاڻي "پن ڇڻ ڪانپوءِ" ۾ شايع ٿي هئي، يا وري هن جي مونولاگ اسٽائيل ۾ لکيل ڪهاڻي "مونالزا"، جيڪا هڪ ئي ڪردار جي واتان ادا ٿيل ڊائلاگن تي مبني آهي.

ٻئي طرف پارٽ ۾ بہ جديد ڪهاڻيءَ ۾ انيڪ خوبصورت لاڙا متعارف ڪرايا ويا هئا. انهن ۾ لعل پشپ ۽ لکمي کلاڻيءَ جون ڪهاڻيون سرفهرست آهن. پارٽ جي ڪجهه ليکڪن هڪ نئون رجحان اهو بہ متعارف ڪرايو آهي، جنهن ۾

ڪنهن ناول/ڪهاڻيءَ ۾ موجود حالتن کي هڪ رُخ کان هڪ ڪردار بيان ڪري ٿو ته وري ٻئي رخ کان ٻيو ڪردار بيان ڪري ٿو. يا وري ناول يا ڪهاڻيءَ جو هيرو پنهنجي وارتا الڳ بيان ڪري ٿو ته هيروئن الڳ ڪٿا پيش ڪري ٿي، پر انهن جي Presentation جو محور هڪ ئي واقعو هوندو آهي، جنهن کي هو الڳ الڳ رخ کان پيش ڪن ٿا.

هيءَ ڪهاڻي به اهڙي ئي قسم جي تجربي تحت لکي وئي آهي، جنهن ۾ ليکڪ پنهنجي فن جو بهترين مظاهرو ڪندي ڪهاڻيءَ جي ڪلائيميڪس تائين پڙهندڙ کي پاڻ ڏانهن متوجهه رکڻ ۾ ڪامياب ويو آهي. هڪ سادي ڳالهه کي ڳوڙهو ۽ سنجيده بڻائي پيش ڪرڻ ئي Abstract Art جو ڪمال هوندو آهي. انهيءَ مقصد تحت لکيل هيءَ ڪهاڻي هڪ سٺي ڪوشش آهي.

ڪهاڻيءَ ۾ فليش بئڪ جي مدد وٺندي، انهيءَ کي وڌيڪ خوبصورت بڻايو ويو آهي. تجريدي فن جو بهترين نمونو هجڻ سان گڏ، هيءَ هڪ ڀرپور علامتي ڪهاڻي پڻ آهي، جنهن کي هر پيار ڪندڙ ۽ وڇوڙي جو صدمو سهندڙ عاشق ۽ معشوق سان depict ڪري سگهجي ٿو. ڪهاڻيءَ ۾ موجود علامتن تي غور سان سوچبو ته انهيءَ ڪهاڻيءَ ۾ موجوده دور ۾ ملڪ جي هڪ اهم جوڙي(Couple) جي زندگيءَ سان هڪ جُهڙائي نظر ايندي. ٿي سگهي ٿو مون جنهن رخ کان ڪهاڻيءَ کي محسوس ڪيو آهي، ليکڪ جي ذهن ۾ اها ڳالهه نه هجي، پر مون کي علامتن مان اهو ئي اشارو ملي ٿو. خاص ڪري ڪهاڻيءَ جي آخري جملي مان ـ ڪهاڻي تجريدي هئڻ ڪري، انهيءَ ۾ علامتون ايتريون واضح ناهن. هونئن به تجريدي آرٽ جو ڪوبه فن پارو تمام گهڻو مبهم هوندو آهي، پر هيءَ ڪهاڻي حد کان ڪجهه وڌيڪ مبهم آهي، جنهن ڪري عام يا نئون پڙهندڙ شايد ڪهاڻيءَ کي ايترو سمجهي نه سگهي.

مون نوٽ ڪيو آهي ته هڪ وڏي عرصي کان، سنڌي ڪهاڻيءَ جي ويچاري ٿيڻ کان پوءِ انهيءَ ۾ ڪوبه نئون تجربو ڪونه ڪيو ويو آهي. هيءَ ڪهاڻي هڪ وڏي وقفي کان پوءِ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ ڀرپور نئون تجربو آهي.

مان هتي اها ڳالهه به ضرور لکندس ته ڪهاڻيءَ ۾ جدت يا نواڻ آڻڻ لاءِ هروڀرو انگريزيءَ جا ڏکيا لفظ آندا ويا آهن، جيڪي هڪ عام پڙهندڙ کي وڌيڪ منجهائن ٿا. اهي لفظ آهن پراسيس، باءِ پراڊڪٽ يا وري Substantionlize ـ ڪهاڻيءَ ۾ اردوءَ جا ڪجهه دقيق لفظ هجڻ ڪري انهيءَ جي خوبصورتيءَ کي گرهڻ لڳي آهي، جيئن جمِ غفير، محوِ ماتم، تيز رو ۽ مابعدُ التخليق ـ اهڙن لفظن کي ليکڪ استعمال نه ڪري ها ته بهتر هو. ڪٿي ڪٿي سنڌي لفظ به غلط ڪتب آيل

آهي، جيئن "ڳتل" اٿو (صحيح لفظ آهي "ڳوهيل" يا "ڳتل" اٿو). هُن ڪهاڻيءَ ۾ هڪ لفظ استعمال ٿيل آهي. "اڻ پاپ". هي پاپ جو ضد هئڻ جي صورت ۾ استعمال ڪيل آهي، پر اهو لفظ ليڪ طرفان نئون جوڙيل آهي، جيڪو گهٽ ۾ گهٽ مون اڳ ۾ ڪٿي نه پڙهيو آهي. اهو غالباً انگريزيءَ جي اسٽائيل کي adopt ڪندي ٺاهيو ويو آهي، جيئن انگريزيءَ ۾ Mercy جي ضد کي لکيو ويندو آهي No Mercy ـ

ڪجهه جملا پڙهي محسوس ٿئي ٿو ته اهي ڄڻ اردوءَ مان ترجمو ڪيا ويا هجن، جيئن "هوءَ سندس عشق جي گهراڻين ۾ حل ٿي وئي هئي. "سنڌيءَ ۾ "حل" ٿيڻ جو لفظ ائين مروج ناهي جيئن استعمال ڪيو ويو آهي.

ڪجهه جملا نامناسب ۽ اڻ ٺهڪندڙ آهن، جيئن "هن پنهنجي دل جي ٽڪري کي پاڻ کان ڇني ڌار ڪيو هو". هن جملي کي هيئن لکجي ها ته بهتر هو "هن ڄڻ پنهنجي دل جي ٽڪري کي پاڻ کان ڪپي يا ڪوري ڌار ڪيو هو." يا وري هڪ ٻيو غلط جملو: "سندس نه پاڻ تي وس ٿي هليو نه زندگيءَ جي ڪڙين حقيقتن تي". انهيءَ جملي ۾ "سندس" جي جڳهه تي لکڻ گهربو هو."هن جو."

سموري ڪهاڻيءَ ۾ هيروئن کي "هوءَ" ۽ هيرو کي "هو" يعني Third form ۾ لکيو ويو آهي، پر ڪٿي ڪٿي انهيءَ Third form جي Continuity کي ٽوڙي First form يعني "مان" ۾ لکيو ويو آهي، جيڪو ڪهاڻيءَ ۾ هڪ وڏو جهول پيدا ڪري ٿو. جيئن ڪهاڻيءَ جي "آخري منظر" ۾ Third form ۾ لکيو ويو آهي، "هو هڪ قبر کي چمي رهيو هو.... هو سڏڪن ۾ پئجي ٿو ويچي.... وغيره". انهيءَ Third form جي Continuity کي ختم ڪندي ڪهاڻيڪار اوچتو لکي ٿو "اڪثر ڪيس چوندو هومانس.... چيو هومانس... وغيره" جيڪو first form ۾ آهي.

اسان جا ڪافي ليکڪ تاريخ کان بي خبريءَ جي ڪري غلط حوالا ڏئي پنهنجي تاريخي اڻڄاڻائيءَ کي ظاهر ڪندا آهن. هن ڪهاڻيءَ ۾ به هڪ غلط تاريخي حوالو ڏنو ويو آهي، بلڪ انجيل مقدس جي هڪ ڪردار کي غلط رخ ۾ پيش ڪيو ويو آهي. ليکڪ ميگدلي جي مريم سان گڏ لفظ استعمال ڪيو آهي "پاپڻ"- جيڪو تاريخي طور تي غلط آهي ۽ انجيل مقدس جي روشنيءَ ۾ حقيقتن جي ابتڙ آهي. ليکڪ کي شايد مريم ميگدلي واري (ميگدلين) جي واقعي ۽ ڪردار بابت خبر ناهي. هوءَ "پاپڻ" نه هئي، پر حضرت عيسيٰ جي سچي پوئلڳ هئي. انجيل جي بنيادي چئن راوي ڪتابن يعني ميٿيو ليوڪ، مارڪ ۽ جان ۾ ڪٿي به ذڪر ناهي ته (مريم) ميري ميگدلين کي ڪا سزا ڏني وئي هئي، جيئن ڪهاڻيءَ ۾ ليکڪ اشارو ڪيو آهي. هتي ضروري آهي ته مان وضاحت لاءِ ميري (مريم) ميگدلين جو سمورو واقعو بيان ڪريان.

انجيل مقدس ۾ آهي تہ جڏهن حضرت عيسيٰ عہ کي گليلي مان گرفتار ڪري رومن سپاهي مٿس سخت تشدد ڪندا، رومن بادشاهہ جي ڪٺ پتلي يهودي عالمن جي عدالت ۾ بعد ۾ صليب تي چاڙهڻ لاءِ وٺي وڃي رهيا هئا تہ گليليءَ کان جيڪي بہ عورتون هن جي ڪڍ پئي آيون، انهن ۾ هڪ جو نالو مريم (ميري) هو. انجيل موجب "هڪ ميگدلي جي مريم ۽ ٻي مريم." انهن ٻنهي عورتن حضرت عيسيٰ عہ جي امڙ مريم سان گڏ حضرت عيسيٰ عہ کي صليب تي چڙهندي ڏٺو. حضرت عيسيٰ عہ کي صليب تان لاهڻ کانپوءِ هن جي لاش کي هڪ غار نما مقبريٰ ۾ رکيو ويو ۽ غار جو دروازو هڪ وڏي پٿر سان بند ڪيو ويو تہ انهن ٻنهي مريمن انهيءَ وقت بہ اهو مشاهدو ڪيو. ٻئي ڏينهن صبحَ جو جڏهن مريم ميگدلين حضرت عيسيٰ عہ جي لاش کي ڏسڻ لاءِ مقبري وٽ پهتي تہ هن ڏٺو تہ غار جي در وٽ رکيل پٿر کسڪيل هو. هن ڏٺو تہ اندر حضرت عيسيٰ عہ جو لاش ڪونہ هو ۽ صرف هن کي ڏنل ڪفن ۽ پٽيون اتي پيل هيون. هن جڏهن اهو لقاءُ ڏٺو تہ هن رڙيون ڪيون ۽ روئڻ شروع ڪيو. انهيءَ موقعي تي بہ فرشتا ظاهر ٿيا، جن هن کي ٻڌايو تہ حضرت عيسيٰ عہ مٿي کڄي چڪو آهي ۽ هو توهان کان اڳ گليلي پهچندو ۽ توهان کي مختلف روپن ۾ نظر ايندو. مريم ميگدلين خوفزده ٿي وئي ۽ هن اهو قصو ٻاهر وڃي پيٽر ۽ ٻين کي ٻڌايو. انجيل موجب، حضرت عيسيٰ عہ مختلف موقعن تي نظر ايندو رهيو جنهن ڪري هن کي "روح القدس" سڏيو وڃي ٿو. چوڻ جو مقصد اهو تہ مريم ميگدلين جو انجيل ۾ فقط ايترو ذڪر آهي، باقيٰ هن کي "پاپڻ" طور سزا ملڻ جو ڪو ذڪر ناهي.

بهرحال هن ڪهاڻيءَ ۾ ٿيل ڪجهہ غلطين کي ڇڏي، جيڪڏهن ڏٺو وڃي تہ هيءَ هڪ بهترين تجريدي ڪهاڻي آهي ۽ انهيءَ ۾ علامتن جي استعمال سان گڏ نون رجحانن کي ڀرپور نموني سان پيش ڪري ڪهاڻيءَ کي مؤثر نموني سان پڙهندڙن اڳيان پيش ڪيو ويو آهيٰ. اميد تہ هن ڪهاڻيءَ جو ليکڪ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ ٻيا بہ سٺا تجربا ڪري، سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ هڪ نئون رنگ ۽ ڍنگ آڻڻ جي ڪوشش ڪندو.

manzoorjokhio@yahoo.com





# "من موهن ڪرمڪر" جي ڏيئي جو ڏک

طارق عالم

ٽائيم اسڪوائر تي رات جو ٺيڪ ٻارهين وڳي بيئر، بلو ليبل، جاني واڪر، ٽڪيلا، شيمپئن، شي واز ريگل شرابن ۽ فرانسيسي پرفيومز ۾ ڳهريل ۽ ٽهڪيل "هيپي نيو ايئر" جا هزارين نعرا، مٿن هئٽن جي هاءِ اسڪريپر بلڊنگز سان ٽڪراڄي، گلابي مِنين ۾ گم ٿي ويا.

۽ سڄي رات آمريڪا جا سمورا شراب خانا، پيٽاڪن جي ٽهڪن سان ڇلڪندا رهيا.

مغرب جي پهاڙن تي برف باري ٿيندي رهي ۽ جهرڻا پارو ڄمائيندڙ هوائن ۾ وهندي وهندي ڄمي ويا. هرڻ، نيو جرسيءَ جي ٽُرڙ تي ويل جهنگلن ۾ سڪل پٽن جي طوفان ۾ چونڪڙيون پريندا رهيا، ۽ هن E=mc ايڪوئيشن جي موجد جو روح، پرنسٽن يونيورسٽيءَ جي قديم گلين ۾ مغرب جي روح ڪانداريندڙ روين تي، ندامت مان ڪنڌ نوائي پٽڪندو رهيو.

"ٻاونجاهه ستارن واري سرڪس" جي مالڪ، هن سال آخر تڪجي هن عرب شينهن کي، سندس ئي ملڪ جي ماٺهن ڏانهن عيدالاضحيٰ جي سوکڙيءَ طور موڪلي ڏنو.

هن ڪال ڪوٺڙيءَ مان هٽ وڏائي ايڪٽيهه ڊسمبر جي شام جي سياهيءَ ۾ يادگيرين جي ڪِلڪ ٻوڙي، پنهنجن گهر ڀاتين کي خط لکيا. بلڪل ائين، جيئن هو پنهنجي گهر جي اسٽڊي ٽيبل تي جُهڪي ڊائري ۾ خط لکندو هو.

هن خط لکي لفافن ۾ بند ڪيا، ڪاڏو ڪائي عبادت ڪئي ۽ سرد ديوار کي ٽيڪ لڳائي، تصور ئي تصور ۾ پنهنجي وطن جي خشڪ پهاڙن تي چنسالي ڪندو

رهيو. پنهنجي ڳوٺ جي باغ ۾ مالهيءَ کان اک بچائي ميوو پٽيندو رهيو. هن پنهنجي پيءُ کي زمين کيڙيندي ۽ ٻج ڇٽيندي ٻه ڏٺو. هن هڪ سکل وڻ تي ويٺل ڇپري جو نشانو وٺي پٿر اڇلايو ته ڇپرو ڇرڪ ڀري اڏامي ويو ۽ هو ڇپري جي اهڙيءَ ريت اوچتو ڇرڪ ڀري اڏامڻ تي ٿهڪ ڏئي، کِلي کِلي زمين تي ويهي رهيو.

هن اهو به ڏٺو ته سندس جيجل هن کي ڪيئن نه اسڪول لاءِ تيار ڪري رهي هئي. وهنجاري سهنجاري، نوان ڪپڙا پارائي، تيل ڦليل ڪري، ڪتابن جو ٿيلهو سندس حوالي ڪندي، ماءُ سندس پيشانيءَ تي شفقت منجهان چمي ڏني، ته هو ننڊڙيون ٻرانگهون ڀريندو گهر جي اڱڻ مان نڪري، ڳوٺ جي پيچرن ۾ غائب ٿيڻ لڳو. مختصر ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ سال جي آخري رات جو هن کي اهو سڀ سوچيندي، ڏاڍو لطف آيو.

"تون قاتل آهين...." هن ٻاڙيتو جج جو اُڏارو ورتل آواز ٻڌو. "ملڪ جو صدر بڻجندي ئي تو شڪ جي بنياد تي سوين سرڪاري عملدار مارائي ڇڏيا. تو پنهنجن ٻاڙيسري ملڪن تي حملا ڪيا ۽ قبضو ڄمايو. تنهنجا هٿ هزارين معصوم انسانن جي رت ۾ رڱيل آهن، ۽ تو گڏيل قومن جي ڪائونسل جي حڪمن کي مڃڻ کان انڪار ڪيو....!"

هو پنهنجي ڪال ڪوٺڙيءَ ۾ مٽس مڙهيل الزامن تي سوچيندي مرڪي پيو ته ڇڻ صدين جي تاريخ مرڪي ڏنو. هن سوچيو: "اقتدار جو بنياد ئي شڪ جي زمين تي رکيل هوندو آهي، ۽ مان جيڪڏهن قاتل آهيان ته مون کان وڏا قاتل منهنجيءَ ڌرتيءَ تي حملو ڪرڻ ۽ قبضو ڄمائڻ وارا آهن. مون کي پٿر اهو هٽي، جيڪو مون کان گهٽ گناهگار هجي". هو ڇپن ۾ پٽڪيو ۽ گهري ننڊ سمهي رهيو.

هن پاڻ کي اسڪول جي ميدان ۾ هڪ جيڏن سان ڏٺو. هو سڀ بيحد سهڻي پوپٽ کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. هنن مان جنهن به پوپٽ تي جهٽ ٿي هنيو ته پوپٽ هوا ۾ گوهي ڏئي نڪري ٿي ويو. ۽ انهيءَ راند ۾ هو مڙني کان اڳيان اڳيان هو. پوءِ هن ڏٺو ته پوپٽ پڪڙڻ جي جستجوءَ ۾ ڊوڙندي ڊوڙندي هن جا پير زمين، جي ڇڪ وڃائڻ لڳا، ۽ هو هوا ۾ پوپٽ سان گڏ اڏامڻ لڳو ۽ ٻئي ئي لمحي ۾ سندس وجود پوپٽ ۾ بدلجي ويو. هن جا سمورا دوست هوائن ۾ جهٽ هڻي هن کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا. ۽ انهيءَ ڪوشش ۾ هُو هڪ ڇوڪر جي جهپڙ ۾ اچي ويو.

هو سڀ پوپٽ پڪڙيندڙ دوست جي چوگرد جمع ٿي ويا ۽ واري سان پنهنجيءَ پنهنجيءَ چپٽيءَ ۾ هن کي پڪڙي، اٿلائي پٿلائي دلچسپيءَ سان ڏسڻ لڳا. ۽ انهيءَ ڏس ڏسان ۾ هو بي رنگ بڻجي ويو ۽ سندس سمورا رنگ هن جي دوستن جي آڱرين تي رهجي ويا. ۽ هَو سڀ هن کي وساري، پنهنجين پنهنجين آڱرين تي ڇُهٽيل رنگن جي سحر انگيزيءَ ۾ محو پنهنجي پنهنجي گهر ڏانهن وڃڻ لڳا.

هو خواب مان جاڳي پيو ۽ اڌ جاڳيل ذهن سان، هن کي پنهنجي ملڪ جي ميداني علائقي مان، رباب تي ڪنهن عربي نغمي جون ڪجهه مڌر سڻون ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳيون. ڪوئي ڳائي رهيو آهي:

اي صبح جي هوا
هوريان هوريان ڳُهل
۽ وڃي
منهنجي محبوب کي سلام چئج
اي صبح جي هوا.....

نغمي جو آواز ٻڌندي، هو ٻيهر گهري ننڊ سمهي پيو. فجر مهل هن کي ننڊ مان جاڳايو ويو. هو وهنجي سهنجي تيار ٿيڻ لڳو. تياري ڪندي هن کي محسوس ٿيو، هو هڪ دفعو ٻيهر ٻار بڻجي ويو آهي، ۽ هن جي ماءُ هن کي تيل ڦليل ڪري عيد جو لباس پارائي رهي آهي ۽ بد نظر کان بچائڻ لاءِ، سندس ڳلي ۾ ڪاري رنگ جو اسڪارف ٻڌي، هن کي ٻاهر وڃڻ جي اجازت ڏئي رهي آهي. هن وڪ کڻڻ کان اڳ پنهنجي پيشانيءَ تي ماءُ جي نرم گرم شفيق چميءَ جي آلاڻ محسوس ڪئي. اهڙو احساس ٿيندي هن پنهنجي سموري وجود ۾ هڪ لازوال سڪون محسوس ڪيو.

هو بي نقش چهرن جي گهيري ۾ پرڻه تي پير رکندو ڦاهي گهاٽ ڏانهن هلڻ لڳو. سندس هر ڪنيل وک ۾ هڪ عجب شانِ بي نيازي هئي.

هن جي اهڙي حشمت ڏسي، هن کي گهيري ۾ وٺي هلندڙن جا بي نقش چهرا رنگ متائڻ لڳا. هنن جي سيني ۾ سڄي رات لهرائيندڙ خوشي ڪافور بڻجي وئي، ۽ هنن پنهنجي اندر ۾ چڙ کي پرجندي محسوس ڪيو.

ڦاهي گهاٽ تي پهچي، انهن مان هڪ جڏهن هن جي چهري تي ڪارو نقاب چاڙهڻ چاهيو ته هن اهو چئي نقاب پائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ته: "مان موت کي بي نقاب ڏسڻ چاهيان ٿو." سندس اهڙي جواب کان پوءِ، بي نقش جلاد هراسجي پنهنجي هٽي ويا. هو سڀ هڪ اٺهتر سالن جي بهادر ۽ ضدي عرب آڏو بيوس هئا. ۽ آخر اهوئي نقاب سندس ڳلي ۾ اسڪارف بڻجي ويو. ۽ تنهن مٿان ڦاهيءَ جو ڦندو ٻـ. جڏهن هن جي چهري جي پرسڪون احساس ۾ بي چيني ۽ بزدليءَ جي ڪا لهر پيدا نه ڪري سگهيو ته هو اخلاق جون سموريون حدون اورانگهڻ لڳا. سمورين عرب روايتن کي ريتي، گهر مان هميشه لاءِ ويندڙ مهمان تي ٺٺون ڪرڻ لڳا. ۽ نئون سال هڪ گناهگار شخص تي رحمت جو ڪڪر بڻجي سندس سمورن گناهن کي ڌوئڻ لڳو. صوفين جي سرزمين تان، ماتمي لباس پهريل جهوني فقير، تارن کي ڇيڙي، دنبوري جي ڇاتيءَ تي زور سان هٿ جي ٻڪ وهائي، آلاپ ڏنو ته سڄي ڪائنات سراپجي وئي:

سو هِيءُ، سو هُو سو آجَلُ، سو الله،
سو پرين، سو پساهُه، سو ويري، سو واهَرُو.

جلاد تختہ دار کي ڇڪ ڏني، هٽائي ڇڏيو. بغداد جي ڪنهن ڳوٺ ۾ تسبيح سورينديءَ جهور پوڙهي عورت جي تسبيح ڇڄي پئي، ۽ مڻڪا ڪڙ ڪڙ جا آواز ڪندا، فرش تي ٽڙي پکڙي ويا.

پنڪين ۾ پيل، ٻاونجاهہ ستارن جي سرڪس جي مالڪ کي جاڳائي، پوڙهي شينهن جي موت جي خبر ٻڌائي وئي تہ هن کي نيستي وٺي وئي. شايد هو بيحد ٿڪجي ڇڪو هو ساٿو تي پيو هو. شايد هن گذريل سال شديد گهري دٻاءَ هيٺ گذاريا هئا، جو هاڻي هن کي گهري ننڊ کٽي وٺي هئي.

نئين سال ۾ عيدالاضحيٰ جو سج اوير جي گرپ مان رتورت جنم وٺي ٿو.

عيد نماز کان پوءِ سمورن مسلمان ملڪن ۾ ڪاسائي سراٽن تي تکا ٽيل ڪات ۽ اڏيون کڻي، شهرن جي گهٽين ۾ پهچي وڃن ٿا. حضرت ابراهيم عليہ السلام جي روايت تي هلندي، گلن تي ڇريون ڦيري، قربانيون ڪيون وڃن ٿيون. سمورا پاڙا رتورت ٿي وڃن ٿا. موبائيل تي رات کان نئين سال ۽ عيد جي مبارڪن وارن ايس ايم ايسن جي هڻ وٺ لڳي پئي آهي.

۽ انهن سيني ڳالهين کان پرپرو ڪلڪتي جي هڪ پاڙي ۾ 'من موهن ڪرمڪر' جي پندرنهن سالن جي سپاجهي ڏيءُ، ٽي ويءَ تي هڪ عرب مُلڪ جي اڳوڻي صدر جي ڦاهيءَ جا منظر ڏسڻ کان پوءِ، ذهني دٻاءَ جو شڪار ٿي چوندي رهي ٿي:"هنن هڪ محب وطن کي ڦاهيءَ چاڙهي ڇڏيو. مان اهو درد محسوس ڪرڻ چاهيان ٿي...." پر هن جي انهن لفظن جي درد ۽ سچائيءَ کي، هن جا گهر ڀاتي بہ محسوس نٿا ڪري سگهن. انهيءَ غم ۾ پڄرندي ڪامندي هن حساس هندو ٻارڙيءَ، ڇت واري پکي ۾ رسو ٻڌي پاڻ کي بہ ڦاهيءَ چاڙهي ڇڏيو.

۽ اُن روح روڙيندڙ خبر پڙهڻ کان پوءِ، مون تي اها ڳالهہ چٽي ٿي چڪي آهي تہ: درد نہ هندو ٿيندو آهي، نہ مسلمان، نہ سک، نہ عيسائي، درد جو ڪو بہ مذهب نہ ٿيندو آهي. درد جو تہ لڙڪ وانگر ڪو رنگ بہ نہ ٿيندو آهي. درد، دل ۾ جنم وٺندو آهي، اک مان ظاهر ٿيندو آهي، ۽ هوائن ۾ دفن ٿي، اسان جي رت ۾، آڪسيجن ٻڻجي ڊوڙڻ لڳندو آهي.

مان پنهنجي هن ڪهاڻيءَ جا سمورا لڙڪ، ڪلڪتي جي 'من موهن ڪرمڪر' جي ڏيءَ نالي ڪريان ٿو ۽ سمورا ڦُل 2007ع جي صبح کي ارپي ٿو ڇڏيان.

◎◎

کهاڻي



# ڪالُ

محمد صديق منگيو

ست ڳجهون، ڏرتيءَ کان گهڻو مٿي، آڪاس ۾ اڏامڻيون پئي. اهي نہ شيل تي چڙهيون هيون، نہ شڪار تي. ڳجهون شڪار نہ ڪنديون آهن. پنهنجي سياءُ ۾ وهنواري جيون ۾ ڳجهون، پراسرار بہ هونديون آهن. تہ ڳُجهڙيون بہ. شڪاري پکين جيترو ست ۾ ساهَس تہ رکن ٿيون، پر شڪار نہ ڪنديون آهن، نہ ئي ہٿي جو شڪار هونديون آهن. ڪنهن کي مٿيون قادر ماري يا ہيڻيون نادر، هنن جو پاڳو ٿهي نُڪيءَ ۾ هوندو آهي. مُئن جون مِتياڻيون آهن، ماس بہ مُئن جو ئي کائن. جيئرن سان تہ پوين ئي ڪانا آراڙ جهنگ هجي، رڻ پٽ يا روهيلو ميدان، ساسيءَ جو ساهہ اجا لُڪيءَ ۾ ئي هوندو آهي، تہ هي اڻ سڏيا مهمان ڪانگن لنوڻ کان بہ اڳ سيراندي اچي جهليندا اٿس. جڻ موت جو ملائڪ ويندي ويندي ڳن ۾ ڦوڪ ڏئي ويندو اٿن.

اُهي ڪيترن ڏهاڙن جي پرم پليري بک سانديءَ، ڳيپي جي ڳولا ۾ اباڻا پڌ ڇڏي نڪري پيون هيون. ڇا ڪن ها؟ پهاڙن جاوا پکي پهڻ کائي تہ پيٽ ڪونہ پرين ها؟ ويني تہ شينهن بہ بک مريو وڃن. پيلا، چرند پرند جي جيئاپي جو سِهو ئي نہ پناهگاهون بہ هوندا آهن. ڪاميابيءَ سان قتل ٿيندڙ پيلن سان جتي، ڏرتي، سُوءِ ورتل ڪنوار جيان ٻُسي.تي وئي هئي، اتي جهنگلي جيوت جا نسل بہ ناس ٿي ويا هئا. سُڃ واڪا پئي ڪيا. فطرت جي سينڌ جو سنڌور ئي اجڙي ويو/هو. پيلا ئي نہ رهيا، تہ...!

انساني وسندين کان گوشائتي، شانت پکين جي هيءَ لڇڙو ذات، بکن ۾ پاهہ ٿي، ماءُ جي هنج جهڙا پهاڙي بسيرا ڇڏي، گهڻو پري نڪري آئي هئي. اُهي پولار ۾ مٿانهين اڏام پري، سپر هائي وي مٿان پئي اڏامڻيون. چنڊ ڏسٽي ڪميٽيءَ وانگر دوربين جهڙيون اکيون ڌرتيءَ تي ڦيرائي ڏناڻون پئي، پر ڪين ڪنهن چنڊ جي ڳولا نہ

هئي. اهي تہ ڇرندڙ پرندڙ ساهوارن جي جهان ۾ مٿل ڊور لاءِ واجهائي رهيون هيون. پڪ هئن تہ ڇهڙن جي فطرت واري انساني سماج ۾ هوندن تہ حرام حلال ائين ڳڙڪائي ويندا آهن. جو اوڳرائي بہ ڪونہ ڏين. پر ڏٺي وائٺي مٿل ڊور نہ کائيندا آهن. ڊور ٽيپرَ کان چڙهيو تہ ڪانوَن ڪتن جو ڪاڄ ٿيندو آهي يا ڳجهن جو.

ياڪرن\۾ بکيل سپر هائي وي جا پٽي روڊ مخالف طرفن ۾ وهندڙ ٽريفڪ جا جاڙا واهہ پئي لڳا. چولين جهڙيون وشال گاڏيون ۽ چنچل لهرن جهڙيون ننڍيون گاڏيون پنهي روڊن سان جهومنديون ويون پئي.

ستن ڳجهن جي ولر ۾ پنج پکيءَ وهيءَ جون. هڪ جهور ڪراڙي ۽ هڪ نئين ننڍي هئي. وڏين ڳجهن جو تہ هيءَ جهان ڏٺل وائٺل ۽ اوتيل پوتيل هو پر ننڍيءَ ڳجهہ لاءِ هيءَ مانڊاڻ نہ رڳو نئون، پر بنهہ اوپرو بہ هيو. اڏامڪ ٿي هئي، تہ هن پاسي ڪڏهن آئي بہ تہ ڪانہ هئي. نانين، ماسين واتان قصا تہ گهڻا ٻڌا هئائين، پر ٻڌل ۽ ڏٺل شين ۾ ڪيڏي وٿي ٿئي ٿي؟ اکئين پئي ڏٺائين. خوشيءَ گاڏڙ حيرت مان اکيون ڦاڙي، ڊرتيءَ ڏانهن ڏٺائين پئي. نئين دنيا جي حيرتن، بک جو احساس بہ نپوڙي ڇڏيو هئس. وڏا ڪارخانا، اوچيون عمارتون، رُومڙ ڪندڙ ٽريفڪ، ماڻهن جا ميڙاڪا ۽ بيون رنگينيون. روهيلن پٽن ۾ اهڙا منظر ڪڏهن بہ ڪونہ ڏٺا هئائين. امڙ جي ڳالهائ تي چرڪيل اکيون ڪٽي ڏانهس ڏٺائين.

هن چيو پئيَ "بائي چيهہ چٽبو بيو...! چوٽون ڏينهن اٿئون لنگهڻ تي."

"ٻڙي، ڊوندِ جو بہ ڪالُ....؟ اهڙو ڏکيو جياپو تہ يا چمار ڪو نہ ڏٺوسين." هڪ ڳجهہ مچيءَ جي بيري جهڙي ڳچيءَ کي لمڪو ڏئي ڳالهايو.

ڪراڙي ڳجهہ جهُميل چمڙيءَ هيٺان پوريل اکيون کٽي پنهي ڏانهن ڏٺو ۽ ڏيرج سان وراڻيو."امان، ڪِيليءَ کي ڳڻ، هاٿيءَ کي مڻ، مائي، دل نہ لاهيو جنهن ساهہ ڏنو آهي، سو گراهہ بہ ڏيندو."

ننڍيءَ ڳجهہ سندن گفتگوءَ ۾ ڪابہ دلچسپي نہ پئي ورتي. هوءَ روايتي ڳالهين جي ورجاءَ تي ڪن ڏيڻ بدران اڻ ڏٺل نئين دنيا جا رنگ روپ ڏسڻ ۾ مگن هئي. هن ڪجهہ سوچي ڪراڙي ڳجهہ ڏانهن ڏسندي چيو."الا..! ناني، هيءَ مانڊاڻ تہ ڪيڏو نہ موهيندڙ ۽ رنگ بہ رنگي آهي!"

"ها، بچا، پر رڳو ڏسڻ جي حد تائين." ڪراڙي ڳجهہ ڏانهس ڏسڻ بنان وراڻيو.

"اهو ڪيئن....؟" سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ڳالهہ جي حيرت.

"امڙ هر رنگ ۾ سئو ڪريب آهن" نانيءَ فلسفين واري انداز ۾ ورندي ڏنيس.

"ڏسڻ ۾ تہ ائين نٿو لڳي." حيرت جو سادو اظهار.

"ها، تون نيڪ پئي چوين، پر هيءَ دنيا مونجهارن جو ڳُن ۽ رنگن جو دڪان آهي، امڙ...! هر ماڻهوءَ کي پنهنجا پنهنجا رنگ آهن هتي." هڪ ڳجهه ڪراڙيءَ جي ڳالهه کي ٽيڪو ڏيندي چيو.

"پاڻ وانگر، ڍونڍ ته ڪو نه ٿا کائين؟"

ٻاراڻي وهيءَ جي غير ارادي سوال جي چپندڙ معصوميت تي ڪراڙيءَ ڳجهه کان بي اختيار کل نڪري وئي. ننڍيءَ ڳجهه ڊپ گاڏڙ حيرت مان نانيءَ ڏانهن ڏٺو پئي، جنهن جي کِلَ ڇُڪي جي نڙ مان اُڻندڙ گڙ گڙ جهڙي کنگهه ۾ بدلجي وئي هئي. هن کنگهه جي هلڪي ٺونڪر ۾ ورائيو."ڍونڍ کائڻ وارن جو ته، هتي ڪاٿو ئي ڪونهي، پر...!"

"پر ڇا ناني...؟" ننڍي ڳجهه سوال جي نشاني بڻجي وئي هئي.

"هتي ڍونڍ کي مهذب نالا ۽ وڻندڙ حوالا ڏئي، پاڪ ۽ صاف ٿانوَن ۾ کائڻ جو رواج آهي." نانيءَ مامَر ۾ ڳالهايو.

ننڍيءَ ڳجهه جي حيرت گهٽجڻ بدران وڌندي پئي وئي. نانيءَ جون ڳالهيون سندس سمجهه ۽ شعور جي خاني ۾ سمائجڻ بدران مٿاڙ کان گذري پئي ويون. ڪيئي اجارا سوال، جواب لاءِ ذهن ۾ تڙپيس پئي، پر نانيءَ جي دڙڪن کان ماٺ ٿي وئي. هن ڇاتو ٿي ته نانيءَ کي گهڻي پڇ پڇ کان بُڇان هئي. ڪراڙي جا هئي، ميار به ڪهڙي هئس.

ڳجهون، سپرهائي وي جي وٽ سان اڏامنديون گهٽو اڳتي نڪري آيون هيون. ڳپل دير کان پوءِ ننڍي ڳجهه اندر جي اتاولائيءَ کي وڌيڪ روڪي نه سگهي. هن نانيءَ ڏانهن ڏٺو ۽ ڊڄندي ڊڄندي چيو."ناني ....!"

"او جيءُ امان....!" ناني سٺي موڊ ۾ هئي.

"ننڍي هوندي، تون آکاڻيون ٻڌائيندي هئينءَ ته هتي رڻ گجندا هئا، راڙا ٿيندا هئا ۽ ڳجهن کي ٿُوڻ جي تنگي هئي ئي ڪانه. اهي آکاڻين وارا رڻ ڪيڏانهن ويا؟" ننڍيءَ ڳجهه چيو.

"امان، راڙا ته اڄ به ٿين پيا، پر رڻن گجڻ ڇڏي ڏنو آهي." نانيءَ ورائيو.

"ان جو سبب...." ننڍيءَ ڳجهه جو سوال.

نانيءَ اونهون ساهه کڻي ڏانهس ڏٺو ۽ ڏکاري لهجي ۾ ورائيو. "مصلحت.... موقعي پرستي.... پاڻ پٽو ۽ وطن سان واڳنا جي ڪوت....!"

ماٺ ٿي وئي. ننڍيءَ ڳجهه حيرت مان ٽڪ ٻڌي نانيءَ ڏانهن ڏٺو پئي. ڪجهه ساعتن جي ماٺ کان پوءِ نانيءَ پاڻ ئي ڳالهايو."هاءِ هاءِ، امان....! ڌرتيءَ ڌڻين جي ڌرتيءَ سان ڇا ته واڳنا هئي. جڏهن وستيءَ وستيءَ تان سرڻن وڻن جون ڏُنون نفيلن جيان ٻُرڻ لڳنديون هيون، تڏهن ڪِلي ڪوڏنا ڪوپا آروڙجي اٿندا هئا: اپلئا، اڙينگ، اڙل وڇيرن تي ابڪارون ڏيندا، رُڪ وهنديءَ راند ۾ ڪاهي پوندا هئا....!"

ناني اوچتو ماٺ ٿي وئي. صدمي جهڙي ڏک کان، ڳلو ۾ اڪيون پرجي آيون هئس. سندس اونهين اکين ۾ صدين جو اتهاس اٿلي پيو هو. سوچ جي اونهيءَ ٿهيءَ ۾ پئجي وئي هئي.

"ناني، پوءِ....؟" ننڍيءَ ڳجهه جو تجسس وڌي ويو هو.

سوچن ۾ ٻوڙاريل نانيءَ اونهو ساهه کڻي وراڻيو.

"ها، جيجان پوءِ ڇا هو؟ آرڻ تپندو هو. رڻ ڳجندو ۽ راڙا ٿيندا هئا. ڌرتي ڏٻندي ۽ آسمان ڪنبندو هو. پوءِ جهونجهارن جون جهوليون جهمندي اينديون هيون ۽ اوپٽو ڪانئرن جا ڊونڊ رڻ ۾ ڪِنا ٿيندا هئا. رڻ ڳجهن سان رانئجي ويندو هو."

ننڍيءَ ڳجهه جي امڙ به وچ ۾ ڳالهايو."ها امان! ڳجهن کي ڪيڏارن جون پڇائون ڪرٽيون ڪونه ٿي پيون. انهن جو آرڻ ۾ ڳارو ۽ ڳوين ۾ پاڳو هو. ڳجهون ڪانئرن جا ڊونڊ نه ڪائيندڙيون هيون. ٿوڻ جي تنگي هُين ئي ڪانه."

ننڍيءَ ڳجهه کي هاڻي ڳالهه ڪجهه سمجهه ۾ آئي پئي. ڇاتيءَ جا ڪنبي تاڻجي اپا ٿي ويا هئس، پر جنهن ڳالهه اجا به کيس منجهايو پئي، ڳالهه جي ان ڳنڍ کي کولڻ لاءِ هن نانيءَ کي چيو."ناني....! اهي اپلئا، اڙبنگ ۽ ڪتڪ ۾ ڪاهي پوندڙ ڪوپا ڪيڏانهن ويا؟"

"سنڌي چئنلن جي ڊرامن ۾ ڪاهي پيا آهن." نانيءَ ٺهه پهه ورندي ڏني.

"سڀئي.....؟" حيرت جو اظهار.

"نه. انهن مان ڪجهه جانچ جونچ جي سرڪاري خدمت ۾ خرچ ٿي ويا آهن." نانيءَ جي لهجي ۾ پيڙا هئي.

"ڪي، ته بچيا هوندا.....؟" ننڍيءَ ڳجهه کان ڇرڻ رڙ نڪري وئي.

"ها، جيڪي بچيا، انهن مان ڪن ٿورڙن کي ڇڏي، سياسي پوتارن جي بنگلن ۾ پاڻي پيارڻ جو ثواب پيا ڪتين." نانيءَ وراڻيو.

ننڍي ڳجهه ماٺ ٿي وئي. پڇڻ لاءِ بچيو ئي ڇا هئس؟

صدمي جهڙن ڪڙن احساسن ۾ وڪوڙجي وئي هئي. ڪراڙي ڳجهه کي اوچتو ڪنهن مرٽينگ ڊور جا پسڻ پئي پيا. هن دوربين جهڙيون اکيون ڦرڙائي ڌرتيءَ ڏانهن ڏٺو ۽ ٻين سان مخاطب ٿيندي چيو."آئي، امان...! ڪنهن ڊور جا پسڻ پيا پون. اوسو پاسو چڱيءَ طرح جاچي ڏسو."

"ها، جيجان....پسڻ اسان کي به پون پيا." هڪ ڳجهه وراڻيو.

اوچتو هڪ ڳجهه جي تيز نگاهه ڌرتيءَ تي ڪنهن شئي تي پئي. خوشيءَ مان دانهن نڪري ويس،"واهه هيٺ ڏسو....!"

ڳجهن ڏرتيءَ ڏانهن چتائي ڏٺو. سپر هائي وي جي ڪناري سان، بہ رڍون هڪ ٻئي کان وٿيرڪيون، مرٽينگ حالت ۾ پيون هيون. اهي سٽيل مال جي ڇپ ۾ لٽڙ ۾ پوساڻجي، هلندڙ ٽرڪ مان ڪِري پيون هيون ۽ چڙهيون پئي هنياڻون. رڍن مٿان سرٽين بہ لامارا پئي ڏنا، تہ ڪانوَن بہ. وسندين مان چار پنج ڪتا بہ رڍن ڏانهن وڌيا پئي. ڳجهن جا بک کان ڪوماڻيل چهرا ٻهڪڻ لڳا هئا. اکين ۾ بک ۾ خوشيءَ گاڏڙ چمڪ تري آئي هئن.

ڳجهن آڪاس مان ڏرتيءَ ڏانهن گهُٽ هنئي ۽ ڏرتيءَ تي پير رکڻ سان ئي، پر تيڙي ائين پئي ڊوڙيون، ڄڻ هوائي جهاز هئا، جيڪي لينڊنگ کان پوءِ رن وي تي ڊوڙيا پئي. اهي مرٽينگ رڍن کان ڪجهہ وکون پوئتي، رڍن جي ساهہ ڇڏڻ جو انتظار ڪرڻ لڳيون.

رڍن جي تڙپندڙ جسمن مان ساهہ جي تند ٽٽي، تہ بہ چار ساٽيون چڙهيون هٽي ساڪت ٿي ويون. اڳي پوءِ اهو ئي مقدر تہ هئن. ڳجهن جو ڪاج نہ ٻڌجن ها، تہ شهري ماس خورن جو ڪاج ٿيڻ کان ڪين ڪير بچائي ها؟ ڳجهون، رڍن کي ويجهيون ٿيون تہ ڪتن جا گيرٽ بہ تيز ٿيندا پئي ويا. ڊوڙيو تي ڪتن جي تون ڇا تون ڇا ڳجهن لاءِ ڪا نئين ڳالهہ بہ تہ ڪانہ هئي، پر نئين ڳالهہ جيڪا ٿي پئي، ان ڳجهن ۽ ڪتن ۾ تاهہ وجهي ڪين رڍن کان پري هٽڻ تي مجبور ڪري وڌو هو. وايون ٻتال ٿي ويون هئن.

مسافر بس، جيڪا هزارين ميلن جي ڊُوڙ ڊوئي، ڪراچي ڇنبڻ پئي وئي، ڇتي بريڪ سان رڍن پرسان اچي بيٺي. بس مان چار ڄڻا هيٺ لٿا. مٿن تي وڏا پڳڙ وڏيون ڏاڙهيون، ويڪرا ڪپڙا، اوپرا اوپرا ماڻهو. . .! اهي ڳجهن ۽ ڪتن کي پٿر هٽي ڊوڙائي رهيا هئا...!





# لکڻ سان غلاميءَ جون سنگهرون ٽُٽنديون محسوس ٿو ڪريان

جاميَ چانڊيو

هونئن مون ڪڏهن شعوري طور ان سوال تي سوچيو ۽ ان ڪي پروڙيو ناهي ته ماڻ آخر لکان ڇو ٿو؟ جڏهن ته زندگيءَ ۾ ڪرڻ لاءِ ٻيا به انيڪ حسين، ڪارائتا ۽ لطيف ڪم آهن. پر جي پنهنجي زندگيءَ تي گهري نظر وجهان ٿو ته اها حقيقت چٽيءَ طرح اڀري اچي ٿي ته مون زندگيءَ جو وڏو حصو گهڻي ڀاڱي رڳو پڙهيو ۽ لکيو ئي آهي ۽ شايد اها ئي منهنجي زندگيءَ جي وڏي ۾ وڏي انسپائريشن يا حاصلات آهي.

منهنجي زندگيءَ جي پهرين لکڻي هڪ گيت هو جيڪو مون 1978ع ۾ لکيو. جڏهن ماڻ اڃا نون سالن جو هئس. اهو گيت شهيد ڀٽي تي لکيو هيم. ماڻ ٻاروتڻ ۾ ئي تخليقي ادب تمام گهڻو پڙهندو هئس ۽ لکندو به شاعري ۽ ڪهاڻيون هئس. ان جو هڪ خاص سبب هو اسان جي گهر جو سڄو ماحول ادبي ۽ علمي هو. مون کي ياد ناهي ته اسان جي گهر ۾ ڪڏهن به ادب، علم ۽ سياست کان سواءِ ڪن رسمي موضوعن تي ڪي ڪچهريون ٿينديون هجن. بابا پاڻ به هڪ وڏو اسڪالر، سنڌيءَ ۽ فارسيءَ جو اديب، شاعر ۽ نقاد هو. منهنجو قلمي نالو جامي به ان نسبت سان رکيائين، جو چوندو هو ته منهنجو مزاج فارسيءَ جي وڏي شاعر مولانا جاميءَ سان گهڻو ملي ٿو. لطيف، غالب، حافظ، خيام، رومي، سعدي، عرفي ۽ اقبال ڄڻ ته اسان جي گهر جا ڀاتي هئا. جن جو ذڪر بابا اتندي ويهندي ڪندو هو ۽ اسان کي آڪاڻيون به گهڻي ڀاڱي انهن جون ئي ٻڌائيندو هو. مون جنهن گهر ۾ اک پٽي، ان ۾ دنيا جي سڀ کان قيمتي شيءِ علم، ڪتاب، ادب ۽ شاعري هئا. بابا فلسفي جو به وڏو ڄاڻو هو ۽ فلسفي، علم ۽ ادب سان گڏيل محبت شايد مون کي هن کان ورثي ۾ ملي.

ماڻ پاڻ کي هميشه ڀاڳوارو سمجهندو آهيان ته منهنجو جنم هڪ اهڙي روشن خيال، ترقي پسند، علم دوست ۽ ادبي گهراڻي ۾ ٿيو ۽ تهائين ڀاڳ وري اهو جو

سمورن پاڻرن ۽ پيئرن مان علم، ادب ۽ فلسفي سان محبت جي اها روايت منهنجي حصي ۾ آئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو مون ننڍپڻ کان ئي هڪ طرف ادب، شاعري، افسانا، ناول ۽ علمي ڪتاب پڙهڻ شروع ڪيا ته ٻئي طرف پاڻ به شاعري ۽ ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيون، جن مان ڪيتريون ئي ٻاروتڻ ۾ ئي شايع ٿيون. منهنجو هڪ نظم 1979ع ۾ ادي زبيده ميتلو پنهنجي رسالي "مارئي" ۾ شايع ڪيو جيڪو ٻارن ۾ گهڻو مشهور ٿيو.

سڄي حياتي لکڻ ۽ پڙهڻ باوجود مون ڪڏهن به ان سوال تي ويهي ويچاريو ناهي ته آخر مان لکان ڇو ٿو؟ شايد ان ڪري جو ماڻهو عام طرح ڪونه سوچيندو آهي ته هو ساهه ڇو ٿو کڻي؟ کائي ۽ پيئي ڇو ٿو يا خواب ڇو ٿو ڏسي ۽ انهن جي تعبير لاءِ ڇو ٿو ڊوڙي ۽ جتن ڪري؟ مون لاءِ لکڻ ۽ پڙهڻ به ائين ئي آهي جيئن ماڻهو بي ساخته ساهه کڻي ٿو. اهڙي سوال جي موٽ ۾ عام طرح ٻن قسمن جا جواب ڏنا ويندا آهن. هڪڙا چوندا آهن ته اسين لکون پاڻ لاءِ ٿا ۽ ٻيا چوندا آهِن ته اسين لکون سماج لاءِ ٿا. مان ان قسم جو ليکڪ آهيان، جنهن جي لکڻيءَ جا محرڪ اهي ٻئي آهن. حقيقت اها آهي ته ڪنهن به تخليقي ۽ ذميوار ليکڪ جي زندگيءَ مان انهن ٻنهي محرڪن کي حتمي طور ڌار نٿو ڪري سگهجي. ماڻهو سوچي ٿو محسوس ڪري ٿو پوڙهي ٿو خوشي ۽ رنج ٿئي ٿو تصور ڪري ٿو پُور پچائي ٿو تخيل جي دنيا ۾ اڏام ڪري ٿو ۽ پوءِ انهن وارتائن جي اظهار لاءِ ڪنهن نه ڪنهن فارم ۾ لکي ٿو- ۽ ساڳئي وقت جيئن ته هو سماج ۾ رهي ٿو ان ڪري هو ان لاءِ به لکي ٿو ۽ حقيقت ۾ انهن ٻنهي محرڪن کي حتمي طور ڌار ڪرڻ ڏاڍي سطحي ڳالهه ٿيندي. ڇاڪاڻ ته ماڻهوءَ جي ذات کي هن جي سماج کان ڌار نٿو ڪري، سگهجي. ان ڪري مان پنهنجي باري ۾ به اهو نٿو چئي سگهان ته مان رڳو پنهنجيءَ ذات جي محسوساتن ۽ تفڪر لاءِ لکان ٿو يا رڳو سماج لاءِ لکان ٿو. ايمانداريءَ جي ڳالهه اها آهي ته مان پنهنجي لاءِ لکان ٿو باقي اهو ضرور آهي ته ٻنهي صورتن ۾ مون هميشه اها ڪوشش ڪئي آهي ته مان جيڪو به لکان، اهو سچ لکان ۽ اهو پنهنجي پوري احساساتي ۽ فڪري ذميواريءَ ۽ ايمانداريءَ سان لکان.

حقيقت اها آهي ته رڳو لکڻ جي ڪابه اهميت نه آهي، پر اصل سوال اهو آهي ته ماڻهو ڇا سوچي، محسوس ڪري، پروڙي ۽ پرکي ٿو ۽ پوءِ ان جي اظهار لاءِ لکي ٿو. ادب، فن ۽ علم جي دنيا ۾ اهو سوال بنهه ثانوي آهي ته ان جو فارم ڇا آهي؟ اصل ڳالهه خيال، تصور، احساس ۽ تخيل جي ڳَر، سطح، گهرائي ۽ ڪارج جي آهي ۽ فارم جي اهميت به ان نسبت سان آهي. ان ڪري هڪ ليکڪ جي حيثيت ۾ مون ڪڏهن به رڳو اجايو لکڻ کي اهم نه سمجهيو آهي، پر جڏهن لکڻ جا داخلي توڙي خارجي محرڪ گهرا، وسيع، حساس ۽ زندگيءَ جي سچائين سان وابسته آهن ۽ ساڳئي وقت

لکندڙ کي ذات، ڏانءَ ۽ تخليقي سگهه به آهي، ته پوءِ منهنجيءَ نظر ۾ لکڻ دنيا جي عظيم ترين ڪمن مان هڪ آهي. جيئن استاد سيکارڻ سان وڏيڪ سکندو آهي، تيئن هڪ ليکڪ به لکڻ سان وڏيڪ سکندو آهي. هن تي پنهنجن بي پناهه تخليقي، تصوراتي، احساساتي ۽ تخيلاتي سگهه جا راز کلندا آهن ۽ هن کي پنهنجي هستيءَ جا اسرار سمجهه ۾ اچڻ لڳندا آهن. لکڻ دوران ماڻهو پنهنجي داخلي سفر جون اڪيچار منزلون طئه ڪري ٿو ۽ اهو احساس، مسلسل سفر ۽ جستجو هن کي پنهنجي ماحول ۽ سماج جي موجود ۽ محدود حقيقتن کان گهڻو ڏور وٺي وڃن ٿا.

ڪائنات ۽ فطرت اپار آهن ۽ سماج جي حد وسيع ۽ گوناگون آهي، جنهن ۾ ماڻهو پاڻ کي گم ٿي ويل محسوس ڪري ٿو، پر جڏهن مان لکان ٿو ته مون کي پنهنجي وجود جو احساس ٿئي ٿو ۽ ماڻهو پنهنجي اندر جي به اپار ڪائنات کي دريافت ڪرڻ لڳي ٿو ۽ ڪجهه وجداني گهڙين ۾ ته ماڻهو پاڻ کي ۽ پنهنجي اندر جي ڪائنات کي خارجي ڪائنات کان به وسيع، متحرڪ ۽ زندهه توڙي سگهارو محسوس ڪري ٿو. ان ڪري هڪ لحاظ کان لکڻ منهنجي لاءِ رڳو سماج کي تبديل ڪرڻ ۽ زندگيءَ ۾ تصورن، احساسن ۽ تخيل جا نوان تخليقي رنگ پرڻ جو ئي نه پر ”خود شناسيءَ“ جو به وڏو ذريعو آهي.

▪ ماڻهو بظاهر سماج، فطرت ۽ ڪائنات آڏو ڏاڍ ۽ ڪمزور، هيڻو ۽ محتاج آهي، پر جڏهن مان لکان ٿو ته ان سان مون کي جيڪا ذهني، روحاني، فڪري ۽ سماجي سگهه ملي ٿي، ان جو شايد پوريءَ طرح اظهار به ڪري نٿو ڪري سگهجي. لکڻ جو تخيلقي ۽ فڪري عمل مون کي بي پناهه سگهارو ڪري ٿو ۽ نتيجي ۾ هن گوناگون جهان ۾ مان پنهنجو ڪارج ڳولهي لهان ٿو. هي اها روحاني، فڪري، ذهني ۽ سماجي سگهه آهي، جنهن کي رسمي طرح نه ته ماپي سگهجي ٿو ۽ نه ئي ان جو نماءُ ڪري ٿو سگهجي، پر اتي اندر جي اونهاين ۾ داخلي طور ۽ سماج ۾ ان جي وسيع ڪارج کي غير روايتي طور محسوس ڪري ٿو سگهجي.

▪ دنيا هيتري ساري گهڻ طرفي ترقيءَ باوجود اڃا تائين مڪمل طور آزاد نه ٿي سگهي آهي ۽ انسان ذات جي قطعي گهڻائي ڪنهن نه ڪنهن طرح معاشي، سياسي، سماجي، ثقافتي، فڪري، ذهني ۽ احساساتي طور غلام آهي. مان جڏهن لکان ٿو ته مون کي پنهنجي وجود جي آزاديءَ جو احساس ٿئي ٿو. پنهنجي قلم آڏو غلاميءَ جون انيڪ سنگهرون ٽٽندي نظر اچن ٿيون ۽ مان خارجي غلاميءَ جي باوجود داخلي طور پاڻ کي هڪ مڪمل آزاد فرد محسوس ڪريان ٿو ۽ هڪ ليکڪ کي قلم جي پاڪ مان ان کان وڏيڪ ٻيو ڇا ٿو ملي سگهي؟ جيڪا آزادي بادشاهن، شهنشاهن ۽

سمورن حاڪمُ فردن ۽ طبقن کي ميسر ناهي، اها هڪ سچي قلمڪار کي نصيب ٿئي ٿي، ان ڪري مون هميشه پنهنجي سوچ ۽ قلم کي پنهنجي ڀاڳ جي علامت پئي سمجهيو آهي.

▪ هڪ فرد ڪٿي ڪيترو به چاهي ۽ ڪوشش ڪري، پر پوءِ به اهو ٻين گهٽن ماڻهن جي سڌيءَ ريت مالي يا مادي مدد نٿو ڪري سگهي. جيڪڏهن ڪندو ته به ان جو دائرو محدود ٿي ويندو، پر مان جڏهن لکان ٿو ته ان جا ذهني، فڪري، احساساتي ۽ تخيلاتي اثر اڪيچار ماڻهن جي زندگين تي محسوس ڪري سگهان ٿو بلڪل ايئن جيئن مان پاڻ ٻين انيڪ ليکڪن جا گهڻ طرفا اثر پنهنجي زندگيءَ ۾ محسوس ڪندو آهيان. ان ڪري مون هميشه علم، ادب ۽ فن کي ماڻهن جي زندگين ۾ تبديليءَ جو وڏو ذريعو پئي سمجهيو آهي، جيڪا شيءِ انسان جي سوچ ۽ احساسن تي اثر وجهي ٿي، اُها لازمي طور ان جي عمل تي به اثر انداز ٿيندي ۽ ان ڪري ٿي مون قلم کي ڪڏهن به رڳو نِلهي تفريح جو نه پر انسان جي تبديليءَ جو وڏو ذريعو پئي سمجهيو آهي.

▪ ماڻهو هر لحاظ کان اڻ پورو آهي. ماڻهوءَ جو وقت، حَياتي، محبت، خوشيون، حسرتون، خواهشون، خواب، انهن جي تعبير، جستجو سوچ، احساست ۽ عمل پس و پيش اڻ پورا ٿي رهجي ويندا آهن ۽ انسان جي هيءَ سچي ذهني، احساساتي ۽ عملي رَتَ ولوڙ دراصل ان پورڻتا کي ماڻڻ لاءِ ٿي هجي ٿي، پر پوءِ به ماڻهو اڻ پورو ٿي رهجي ٿو وڃي. مان جڏهن لکان ٿو ته پنهنجي اندر پورڻتا جي بي ساخته احساس جي منزل ماڻيان ٿو. مان پنهنجي وجود جي تڪميل جو متحرڪ احساس اندر جي اونهاين ۾ محسوس ڪريان ٿو. گهٽ ۾ گهٽ ان تخليقي عمل دوران پورڻتا جي ان احساس جو معراج ماڻيان ٿو. هيءَ اها پورڻتا آهي، جيڪا ماڻهو دنيا کي ڏيکاري نٿو سگهي ۽ ان جي ڪا گهرج به نه هوندي آهي، پر اها ماڻهو پنهنجي اندر ۾ محسوس ڪري سگهي ٿو.

▪ انسان هڪ سماجي جانور آهي، جيڪو گهٽي پاڻي ڏئي نه پر وٺي يا حاصل ڪري خوش ٿئي ٿو. ماڻهوءَ جي حياتيءَ ۾ هن جي معاشي ۽ سماجي سرگرمين جو جائزو وٺجي ته هو ڏينهن رات وٺڻ ۽ حاصل ڪرڻ جي دائري جو غلام آهي. مان جڏهن لکان ٿو ته ان غلاميءَ مان نجات حاصل ڪري ڪجهه ڏئي، آڇي، ونڊي ۽ ورڇي اها خوشي ماڻيان ٿو جيڪا وٺڻ سان نه ملندي آهي. اهو احساس ليکڪ کان سواءِ ڪو انقلابي يا ڪا ماءُ ئي محسوس ڪري سگهي ٿي ته رڳو وٺڻ سان نه پر ڏيڻ سان به انسان خوشيءَ جا خزانا حاصل ڪري سگهي ٿو. ان ڪري منهنجو قلم مون کي هڪ سماجي حيوان مان تبديل ڪري هڪ نِيار ماڻهو بنائي ٿو ۽ هر تخليقي، سچو ۽ ذميوار ليکڪ پنهنجي اندر ۾ اُهي ڪجهه ڏيڻ جون لطافتون محسوس ڪري ٿو.

▪ هونئن تہ انسان جا انيڪ الميا آهن، پر انهن مان هڪ هيءَ آهي تہ ماڻهو عام طور پنهنجي وجود، خيال، احساس، خواهشن، وقت يا سگهہ جو ڪو ڪارج ڳولهي نہ سگهندو آهي. مان جڏهن لکان ٿو تہ پنهنجي وجود، خيال، فڪر، احساس ۽ عمل جو ڪو سَڦلُ ڪارج ڳولهي لهان ٿو ۽ هڪ روايتي ۽ اڪارج حياتي هڪ عظيم ڪارج جو معراج ماڻي ٿي. ان ڪري مون هميشہ پنهنجي قلم کي پنهنجو محسن پئي ڄاتو آهي ۽ ان ڪري مان ان جو بيحد احترام ڪندو آهيان.

▪ 'مان لکان ڇو ٿو؟' ان سوال جي اُپٽار ۾ سوين صفحا لکي سگهجن ٿا، پر جي مان اُن کي هڪ سٽ ۾ قلمبند ڪريان تہ مان لکان ٿو ڇاڪاڻ تہ اُها منهنجي زندگي آهي، اُها منهنجي آزادي، روحاني خوشي، ذهني سگهہ جو تخليقي ڪارج آهي.

**مان لکان ڇو ٿو؟**

اهو سوال ڏاڍو سادو پر عجيب آهي تہ،
مان لکان ڇو ٿو؟
تو ڪڏهن مورَ کان پڇيو آهي تہ،
هو ٿهوڪي ڇو ٿو؟
هيرَ کان پُڇي ڏس تہ،
اُها ڳهلي ڇو ٿي؟
ڪڏهن برسات کان پُڇُ تہ،
اُها وَسي ڇو ٿي؟
سمنڊ کان بہ تہ پُڇجي تہ،
هو گجي ڇو ٿو؟
پکين کان پُڇجي تہ،
هُو روز پرهہ ڦُٽيءَ جو،
لاتيون ڇو لنوندا آهن؟
بهارن کان ڇو نہ پُڇجي تہ،
انهن ۾ هُٻڪارون ڇو آهن؟
يا گُلن کان پُڇجي تہ اُهي،
بي رنگ ماحول کي ايترا معطر رَنگ ڇو ٿا آڇين؟
تو ڪڏهن چنڊ کان پڇيو آهي تہ،
اُهو رات جي اونداهيءَ ۾ چمڪي ڇو ٿو؟
يا تارن کان ڪنهن پڇيو آهي تہ،

اُهي ازل کان سچي رات ٽِمڪن چو ٿا؟
مسافرن ڪڏهن وٽن کان پڇيو آهي تہ،
انهن ۾ ڇانوَ ڇو آهي؟
۽ ها!
پلا! ماڪيءَ جي ڦڪِ کان،
ڪڏهن ڪنهن،
پڇيو آهي تہ
اُها انيڪ گُلنَ جي رَسُ جي چَسُ،
ماڪيءَ ۾ ڪيئن ۽ ڇو ٿي اوتي؟
ان ڪري مون ڪڏهن بہ،
انْ سوال تي،
سوچيو ئي ناهي تہ۔
۔ مان لڪان ڇو ٿو؟



منهنجيءَ نظر ۾ دانشوريت جو وڏي ۾ وڏو مثال نقاد آهن. هو پهرين تہ نظريو گهڙيندا آهن تہ ليکڪ کي ڇا لکڻ کپي. تنهن کان پوءِ پنهنجي ٺاهيل ماڊل ۾ ليکڪ کي فِٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ ليکڪ کي قُسي زوريءَ خاني ۾ وجهندا آهن. تو پڇيو آهي، تڏهن آئون سندن ذڪر پيو ڪريان. هوئئن سالن کان وٺي نہ منهنجي نقادن ۾ ڪا دلچسپي ئي آهي ۽ ئي ڪين پڙهندو آهيان. نقاد هرويرو پنهنجو پاڻ کي پتڪو ٻڌائي، ليکڪ ۽ پڙهندڙ جي وچ ۾ ڇڳا مڙس ٿي ويهندا آهن. پرائي مال تي، ٽوپي نراڙ تي هوندي اٿن.
گارشيا مارڪيز

ٽريبوٽ



## لعل پشپ جي جدائي

هند ۾ سنڌي ادب جو هڪ اهم ٿنڀ لعل پشپ به ڍهي پيو. لعل پگواڻداس ريجهواڻي ٻهرين جنوري 1935 ڌاري اتر سنڌ جي وڏي شهر لاڙڪاڻي ۾ جنم ورتو هو ۽ تازو ئي 29 مارچ 2009ع تي هند جي وڏي شهر ممبئيءَ ۾ لاڏاڻو ڪري ويو. ڪير آهي جيڪو سنڌي جديد افسانوي ادب جي ٿوري گهڻي به شناس رکندو هجي ۽ لعل پشپ کان ناواقف هجي. لعل پشپ نه فقط هند جي سنڌي ادب ۾ جدت جو علمبردار هو پر سنڌ جي جديد ليکڪن کي به سڀ کان وڌيڪ هن ئي متاثر ڪيو هو جنهن سبب سنڌ ۾ جديديت جي لاڙي کي بنياد به فراهم ٿيا ته ڪافي سگهه به ملي. هو پنهنجي طبيعت وانگر لکڻ ۾ به ٽڙ ٽانءِ نه رهيو. ٽائيڪو ٽيڻ هن جي مزاج جي برخلاف هو ان ڪري هن افسانه ناول، تنقيد، آتم ڪٿا (اها به گهڻ هيئتي جهڙوڪ جيوني-ناول-تاريخ)، نوٽبڪ، ڪوتا-ڪهاڻيءَ جو گڏيل سنگرهه، تاريخ، توڙي ترجمن سان به پاند اٽڪايو. پر بنيادي طور تي هو هڪ وڏو فڪشن رائيٽر هو ۽ فڪشن ئي هن جي اصل جاءِ هو. هن جا ناول "هن جي آتم جو موت" (1973)، "هڪ سرد ديوار" (1969)، "اها ديوار آسمان تائين" (1981)، "ڪجهه نه ٿيڻ جو حادثو" (1982) وغيره جديد سنڌي افسانوي ادب لاءِ سنگ ميل جي حيثيت رکن ٿا. لعل پشپ جي لکڻ ۾ جيڪا گهري چوٽ ۽ سٽ ۾ جيڪا غير رواجي ڳوڙهائي آهي سا سنڌيءَ جي افسانه نگارن مان ورلي ڪنهن کي نصيب آهي. هن جا ناول پنهنجي موضوعن ۽ ڪردارن ۾ ئي نه ٽيڪنڪ ۾ به هڪ نئين ڏسا جو انڪشاف ڪن ٿا. لعل جي ٻين ناولن ۾ "آتم مريادا" (ڪويتا پشپ سان گڏ لکيل-1962)، "تڏهن ۽ هاڻي" (1975) ۽ "هڪ وڻشيا ليکڪا" (2004) شامل آهن جن مان ٽي ناول "هڪ سرد ديوار ۽ ٻيا ناول" جي عنوان سان روشني پبليڪيشن پاران تازو ئي سنڌ ۾ به ڇپيا آهن. هن جي ڪتابن جو هڪ وڏو تعداد ڇپيل آهي جن ۾ "تورو" ۽ "سيٽ نائون مل سنڌ جو غدار؟" تي ڪافي تڪراري بحث پڻ ٿيو. هن جو ڪتاب "گڏيل تنقيد" سنڌي تنقيدي ادب ۾ اهم جاءِ والاري ٿو. — اسحاق سميجو



# مون کي سُمهڻ ڏيو

شوڪت حسين شورو

علي بابا، عبدالقادر جوڻيجو، ماڻڪ، عبدالحق عالماڻي ۽ آئون، بعد ۾ مشتاق احمد شورو ۽ مدد علي سنڌي جڏهن ادب ۾ داخل ٿياسين ته قمر شهباز آغا سليم، نسيم کرل، امر جليل، حميد سنڌي، طارق اشرف ۽ غلام نبي مغل اسان کان سينئر ڪهاڻيڪار هئا. فطري طور اسان جي نئين ٿهي ۽ اسان کان اڳ واري ٿهيءَ جي وچ ۾ هڪ وٿي موجود هئي. اسين هنن جي ويجهو وڃي نه سگهيا هئاسين. وري جڏهن قمر شهباز استاد مان ڦري هڪ بيورو ڪريٽ بنجي ويو ته اها دوري وڌي وئي. اسان جي ٿهي جيڪا پاڻ کي Iconoclast سمجهندي هئي، ان کي ڪامورن ليڪن کان خدا ڪارڻ جي چڙ هئي. ان جو سبب اهو هو جو اسين بيروزگار هئاسين يا وڌ ۾ وڌ ڪلارڪ يا ماستر هئاسين ۽ پيرين پنڌ فوٽ پاٿن تي رلندا هئاسين. قمر شهباز سان ڪڏهن ڪنهن ڪانفرنس ۾ ملاقات ٿيندي هئي ته ڳالهه ٻولهه رڳو هٿ ملائڻ تائين محدود هوندي هئي. تڏهن هن جو ڳالهائڻ، هن جو انداز اسان کي ڊرامائي لڳندو هو. اٽين سال گذري ويا. قمر شهباز نوڪريءَ مان رٽائر به ٿي ويو. اسان جي وچ ۾ اهو دوريءَ وارو سلسلو پوءِ به قائم رهيو.

2004 جي شروعات ۾ هڪ ڏينهن سنڌالاجيءَ ۾ قمر شهباز جو فون آيو. هن ٻڌايو ته دهليءَ ۾ سنڌي اڪيڊميءَ طرفان امن بابت هڪ ادبي سيمينار ڪوٺايو پيو وڃي، جنهن ۾ سنڌ جا ڪجهه ليکڪ پڻ شريڪ ٿيندا. هن وڌيڪ ٻڌايو ته اتان جيڪا لسٽ آئي آهي ان ۾ تنهنجو نالو به شامل آهي. قمر شهباز کي سنڌ مان ويندڙ وفد جو اڳواڻ بنايو ويو هو ان ڪري هن سيني کي اطلاع ڏئي تيار ٿيڻ لاءِ چيو. جن ليکڪن کي دعوت ملي هئي تن جا ويزا جا فارم پرائڻ، اسلام آباد ۾ انڊيا جي سفارت خاني کي موڪلڻ، دهليءَ جي لاءِ ٽڪيٽون بڪ ڪرائڻ جا سمورا ڪم قمر

شهباز ڪيا. وفد ۾ شامل ليکڪن ڪي هن هڪ ڀيرا ڪراچيءَ ۾ پنهنجي گهر تي به سڏايو. انهن ملاقاتن ۾ هن سان ٿورڙي ويجهڙائپ ٿي.

ڪراچيءَ کان دهليءَ جي هوائي سفر توڙي دهلي (آگري سميت) ۾ 10 ڏينهن جي رهائش دوران قمر شهباز سان صحيح نموني ويجهڙائپ جو موقعو مليو. مون ڏٺو ته هو هڪ انتهائي زنده دل، خوش مزاج ۽ باغ بهار شخصيت هو. وفد ۾ اسين ڇهه ست ڄڻا هئاسين. قمر شهباز سيني جو خيال پئي رکيو. انهن سمورن ڏينهن ۾ ڪا رات اهڙي نه هئي جو اسان جي ڪچهري نه متي هجي. اتي جي ليکڪن مان لڇمڻ ڪومل ۽ هيرو ٺڪر اسان سان اڪثر گڏ هوندا هئا. محفل کي مچائڻ وارو قمر شهباز هوندو هو. هن جون مزيدار ڳالهيون، خاص طور سنڌي ليکڪن جا قصا، چرچا ۽ سندس وڏا وڏا ٽهڪ ٻڌي دل چاهيندي هئي ته ڪچهري سدائين قائم رهي.

جيتوڻيڪ قمر شهباز مون کان سينئر هو ۽ آئون ساڻس عزت وچان مخاطب ٿيندو هئس، ان سفر کان پوءِ اسان جي وچ ۾ دوستي قائم ٿي وئي. ان دوستيءَ ۾ پنهنجائپ سان گڏ عزت ۽ احترام آخر تائين قائم رهيو. دهليءَ جي ان مختصر سفر کان پوءِ به ٽي چار ڀيرا وري به گڏجي انڊيا وياسين. هڪڙو دورو ته اهڙو به هو جيڪو سڄي مهيني جو هو. انڊيا جي 10 اهم شهرن ۾ ڪانفرنسون، سمپوزيم ۽ سيمينار رکيل هئا. سنڌ مان آيل ليکڪن جي وفد جو اڳواڻ قمر شهباز هو ان ڪري وفد پاران تقريرن ڪرڻ جو بار هن جي مٿان هو. هڪ اعليٰ پائي جي ليکڪ هئڻ سان گڏ ڳالهائڻ توڙي تقرير ڪرڻ ۾ به هو پنهنجو مٽ پاڻ هو. ڊگهو قداور، شاندار شخصيت جو مالڪ، وري جنهن ڊرامائي انداز ۾ تقرير ڪندو هو تنهن اتي جي سنڌين کي موهي ڇڏيو هو. ڪڏهن ڪڏهن ورهاڱي کان پوءِ سنڌين جي وڇڙڻ جو ذڪر اهڙي اثرائتي انداز ۾ ڪندو هو جو مون اتي موجود ڪيترين عورتن توڙي مردن کي روئندي ڏٺو.

قمر شهباز ۾ وڏيون انتظامي صلاحيتون هيون. هو واقعي گروپ ليڊر ٿيڻ جي لائق هو. سچي ڳالهه اها آهي ته اسان جي ليکڪن ۾ قمر شهباز جهڙو ايتريون صلاحيتون رکندڙ مون کي ٻيو ڪو نظر نٿو اچي. ائين ڪونهي ته هو رڳو کلندو ۽ ٽهڪ ڏيندو رهندو هو. حساس به تمام گهڻو هو. ڪڏهن ڪڏهن جذباتي ٿي ويندو هو. رسي پوندو هو پر وري پرچي به ويندو هو. ڪو ساڻس زيادتي ڪري، ڪيس رنج پهچائي، پر جڏهن وري ساڻس ملي ته هو سڀ رنجشون وساري ويهندو هو.

2004 کان 2009 تائين پنج سال تمام مختصر عرصو آهي. قمر شهباز جي انهن آخري پنجن سالن جي عرصي ۾ جيڪڏهن ڪو دوست ڪيس ويجهو هو ته پانيان ٿو ته اهو آئون هئس. فون تي ڳالهائيندا هئاسين ته ڪچ دير تائين حال احوال ڪندي، دوستن جي ٻيواجبين جا ذڪر ڪندي اوچتو ڪڏهن ڪڏهن کلي چوندو هو "يار تون

تہ ڪجھہ ٻڌائين ڪُونہ ٿو رڳو آئون پيو مٿو هڻان." پر هو بہ سمجهي ويو هو تہ آئون ٻڌندڙ سنو هئس ۽ سندس ڳالهيون ڏيان سان ٻڌندو هئس. شايد ان ڪري قمر شهاز مون سان دل کولي ڳالهيون ڪندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن ملڻ ۾ وٿي پئجي ويندي هئي تہ شڪايت ڪندو هو: "يار، ايترا ڏينهن ٿي ويا آهن، پاڻ ۾ مليائي ڪونہ آهيون. ڪراچي اچ تہ خلاصي ڪچهري ڪريون." آئون تہ ڪراچي وڃي نہ سگهيس، نيٺ پاڻ حيدرآباد هلي آيو. پر هو رڳو مون سان ملڻ ڪونہ آيو هو، هن آخري پيرو حيدرآباد جي سمورن اديبن سان ملڻ ٿي چاهيو.

قمر شهباز پنهنجئ وفات کان بہ هفتا کن اڳ سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو ۾ آيو هو. سنڌ ۾ صوفي يونيورسٽي يا انسٽيٽيوٽ آف صوفي اسٽڊيز قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ تجويزن ٺاهڻ جي لاءِ اديبن ۽ عالمن جي هڪ گڏجاڻي سائين مظهرالحق صديقي، وائيس چانسيلر سنڌ يونيورسٽي وٽ 18 اپريل 2009ع تي رکيل هئي. قمر شهباز پڻ ان گڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيو هو. اچڻ کان اڳ هن مون کي فون تي چيو هو تہ "يار مان چاهيان ٿو تہ پنهنجو ٽڙيل پکڙيل مواد رسالن ۽ اخبارن مان گڏ ڪريان جيڪو فقط سنڌالاجي لائبريريءَ مان هٿ اچي سگهي ٿو. منهنجي لاءِ سنڌ يونيورسٽي ۾ بہ ٽي ڏينهن رهڻ جو انتظام ڪري سگهين تہ ڏاڍو سٺو." مون چيو مانس: "سائين، مظهر صاحب ادب دوست شخص آهي. جڏهن بہ ڪنهن اديب ڪم جي سلسلي ۾ اتي رهڻ جي خواهش ڏيکاري آهي تہ مظهر صاحب منهنجي گذارش تي سدائين ان کي رهڻ جي اجازت ڏني آهي. اوهان بي فڪر ٿي هليا اچو." منهنجي ان ڳالهہ تي تمام گهڻو خوش ٿيو. سنڌ يونيورسٽي جي فارين فيڪلٽي هاسٽل ۾ سندس رهڻ جو انتظام ڪيو ويو هو. پاڻ جمعي جي ڏينهن شام جو پهچي ويو ۽ صبح جو سنڌالاجيءَ ۾ اچي پنهنجي ڪم کي لڳي ويو. تماهي مهراڻ، روح رهاڻ، سهڻي، سوجهرو ۽ نئين زندگي رسالن جا سمورا پراڻا پرچا ڪيرائي انهن ۾ شايع ٿيل نہ رڳو پنهنجيون ڪهاڻيون ۽ شعر پر ساڳئي وقت پنهنجي شريڪ حيات ارشاد قمر جون لکڻيون بہ ڳوليندو ۽ انهن جون فوٽو ڪاپيون ڪرائيندو رهيو. جڏهن بہ ڪنهن رسالي ۾ ارشاد قمر جي ڪا لکڻي هن کي نظر آئي ٿي، تہ هڪدم موبائل تي فون ڪري کيس ٻڌايائين ٿي.

صوفي يونيورسٽي بابت گڏجاڻي منجهند جو رکيل هئي. واندو ٿيو تہ مون کي ڪٺتيءَ وچان چيائين، "يار سڀاڻي آچر جي ڏينهن سنڌالاجي بند هوندي، معنيٰ منهنجو اهو ڏينهن اجايو ويندو."

مون ٻڌايو مانس تہ "آچر جي ڏينهن سنڌالاجي ميوزيم کليل هوندو آهي البت لائبريري بند هوندي آهي پر آئون سڀاڻي خاص طور اوهان جي لاءِ لائبريري کولائيندس."

”اڙي يار واهه!“ هو خوشيءَ ۾ ٻهڪي اٿيو. آچر جي ڏينهن ٻي وڳي تائين لائبريريءَ ۾ ڪم ڪندو رهيو. پوءِ حميد سنڌيءَ وٽ بزم روح رهاڻ ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ حيدرآباد هليو ويو. ان کان ٻه ڏينهن اڳ جمعي جي شام جو هو سنڌي ادبي سنگت حيدرآباد جي هفتيوار ڪڏجاڻيءَ ۾ شريڪ ٿيو هو. آچر جي ڏينهن شام جو ٻه هن حيدرآباد جي ڪن اديبن سان ڳڏجاڻي ڪئي هئي. قمر شهباز جي لاءِ اهو سڀ غير رواجي هو. مون کي حيرت لڳي رهي هئي ته ادبي ڳڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ ۽ اديبن سان ملڻ جي هيءَ خواهش منجهس اوچتو ڪيئن جاڳي پئي هئي. سندس ڳذاري وڃڻ کان پوءِ مون کي احساس ٿيو ته هو حيدرآباد جي اديبن ۽ دوستن سان آخري ڀيرو ملڻ جي لاءِ ئي آيو هو.[1]

مون کانئس پڇيو هو ”ايتري وقت ڳذرڻ کان پوءِ اوهان کي ٽڙيل پکڙيل مواد ڳڏ ڪرڻ جو اوچتو خيال ڪيئن آيو آهي؟“

چيائين: ”يار، اهو ڪم مان نه ڪندس ته منهنجي پويان ڀيو ڪير ڪندو؟ سچو مواد ضايع ٿي ويندو. ڳڏ ته ڪريان، پوءِ مان نه ته ڪو نه ڪو ڇپائڻ وارو نڪري پوندو.“

قمر شهباز جڏهن حيدرآباد مان واپس ڪراچيءَ وڃي رهيو هو ته هو مون کي ڏکويل لڳو. پڇيومانس ته ”ڇا ڳالهه آهي؟“

چيائين، ”يار، سٺو ٿيو جو آيس. سالن کان پوءِ حيدرآباد جي اديبن ـ شاعرن سان ڳڏجي ويٺس، حال احوال ٿيا. پر هڪڙي ڳالهه جو ڏک آهي.“

مون کي حيرت لڳي. پڇيومانس: ”ڇا ٿيو آهي؟“

چيائين: نصير مرزا مون کي تائير ڏئي به نه مليو. ٻه ڀيرا ملڻ کان نٽائي ويو. حيدرآباد اچڻ کان اڳ کيس پڙايو ٻه هو مانس. ته به نه مليو. وري جڏهن ساڻس فون تي ڳالهائي ريڊيو اسٽيشن تي ويس ته پاڻ اتي هوئي ڪونه. فون تي پڇيومانس ته چيائين، ”پرائم منسٽر نٽي ۾ آيل آهي، ان ڪري ڊيوٽي تي آهيان.“ پر ويٺو پنهنجي گهر ۾ هو. ان ڳالهه تي کلندي چيائين، ”خبر ناهي گهر ۾ ڪهڙي ڊيوٽي پئي ڪيائين!“

هو اهو ڏک کڻي ڪراچيءَ موٽي ويو. هن نصير مرزا سان ان ڪري ملڻ ٿي چاهيو ته ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تان سندس ڊراما نشر ٿيل هئا ۽ کيس انهن ڊرامن جا اسڪرپٽ کپندا هئا.

قمر شهباز جي ڳذاري وڃڻ کان ٽي ڏينهن اڳ آئون ڪراچيءَ ويو هئس. مرزا قليچ بيگ چيئر جي ميٽنگ 2 مئي 2009 تي ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ رکيل هئي. ميٽنگ کان هڪ ڏينهن اڳ پهرين مئي تي رات جو پروفيسر سليم ميمڻ جي گهر ۾ ڪجهه دوست ڳڏ ٿيا هئاسين. قمر شهباز ۽ آغا سليم ٻه هئا. اها رات قمر

شهباز جي حوالي هئي. هن دل کولي ڳالهايو پاڻ بابت ۽ دوستن بابت. ڇڻ ڪيس پرون پيل هجن ته اها سندس آخري رات هئي، آخري ڪچهري هئي ۽ سندس زندگيءَ جا آخري جام هئا ... ڇڻ حضرت عيسىٰ جي پنهنجن ساٿين سان رات جي (آخري ماني) Last Supper هئي ... ۽ پوءِ جلدي قمر شهباز کي هڪ اڻ ڏٺي، اڻ ڪٿ ڏورانهين سفر تي روانو ٿيڻو هو. هاڻ لڳي ٿو قمر شهباز سان گڏ ان آخري رات جو آخري جام اصل ۾ وڇوڙي جو جام هو. جي اسان کي اها خبر هجي ها ته ان آخري جام کي اڇلائي پيجي پوري ڇڏيون ها.

چند اُلهي ويو ۽ شهباز اڏامي ويو. مون جڏهن هن جو آخري ديدار ڪيو ته ڏٺم هو آرام سان ستو پيو هو — ڇڻ چوندو هجي، ”ڇورا! هاڻي ته ڇڏيو، مون کي سمهڻ ڏيو...“





# زنده مڇي

شيام جئسنگهاڻي

منوهر کي ڪشور جي ٽيليگرام سنڌس بئنگلور هيڊ آفيس، مئسور برانچ مان گهمندي، نيلگريءَ جي گهاٽن ٻيلن ۾ مِلي، جتي هو ڪنهن آفيشل پراجيڪٽ کي روپ ڏيڻ ۾ ديوانن جيان جنبيل هو.

ممڪن اهو به هو ته ان پراجيڪٽ جي ڪاميابيءَ بعد ٻيلي وڪاس کاتي طرفان منوهر جي حق ۾ ڪنهن خاص ايوارڊ جو اعلان به ٿئي، ٻيءَ طرح اهو پراجيڪٽ منوهر کي ڊاڪٽوريٽ حاصل ڪرڻ ۾ مددگار ٿيڻ وارو هو.

منوهر لاءِ پوءِ به ڪشور جي دوستي ۽ هن طرف سنيهه اهڙن خوابن ۽ حاصلاتن کان وڌيڪ ملهائتو هو. ڪشور جي تار گويا هڪ سِيٽي هئي: 'مالتي سنسار ڇڏي ويئي.'

منوهر جي زندگيءَ ۾ تڪڙي پهچ وارا ۽ شخصي دوست هئا، گڏجڻ مسجڻ وارا رشتيدار ۽ خيالن جي ڏي– وٺ ڪرڻ وارا همڪار هئا، ليڪن ڪشور ڪٽنب سنسار، گرهست هوندي به اڪيلو روح هو. سنڌس هڪ عدد دوست صرف منوهر هو. منوهر، پشڪرنا برهمڻ، پيشي ۾ قابل باٽنسٽ (نباتي) سائنسدان.

ڪشور انجنيئر جو جذباتي سهارو ۽ لنگر مالتي هئي– اهڙي گهري چاڻ صرف منوهر کي هئي. منوهر سوچيندو هو ته ڪي شخص اڪيلائيءَ جو سراپ کڻي پيدا ٿيندا آهن ۽ ان سراپ ۾ زندگي گذاري، ان ۾ ئي دفن ٿي ويندا آهن.

هن سنسار ۾ سک، آسودگي، ڪٽنب، گرهستي، ڪاروبار جي چراگاهن ۾ اگر هڪ اهڙو به پراڻي موجود هجي جو دِل جي ٻولي سمجهي سگهي، ڳالهائي سگهي ۽

جنهن سبب سڪون جا چند لمحا پائي سگهجن ته زندگيءَ جي گول چڪر ۾ ڊوڙڻ جي ڪجهه ته معنيٰ رهي ٿي.

....... مالتي سنسار ڇڏي ويئي.

مالتي ڪشور جو سنسار هئي. ڪشور وٽ هينئر باقي ڇا بچيو؟ مقصد. ڌاڳو سلسلو سهارو؟ يا صرف پنهنجو پاڇو؟ پنهنجي ئي پاڇي کي ڪير گلي لڳائيندو؟ ڇا پائيندو؟

هٿ ۾ پڪڙيل ڪافيءَ جي مگ کي ٽپائيءَ تي رکي، منوهر پنهنجو سامان سهيڙڻ شروع ڪيو. شام جي الوپ ٿيندڙ ڳاڙهسري اُس فيوز ٿيندي مختلف رنگن ۾ ڏينهن جو سفر ختم ڪري، پيلي جي اوندهه کي واڳ سونپي رهيّ هئي. منوهر جي ڪاٽيج ۾ مڪمل خاموشي هئي. ٻاهر ٿميل هوا ۾ وڻن جا پتا گم سم هئا. منوهر سوچي ورتو: صبوح ٿيڻ سان واسطيدار ساٿين سان ڳالهائي، الوداع ڪري، جيپ رستي بئنگلور پهچي، فلائيٽ پڪڙي، بمبئيءَ پهچي، هو سڌو ڪشور وٽ ويندو. پنهنجي گهر وارن سان تڏهن واسطو جوڙيندو جڏهن خود موزون سمجهندو.

اڌ رات تائين منوهر پنهنجي پراجيڪٽ نوٽس کي سنواريندو رهيو جيئن ڪجهه به ويسر جي ڏنڌ ۾ ڪوهجي نه وڃي. صبوح سويل پريات جي ڪوهيڙي ۾ هن رٿيل ڏينهن جي شروعات ڪئي: سينيئرس جونيئرس سان ضروري ڳالهه ٻولهه، جيپ جو سفر، بئنگلور کان بمبئي فلائيٽ، سانتا ڪروز ايئرپورٽ تان فون، ڪشور جي گهر پهچي مهمانن واري خاص ڪمري ۾ سندس ڊاپو.

”منو لڳاتار ست ڏينهن، الاجي اٺ ڏينهن، مختلف وقتن تي ڪيس فونّ ڪيم. وڄندي رهي گهنٽي، چڪرائيندو رهيو منهنجو دماغ! هر دفعي پنهنجي دل جي ڌڙڪن کي تيز ٿيندو پاتم. منهنجي دل جي ڌڙڪن جو منهنجي ننڊ سان هڪ اجنبي منصوبو ٿيل آهي، توکي خبر آهي اها؟ سوسائٽيءَ جي چوڪيدار کان پڇا ڪيم. مالتيءَ جو فوٽو ڪٽي پوليس جي شرڻ ويس. آس پاس جون اسپتالون ڳوليم.“

”نه ڏينهن رات جي، نه ٿڪ ۽ ننڊ جي پرواهه ڪيم ۽ آخر هڪ اسپتال جي لاوارث مرده گهر جي انساني قد ماپ جي خاني ۾ ڪيس پاتم: لنبي گردن، ويڪريون اکيون، مُنهن جو رنگ گهاٽو ٿي ويل، پورن ٻن حصن ۾ ورهايل سينڌ، تکو نڪ، ويڪري پيشاني، پلڪون بند هونديون به سنڌور جي هلڪي نشان کان وٺي، ڪاڏيءَ تائين ڇهري جي هڪ سانتميه ڪايا.

ـ شخصي وڪيل دوسّت کي پاڻ سان گڏ وٺي، اسپتال جي ڊين، رجسٽرار، پوليس وغيره جي مدد سان آخر سفيد چادر ۾ لپٽيل مالتي، مرده – گاڏيءَ ۾ کڻي بجلي شمشان ۾ پهچايم. منهنجو وڪيل دوست آخر تائين مون سان گڏ هو.

- توهه مون سان گڏ آهين، منو ليڪن مالتيءَ جون هاڻيون اجا بہ شمشان جي هڪ روم ۾ تالي ۾ بند آهن....

جذبن، من مستڪ، آتما جهڙن عناصرن سان گهيريل ٻئي دوست، اُن ڪمري جي ايئر ڪان هوا ۽ جهيٽي روشنيءَ ۾ بند ڪافي دير خاموش ويٺا هئا ۽ خاموشي سينٽرل ٽيبل تي رکيل سندن بيئر جي مگس کي ويڙهي ويئي هئي. بيئر پنهنجي سردي ڊيري ڊيري وڃائي رهيو هو ۽ ٻنهي دوستن مان ڪير بہ پنهنجو هٿ نہ وڌائي رهيو هو. ڏينهن جو باقي حصو اجا گهڙيال چڪر هيٺان دٻيل هو ۽ ڊيري ڊيري ڪلٺو هو.

منوهر پشتئي برهمڻ هو. هر قسم جي پوڄا پاٺ، ڪرياڪرم، رسمي وڏيءَ ورتيءَ کان واقف هو. ڪشور کي روايتي پنڊٽن کان مڪت ڪرڻ لاءِ ٻنهي گڏجي طئي ڪيو تہ اُن رات ئي مالتيءَ جون هاڻيون شمشان مان ڪڍي، هو ناسڪ روانا ٿيندا ۽ ٻئي ڏينهن صبوح سويل دستوري رسم ادا ڪري، منجهند تائين واپس موٽي ايندا، جيئن منوهر پنهنجي ڪٽنب سان ملاقات بعد واپس پنهنجي ڊيري طرف اُڏامي سگهي.

رات – ايئر ڪنڊيشنڊ سليپر ۾ ڪشور ۽ منوهر جو سفر. ڪشور ننڊ ۾ الوٽ. منوهر پنهنجي نوٽس سانُ جاڳندڙ. ٽرين جو پنيرڪي ناسڪ روڊ اسٽيشن پهچڻ. ڪلهن ۾ بئگون لٽڪائي، اسٽيشن کان ٻاهر نڪرڻ کان اڳ ٻئي دوست ٽي اسٽال تي چانهہ پي رهيا هئا تہ ڪشور سامهون هڪ پنڊوا اچي پرگهٽ ٿيو.

"ججمان جي، مهاشيہ صاحب، ڪنهن جو ڪريا – ڪرم ڪرائڻو آهي؟ ڪنهن مرت آتما لاءِ ڪا پوڄا؟ مڪتيءَ لاءِ يگيہ؟ پنڊ دان؟...."

منوهر ڪشور جي چهري طرف نهاريو جو ٽپي رهيو هو. هن ڪشور کي ڏاڍي هٿ سان سانت رهڻ جو اشارو ڪيو ۽ پنڊي جي ڪن ۾ ڪو منتر پڙهڪيائين. پنڊي هڪدم نمرتا سان منوهر کي نمسڪار ڪيو ۽ ڪنڌ جهڪائي اُتان کسڪي ويو.

ناسڪ روڊ اسٽيشن کان ٻاهر نڪرندي ڪشور منوهر کان پڇيو تہ بمبئيءَ کان ناسڪ تائين چوويهہ ڪلاڪ ٽئڪسي سروس جي موجودگيءَ باوجود هن ٽرين سفر ڇو پسند ڪيو؟ پل پر منوهر چپ ٿي ويو ان بعد ڪشور جو هٿ پڪڙي چيائين:

"ڪالهہ تو وٽ پهچي تنهنجي اکين طرف نهاري، مون ڀانپي ورتو تہ ڪافي ڏينهن کان تو نيڪ طرح ننڊ نہ ڪئي آهي ۽ ٽرين ۾ تو ان طرح اطمينان سان ننڊ ڪئي ڄڻ ننڊ جون گوريون وٺي سمهيو هجين..... تنهنجو درد پل تنهنجي زبان نہ ٻڌائي، مان تنهنجي اکين مان پڙهي سگهان ٿو ڪشو."

جواب ۾ ڪشور ڪجهه به نه ڪڇيو.

آٽو رڪشا پڪڙي ٻئي ڄڻا پنچوٽي ايراضيءَ طرف روانا ٿيا. جتي منوهر جي واقفڪار پنڊي ديناناٿ جوشيءَ جو رهائشي مڪان هو. ڀنيرڪي جي اوندهه ڇانيل هئي. رڪشا جا پردا هيٺ هوندي ٻاهرين سرد هوا اندر اچڻ لاءِ سر ٽڪرائي رهي هئي. پنچوٽي ايراضيءَ جي هڪ سوڙهيءَ ليڪن روشن گهٽيءَ ۾ آخر منوهر رڪشا کي روڪايو.

"ديناناٿ جي مڪان ۾ ريلنگس ڪونهن. ڏاڪڻيون به مشڪل اٿس. تون رڪشا ۾ ئي ويهه. مان سندس اتو پتو معلوم ڪري ٿو اچان. اجهو آيس."

سوڙهي ڏاڪڻ مان هيٺ لٽڪندڙ موٽيءَ رسيءَ جو ڳنڍ پڪڙي، منوهر هڪ مڪان ۾ مٿي چڙهي ويو ۽ ڪجهه ساعت بعد واپس اچي رڪشا ۾ سوار ٿيو ۽ رڪشا واري کي گوداوري مکيه گهاٽ ڏانهن وڃڻ لاءِ چيائين.

"ديناناٿ پنڊو ڪالهه کان ڪنهن هوَن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ تپوون طرف ويل آهي ۽ سندس اڪيلو پٽ آنند ڪنهن پراڻي ججمان کي وٺڻ لاءِ ايس.ٽي. سٽئنڊ ويو آهي. سندن گهر وارن چيو ته اسين ٿورو آرام ڪريون ۽ انتظار ڪريون. ليڪن نه. اسان وٽ وقت ڪونهي. اسين گهاٽ طرف هلي رهيا آهيون. ڪشور."

اِن پيچري نما گهٽيءَ مان ٻاهر نڪري، آٽو رڪشا گهڙيال ٽاور واري گهاٽ جي هم وچوٽ ڊوڙڻ لڳي. ان شاهي گهاٽ تي، ڪروٽ بدلي ننڊ مان مجبور ٿي جاڳندڙ لوڪن ۾ نيم انڌيري ۾ ڏيري ڏيري هلچل شروع ٿي رهي هئي. لئمپ پوسٽس پنهنجن مقرر مقامن تي روشن هئا. گڏوگڏ نيم اوندهه واريءَ ايراضيءَ کي ڏنڏي واري ايراضيءَ ۾ بدلڻ لاءِ گئس گولا به روشن هئا. الڳ الڳ پرانتن، شهرن ۽ ڳامڙن مان پهتل شرڌالو ياتري جن وٽ هوٽلن ۾ رهڻ جي سمرٿي ڪانه هئي يا ڪنهن به سبب ڪري ڌرمشالائن ۾ ڪين رات ڪاٽڻ جو آجهو نه مليو هو اُهي سڀ هن گوداوري مئيا جي ڪناري تي رات ڀر بي خوف سمهيا هئا: چادر هيٺان ۽ چادر مٿان، ٿيلهو گردن هيٺان، چادر بجاءِ اخبار هيٺان ۽ ڳوڻ مٿان – يا اجا به نه هيٺان ڪجهه ۽ نه ئي مٿان ڪجهه، ٽنگون وڪوڙيل پيٽ ۾ فولڊ ٿيل تندوري مرغي جيان. گوداوري مئيا کي جٺ.

اجنبي ياترين جو گويا ڪو عالمگيري ڪٽنب هو. ڏينهن ويل دستوري گهاٽ جو اهو چيڙو هڪ شاهي بازار ۽ سانجهيءَ ٽاڻي شرڌالن جي صدق سبب ٻهارجي، صاف سترو ٿي، وهنجي، سيتل پٽ واري غاليچي ۾ ان جي نت نيم سان هر روز تبديل، جنهن تي پسار ڪرڻ لاءِ گوداوري نديءَ مٿان اچ وڃ ڪندڙ ياترين جي اکين ننڊ اکڙو ڪندڙ نري ويل هوا.

ڪشور ائين تہ اڳ ۾ بہ ان شهر ۾ آيو هو ليڪن نہ هن کي گهاٽن جي نالن جي خبر هئي، نہ ئي ڪا دلچسپي هئي. هڪ ندي آهي، ڪيئي گهاٽ آهن. گهاٽن جي ٻنهي پاسي ڏاڪا آهن. وچ وچ ۾ ڪنارن کي جوڙيندڙ پليون آهن. رستا آهن. جا بجا نديءَ جي پيٽ مان ٻاهر نڪري آيل پٿرايون نوڪدار چپون آهن، مشڪل پيٽارين جيان.

گهاٽ جي هڪ پاسي پنچوٽي، ٽپوون ۽ پراڻي نگري آهي، ٻئي پاسي نئون شهر، ترمبيڪشور، شڏي ۽ بمبئي ويندڙ رستا ۽ شايد آگره روڊ آهي. تاج محل تائين ويندو بہ آهي يا نہ — ڪا خبر ڪانهي مونکي.

مندرن مان آرتين ۽ گهنڊن جا آواز شروع ٿي رهيا هئا. گرما گرم پٽاٽا وڙن ۽ پوري ڀاڄي جي خوشبوءِ ڦهلجڻ لڳي هئي. چانهہ جي ڏاڀن جي تيز ٽيندڙاسٽوون جو آواز بلند ٿيڻ لڳو هو.

آٽو رڪشا مکيہ گهاٽ نزديڪ اچي رڪي. هيٺ لهي ڪشور ڏٺو آس پاس جا سڀ دڪان کليل هئا. روشني ٿيڻ کان اڳ ئي هنن لڪشمي ماتا جون اکيون (بتيون) روشن ڪري رکيون هيون. مکيہ گهاٽ تي سنان، پوڄا ۽ ڪريا ڪرم واريون دستوري ڪارروايون شروع ٿي رهيون هيون. منوهر ڪشور سان گڏجي گهاٽ جي گهيري وارن دڪانن مان ٿارو اسٽورس واري بورڊ وٽ رڪيو ۽ مٿي چڙهي ويو ۽ دڪان مالڪ کي پنهنجي سڃاڻپ ڏنائين. اُن شخص اُمالڪ پنهنجا ٻئي هٿ ٻڌي نمسڪار ڪندي ڪيس چيو تہ سندس سمورا ڪٽنبي سندس پٽاشريءَ جا ججمان آهن ۽ هو جلد از جلد پوڄا جي سموري سامگري ڪين گهاٽ تي پهچائڻ جو بندوبست ڪندو. گلن ۽ کير سميت.

منوهر ڪشور کي مکيہ گهاٽ جي هڪ اهڙيءَ ڪنڊ ۾ ٽانئيڪو ڪيو جتي نہ صرف بئگون ۽ ڪپڙا رکڻ لاءِ سنگمرمري پٽ هو بلڪ ايڪانت بہ هئي. ڪشور پهريون دفعو منوهر ڏانهن سوالي نگاهہ سان نهاريو.

"ها، ڪشور. مان منو مهراج آهيان. مالتيءَ جو ڪريا ڪرم ڪندڙ پنڊو. پوڄا، پاٺ، پنڊ داس سڀ مان ڪرائيندس. تون ضرورت پوڻ تي مون سان گڏ ويهندين، صبر برقرار رکي."

ملهائتيون چيزون ڪشور کي سونپي، ڪپڙا لاهي، پهرين منوهر سنان ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ ۾ لهي ويو. ڪشور غور سان نهاريو ۽ ٽپرس ۾ پئجي ويو. منوهر جي ننگي بدن تي ڪلهي کان سيني طرف کان پاسيرين طرف وڃي وڪڙ کائي لٽڪندڙ جٽيو لٽڪي رهيو هو — مريادا پرشوتم رامچندر جي ڌنش جيان. ڪنهن بہ قسم جي

ڏرمي لڳاءُ نہ هوندي بہ ڪناري تان ئي من ئي من ۾ ڪشور منوهر کي نمسڪار ڪندي پڇيو: ”منو مهراج، منهنجا پرشورام، سائنسدان پوڄاري، توکي منهنجا نمسڪار. تون ڪرشمو آهين!“

منوهر سنان ڪري نديءَ مان ٻاهر اچي پنگهٽ تي ڪمل آسڻ ۾ ويهي، اکيون ٻوٽي سنسڪرت ۾ ڪي سلوڪ اُچارڻ شروع ڪيا. ڪشور کي ائين لڳي رهيو هو ڪير لفظ نہ اُچاري، گوليون شوٽ ڪري رهيو هو. ڪجهہ پلن لاءِ ڪشور واٽرن جيان منوهر ڏانهن نهارڻ لڳو. زندگي پر، ننڍپڻ کان جُٽ يار هوندي بہ هن ڪڏهن بہ منوهر کي پوڄا – پاٺ ڪندي نہ ڏٺو هو!

مڪتيءَ جو منتر ٺارو پساريءَ جو ڇوڪرو ڪٺي آيو. ٻن پلاسٽڪ پاٽس ۾ پوڄا جي سموري سامگري، ڪير، گل، ننڍا برتن وغيره. منوهر ڇرڪ پري سموري سامگري ٽپاسي ۽ کيس رخصت ڏنائين. ڪشور ڏٺو: ان سامان ۾ بہ جٽيا بہ تازن ڇاون نانگن جيان اُپڙهيل وڪوڙيل براجمان هئا.

منوهر ڏٺو: اِن سموري سامان ۾ ماچيس ڪونہ هو. نو پرابلم. کيس خبر هئي لائيٽر ڪشور وٽ هٽيڪو موجود هوندو.

”ڪشور، مان هوَن جي تياري ڪريان ٿو تون سنان ڪري وٺ. ان کان اڳ پنهنجو لائيٽر مونکي ڏي....“

”منو تون چاهين تہ مان سموري دنيا کي جلائڻ جي ڪوشش ڪري ڏسان....“

”نہ منهنجا اَرجن، نہ مون اڪثر ماڻهن کي دڪ ۾ بي آواز ٽيندو پاتو آهي ليڪن اهو پلجي ويو آهيان تہ ڊپ جو هڪ بيو وروڌي روپ غصو بہ آهي. وچ، مان پوڄا شروع ٿو ڪريان، تون سنان ڪري وٺ.....“

پنهنجو لائيٽر منوهر کي سونپيندي، هارنس ۾ نديءَ ۾ لهڻ کان اڳ ڪشور چيو:

”ڪاش، پنهنجو ڪريا ڪرم پاڻ ڪري، توکي ڪو عجوبو ڏيکاري سگهان، منو!“

”پنهنجو موت اگر تون پاڻ ڏسي سگهين تہ مان آتم هتيا ڪندس، ڪشور ممڪن اهو ئي آهي يا تون منهنجو موت ڏسندين يا مان تنهنجو موت يا اسين ٻئي هڪ ٻئي جو موت بہ نہ ڏسي سگهنداسين، يعني ڪنهن حادثي ۾ گڏ مرنداسين.“

ٻئي دوست ڪليا ۽ سگريٽ جا ڪش هڻندي ڪشور هيٺ نديءَ ۾ لهي ويو. ظاهري دنيا جو سمورو ڪاروبار منوهر کي سونپي مالتيءَ جي هائين سميت. پاٽيءَ ۾ ڪي پل ٽٻيون ڏيندي ڏيندي کيس اچانڪ ائين لڳو ڄڻ نديءَ جي نارمل آوازن سان گڏوگڏ ڪِن مجموعي آوازن جو سُرُ اُڀري رهيو هو. بادلن کي چيريندڙ

جيٽ هوائي جهاز؟ رستن کي ٽاڪڻ وارين ڊرل مشينن جي گڙگڙاهٽ! نہ. نہ. گهاٽ جي آس پاس پسار ڪندڙ صبوح جي هير جي روش ۾ اوچتو تبديل اچي چڪي هئي ۽ واءُ گهوگهاٽ ڪرڻ لڳي هئي. ڄڻ ڪن سياپي پڙاڏن جي گونج هئي، هوا جو ويگ وڌي رهيو هو ۽ گڏوگڏ ڪشور جي من جي اُتيجنا.

هوا جا گهوگهاٽ... مالتي مالتي.... رچڊ ڪلئڊرمن جو پيانو.... مالتي مالتي....

هڪ جهيٽو ردم اُپري جهڪو ٿي، ذري گهٽ غيب ۾ الوپ ٿي، وري دهرائجڻ لاءِ موٽ ڪائي رهيو هو ۽ اِن طرح جي اُوٽ موٽ جاري رهندي، سياهہ ٻڻجي ويل بادل، هڪ طرح ڄڻ ڇنجي ليڙون ليڙون ٿي، غير سياويڪ رفتار ۾ آسمان مان هيٺ لهي، درشٽيءَ جي فريم اندر داخل ٿيڻ شروع ٿيا هئا.

نصيبا، ڪشور ۽ منوهر جو سمورو سڙو سامان سنگمرمري چبوتري هيٺان باسلامت هو. نديءَ جي ميٺوڙي پاڻيءَ ۾ گول گول ڦيرائيون پائيندي، رڪ. ڪوئلن جي پور. تازا توڙي پاروٽا گل، تلسي پتا، پوڄا جي مختلف سامگري، ٻوٽن جا تيلا، گاهہ جا ڊپ، مختلف رنگن ۾ الڳ ڊزائينس پائيندي، ٽاهيندي، ڊاهيندي، پاڻيءَ ۾ هڪ خوردبينيءَ جي راند کيڏندي، اوچتو ڪشور ڏانهن وڌڻ لڳا هئا.

ڪشور گهبرائجي ويو. سيني تائين پهتل پاڻيءَ ۾ پاڻ طرف ايندڙ ان طرف جي سرن درياهہ ٿيل مرڪب سامگريءَ کي پاڻ کي هٽائڻ لاءِ هن ٻانهن کي هلائڻ شروع ڪيو ئي هو تہ آسمان کي چيري تيز بارش هيٺ ڪرڻ شروع ٿي. گول ٿي گول ڪشور کي وڪوڙي ويا. هن ڏٺو اُن چڪر ويوهي سامگريءَ ۾ سندس بچيل سگريٽ جو فلٽري ٽوٽو بہ شامل هو— مالتي...:..

طلسم جي گولن ۾ وڪوڙيل ڪشور ۽ سخت بارش باوجود چبوتري هيٺان منتر اُچارڻ ۾ هوَن سان مخاطب منوهر هو. هن محسوس ڪيو تہ سندس گرد پاڻيءَ ۾ اوچتو گرمائش اچڻ لڳي هئي. هن ٻانهون ڊگهيڙيون، ها، هُو مالتيءَ کي ڇهي رهيو هو. مالتيءَ جا هٿَ سندس هٿن ۾ هئا.

تڙپ ۽ تريتي!.....

ڪشور پنهنجي سڪي سنسار هوندي بہ تريتي ڪڏهن نہ پاتي ۽ تڙڦ سندس مقدر ٻڻجي ويئي. هڪ اهڙو احساس جنهن کيس ڪڏهن بہ سک سمهڻ نہ ڏنو ۽ سدا پياسو رکيو. هن پل تائين، گوداوري مٽيا جي گود ۾ اندر آلو هوندي بہ. پل پل، ڪلاڪن جا ڪلاڪ. ڏينهن پٺيان بي آرام ڏينهن. راتين پٺيان اوجاڳيل راتيون، گهڙيال جو چڪر. دل جي ڌڙڪن. نبض جي تيز رفتار. رت جو داٻ. بدلجندڙ ڪروٽ. نقابن جو ٽڪرا ٽيڻ....

برسات اوچانڪ ائين بند ٿي ويئي ڄڻ ڪيس موٽڻ ڪاڻ لاءِ ڪو الهامي حڪم مليو هجي. چوڌطرف پکڙيل ۽ هيٺ لهي آيل بادلن هنومان جيان پنهنجو سينو کولي اُس کي چانئجڻ ڏنو. هوا جي تيزيءَ سبب اُس جي گرمائش نہ جهڙي هئي. نديءَ جي پاڻيءَ تي اُپامجندڙ زنانين بوبي ڇهنبڙين مٿان اُن جهيڻيءَ اُس جون تجلي ڪٽيون ڏيري ڏيري نچڻ لڳيون هيون.

ڪشور جي پاڻيءَ مان ٻاهر نڪرڻ بعد بہ منوهر اگنيءَ اڳيان ويهي ڪجهہ پڙهڻ ڪري رهيو هو. ڪشور جي سڪڻ بعد ڪيس اشاري سان پاڻ وٽ ڪوٺيائين ۽ ڪي رسمي ڪارروايون پوريون ڪيائين. هڪ چئيوان ٻالڪ جيان ڪشور سندس حڪمن جي پيروي ڪندو رهيو.

منوهر پوڄا جي سماپتي اشاري ۾ اعلان ٿي مس ڪيو تہ سندس سامهون ڏوتي، ڪڙتي ۽ ٽوپيءَ ۾ هڪ سائيڪل سوار جوان آچي سهڙيو.

"مان آنند آهيان. دينانات جوشيءَ جو پٽ. اوهين منوهر آهيو نہ؟ بابا مون کي اوهان وٽ موڪليو آهي."

منوهر مسڪرائي آنند کي سمجهايو تہ وقت جي تنگيءَ سبب سمورو ڪارج هن پاڻ ئي پورڻ ڪري ورتو. آنند ڪنڌ ڏوڻي نمسڪار ڪري، منوهر کي چيو تہ سامان سهيڙي، هو پنج ڏهہ منٽ هن لاءِ ترسن. جيئن هو پيءُ کي ان ڳالهہ کان واقف ڪري واپس اچي. قبوليت پائي آنند واپس هليو ويو. ٻنهي دوستن پوڄا جي سامگري سميٽي، ٻگون پيڪ ڪيون ۽ ان بعد ٻل چڪائي، پوري پاڇيءَ جا دونا وٺي، ڪجهہ ساعت هُو نديءَ وٽ اُس ۾ ويٺا. آنند جوشي جلد واپس اچي ويو ۽ جيسين هو ڪجهہ چوي، منوهر سيري جو هڪ دونو هن ڏانهن وڌايو. ناشتي جي سماپتيءَ بعد آنند پاڻ سان آندل ٽن تهن واري ڳاڙهيءَ پوٿيءَ کي حاضر ڪندي چيو: "مهراج سوامي، بابا چيو اٿوَ تہ هي ڪم ضرور ڪرائجو." جواب ۾ هاڪاري ڪنڌ ڏوڻيندي، منوهر جو ڪشور جي ناڪاري ڪنڌ ڏوڻ طرف ڌيان ويو.

"سرڳواسي آتما جو نالو؟"

شانت چت چهرو قائم رکندي، منوهر ورائيو: "مالتي."

"وِواهتا يا ڪماري؟"

آنند منوهر طرف نهاريو. منوهر ڪشور طرف ۽ ڪشور نديءَ طرف. آنند سوال دهرائي، ان کان اڳ ڪشور ڇٽڪيو: ".....ساٿي...."

"اوهہ اوهان جي جيون ساٿي هئي!"

ان بعد ڪشور وڏي وچي آنند کي وچور سان پنهنجو نالو پيءُ، ڏاڏي، پڙ ڏاڏي جا نالا، نک، ڳوٺ، ذات وغيره سڀ تفصيل ان پنڊن جي ٻنديءَ ۾ درج ڪرايا.

ڪم پورو ڪري، آنند جوشي منوهر جا پير ڇُهي، ڪشور کي نمسڪار ڪري، سائيڪل تي سوار ٿي، روانو ٿي ويو.

منوهر پهريون دفعو ڪشور کي بلڪل سُن ٿيل ڏٺو. هن ڪشور جي ٻانهن پڪڙي لوڏي ۽ ڪشور طرفان ڪو به ردعمل نه پاتائين. بئنگلور کان بمبئي پهچي، بمبئي کان ناسڪ سفر ۽ ناسڪ ۾ مالتيءَ جو ڪرياڪرم ڪندي، سواءِ رات واري سفر جي ننڊ جي، هن ڪشور جي دَمُ نه پٽيندڙ بي آراميءَ کي جاچيو هو. ڪشور هينئر ڪيس هڪ سانت مدرا پاتل يوگي لڳي رهيو هو.

گوداوري گهاٽ کي الوداع ڪري، آٽو رڪشا ۾ سوار ٿي ٻئي ڄڻا بمبئي وڃڻ لاءِ ٽئڪسي اسٽئنڊ پهتا. ٽئڪسيءَ ۾ سوار ٿيڻ کان اڳ سفر لاءِ ڪشور ڪجهه سئنڊوچز ۽ بيئر جا ٻه دٻا خريد ڪيا ۽ منوهر کي چيائين ته چپو چورو ٽئڪسيءَ ۾ ڪنداسين ۽ لنچ بريڪ اگتپوريءَ ۾ ڪنداسين. جواب ۾ منوهر چپ رهيو.

ٽئڪسي ۾ ويهڻ بعد منوهر ڪشور جي ڪلهي تي هٿ رکيو. ڪشور پڇيس:

"تنهنجي نگاهن ۾ سمايل سوال جي نشاني آهي."

- "نه."

- "آر يُو شوئر اَبائوٽ اِٽ."

- "مان تنهنجي حساس دل کي صدين کان سڃاڻان، ڪشو."

بيئر جي ڇُڪيءَ ۾ ڪشور جي مسڪراهٽ سندس مڇن اندر لڪي ويئي.

- "نيلگريءَ جي پهاڙن ۾ پٽڪندي، هڪ دفعي هڪ تلاءَ جي ڪناري تي ٽوپلو پهريل مڇي پڪڙڻ جي ڪُنڊي جهلي ويٺل هڪ اهڙي وديشي شوقين شخص سان گڏجڻ ٿيو هو جنهن منهنجي موجودگيءَ ۾ ٽي هڪ ڳرڊار مڇي پڪڙي ته سهي، پر پوءِ ان کي ڪنڊيءَ جي ڏاکي تي ٿورو نچائي، اُس ۾ چمڪائي، آسمان کي اُن جو درشن ڪرائي، آزاد ڪري، واپس تلاءَ جي پاڻيءَ ۾ ترڪڻ لاءِ ڇڏي ڏنائين ۽ سيٽي وڃائي ڪا ڌن دهرايائين..... فلدلر آن دي روف..... هن سنسار ۾ ڪجهه به ان طرح ممڪن آهي."

"مان ٻڌايانءِ منو توکي اُن وقت فراخ دل شخص کي ڏِسي نه بلڪ اُن مڇيءَ جي قِلابازي مقدر جو شاهد ٻڄجي "ڪنهن" خاص دوست جي ياد آئي، رائيٽ؟"

- "رائيٽ."

منوهر جون اکيون لڳاتار اوجاڳي سبب رفتار ۾ ڊوڙندڙ ٽئڪسيءَ جي آسائش ۾ پورجي رهيون هيون ۽ ڪشور گويا ڌيمي آواز ۾ پنهنجي ٽي بيئر ڪئن سان ڳالهائي رهيو هو:

”...... منهنجي پيڙهيءَ لاءِ پل اهو رڪارڊ تي درج هجي. پنڊن وٽ، گوداري نديءَ جي تهخانن ۾ تہ هوءَ منهنجي ڪير هئي. ڇا ڏنو هن دنيا ڪيس؟..... اسپتالن ۾، اسپتالن جي مردهہ گهرن ۾، آدم قدخانن ۾ لاش ئي لاش جاچي، بي هوشيءَ کان پاڻ بچائي، آخرڪار سنديس برفاني جسم کي جڏهن ڇهيو هوم، منهنجيَ انتر – من ۾ گويا هڪ ڏياتي روشن ٿي ويئي هئي.....

تہ: هن صرف مون لاءِ زندهہ رهي، زندگيءَ کي پوڄيو!“

(’ڪونج‘ –مارچ پرچو 2002ع)



## شيام جئسنگهاڻيءَ جو وڇوڙو

هَند توڙي سنڌ جي سنڌي دنيا ۾ شيامن کي نہ فقط چڱيءَ ريت سڃاڻي، پر دل ۾ جان سان پيار بہ ڪري ٿي. انهن ۾ هڪڙو آهي جديد سنڌي شاعريءَ جو اهم رَتن نارائڻ شيام ۽ ٻيو آهي حسين نثر نويس شيام سانولداس جئسنگهاڻي- نارائڻ شيام کي تہ اسان کان موڪلائي سال ٿي ويا، پر تازو ئي شيام جئسنگهاڻي بہ 21هين مارچ 2009ع تي وڇوڙي جو ڏنگ ڏئي ويو. شيام هڪ ئي وقت شاعر، افسانہ نگار ۽ ڊرامہ نويس هو. هو سڄي حياتي هند جي ساهتيہ اڪيڊميءَ ۾ ايڊيٽر طور خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. هن جي نثر جي دلفريب هجڻ لاءِ ”سارنگا“ جي هن شماري ۾ شامل سندس غير رواجي ۽ خوبصورت ڪهاڻي ”زندهہ مڇي“ ئي ڪافي آهي. هو 12 فيبروري 1937ع ڌاري ڪوئيٽا ۾ پيدا ٿيو هو ۽ ورهاڱي بعد اڪثر سنڌي هندو گهراڻن وانگر هن جي ڪٽنب کي بہ ڀارت جو سفر اختيار ڪرڻو پيو هو. شيام جي ڪتابن ۾ ”ڪچا ڌاڳا“(ناول_1966)، ”ننڍو آسمان“(ڪهاڻيون_1967)، ”وڇوٽيون“( نظم_1981ع)، ”ميلن جو سفر“(ڪهاڻيون_1986ع)، ”گونگاڻي منظر“(نثري نظم_1987)، ”هڪ ٻيو ڏينهن“(ڪهاڻيون_1988)، ”زلزلو“(ڊراما_1992ع)، ”نونگو“ ۽ ”ممبئي منهنجي.“(مختصر نظم) شامل آهن.



# مختيار جي شاعري
# هڪ تپسيا، هڪ مسافري

اسحاق سميجو

اسين جڏهن شاعريءَ متعلق ڳالهائڻ يا خيالن جو اظهار ڪرڻ لڳون ٿا، تڏهن جيڪو خيال سڀ کان اول اسان جي دل جو دروازو اچي ٺوڪلي، سو اهو آهي ته ڇا شاعري ڳالهه ٻولهه وسيلي سمجهڻ ۽ سمجهائڻ جي شيءِ به آهي؟ ۽ ڇا ان کي نثر وسيلي بحث هيٺ آڻي، ان جي اصل تائين پهچڻ جو ڪو رستو واقعي به جوڙڻ ممڪن آهي؟ (ڪو به نظم پنهنجي نثري شرح کان رڳو مختلف ئي ناهي هوندو پر ان کان گهڻو بليغ به هوندو آهي- انگريز نقاد هربرٽ رِيڊ) ظاهر آهي ته مٿين سوالن جو جواب ها پڻ به آهي ۽ نه پڻ به آهي. جو ته شاعريءَ بابت لکيل لکين صفحا ان ڳالهه جي ثابتي آهن ته ان تي گفتگو ممڪن آهي- پر انهن لکين صفحن ۾ هزارين صفحا اهڙا به آهن، جيڪي ٻڌائن ٿا، ته شاعري ماڻڻ جي شيءِ آهي، ڳالهائڻ جي شيءِ نه آهي. بلڪل ايئن، جيئن خوشبو ماڻڻ جي شيءِ آهي يا ڪا رنگين شام ملهائڻ جي شيءِ آهي، ان سان ڳالهائڻ وسيلي انصاف ڪري نٿو سگهجي. مان جڏهن مختيار گهمري جي شاعريءَ تي لکڻ ويٺو آهيان، تڏهن مون کي اها ڳالهه بي سبب ڪٽڪڻ لڳي آهي، ته اڪثر ڳالهائيندڙ شعر تي ڳالهائي ۽ خاص طور ان جي تشريح ڪري، ان جو روح گهٽڻ جو ڪم ڪندا آهن. شعر جي اندر موجود جيڪا وسعت ۽ گهرائي آهي، ان منجهه اثر جي جيڪا غير معمولي قوت آهي، تنهن کي هڪ محدود ۽ مختصر دائري ۾ بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. هڪ کليل ميدان کي، بند گهٽيءَ ۾ بدلائڻ جي ڪوشش ٿي آهي شعر لاءِ ڪنهن مخصوص معنيٰ جو تعين. شايد اهو ئي سوچي،

سنڌيءَ توڙي اردو ٻوليءَ جي نامور شاعر، نقاد ۽ سنڌ دوست عالم الياس عشقي صاحب هڪ زماني ۾ هڪ طويل مضمون لکيو هو "اچھي شعر کي معني نهين هوتي!" پر ڇا پوءِ به اسين شعر کي معنيٰ کان ٻاهر ڏسڻ ۽ قبول ڪرڻ لاءِ ڪڏهن تيار ٿي سگهيا آهيون؟ ان جو جواب ته توهين به ڄاڻو ٿا، ته "بلڪل نه". ڇو ته اسان مان هر هڪ ماڻهوءَ وٽ معنائن جي هڪ ڳنڍڙي آهي، ۽ نيٺ به ته اسان کي انهن کي به ڪٿي ته استعمال ڪرڻو ئي آهي.

دراصل شعر اهو ئي سٺو آهي، جنهن کي تشريح، وياکيا ۽ معنيٰ ڏيڻ جي ضرورت نه پوي، شعر جي اصل معنيٰ ان جي اثر ۾ ئي لڪل ٿيندي آهي، جيڪا مختلف حالتن، ڪيفيتن، موقعن ۽ دلين تي، مختلف نموني منڪشف ٿيندي آهي. اهو پنهنجو هجڻ يا هجڻ جو جواز پنهنجي تاثير وسيلي ثابت ڪندو آهي، بلڪل ايئن جيئن محبت آهي. محبت کي به پنهنجا سهسين رنگ ۽ روپ، سونهن ۽ سرهاڻيون آهن. شاعريءَ کي به پنهنجي الڳ مترنم ۽ خوابن ۾ پنل ڪائنات آهي. تنهنڪري مان هتي شعرن جي تشريح ۽ معنيٰ شايد نه ڪري سگهان، جيئن پڙهندڙ پاڻ، پنهنجي سطح ۽ ڪيفيت مطابق مختيار جي هنن شعرن مان حِظ حسِن ۽ لطف ماڻي سگهن، جيڪو مون به ماڻيو آهي، پر ان بابت ڪا وضاحت ڏيڻ نٿو چاهيان. ڇاڪاڻ ته مان ڄاڻان ٿو ته ڪنهن به ٻئي شخص جي شعر جي ڪيل تشريح ڪيڏي به سهڻي ۽ اعليٰ ڇو نه هجي، ذاتي تجربي، سمجهه ۽ ڪوشش سان هٿ آيل معنيٰ کان وڌيل لطف ڏئي نٿي سگهندي منهنجيءَ ذاتي راءِ موجب، شاعريءَ جو اصل ڪمال ان جي جمال ۾ ئي لڪل آهي، جيڪو ڪڏهن شاعر لفظن سان خلقڻ جي ساحري ٿو ڪري ته ڪڏهن تصورن ۽ ويچارن جي انوکائيءَ سان ڪين صورت ٿو بخشي. اسين جڏهن هڪ تخليقڪار جي دنيا ۾ داخل ٿيڻ لڳون ٿا، تڏهن دراصل تصور جي رَٿ تي چڙهي، حقيقتن جي جهان جو مشاهدو ڪرڻ ٿا نڪرون. تصور جو اهو رَٿ اسان کي حقيقتن جا اهڙا اهڙا رخ ۽ پهلو اسان سان متعارف ڪرائيندو ٿو هلي، جو خود حقيقتن تي به حيرانيءَ جا نوان نوان در کلڻ ٿا لڳن.

تنهنجي پاڪي پاتي کان پو پٿونر پليا
ڪيڏي منهنجي ڪپڙن ۾ سرهاڻ رهي ٿي.

بظاهر هيءَ محبت جو هڪ عام ۽ رواجي شعر محسوس ٿو ٿئي- پر ٿوريءَ دير لاءِ سوچجي، ته ڇا محبت جي ڪا شيءَ رواجي به ٿيندي آهي؟ محبت ته رواجن جو ضد آهي، رواجن سان بغاوت آهي، رواجن کي ٽوڙي، آزاديءَ جي هٻڪاريل هوائن ۾ وڏا، پرپور ۽ سُرها ساهه کڻڻ جو نالو آهي. ان ڪري هيءَ شعر به رواجي چئي نٿو سگهجي. منجهس محبت جهڙو ئي غير رواجي احساس ساهه کڻندي محسوس ٿئي ٿو.

جيتوڻيڪ شعر ۾ پٽائيءَ جي ترڪيب "اچن پئونر پنيولٿا" جي مهڪ آهي، پر مختيار انَ کي پنهنجي مشاهدي منجهان دريافت ڪيو آهي، تنهن ڪري ان جي پنهنجي شخصيت جڙي پيئي آهي. اهڙا ٻيا بہ ڪئين شعر آهن. جيڪي پٽائي، استادِ ۽ خود مختيار جي پنهنجن همعصر شاعرن کان متاثر هجڻ جي ساک ڀرين ٿا. پر انهن کي مختيار "ڪاپي" يا "سَرڪي" جي الزام کان بچائڻ ۾ نهايت خوبصورتيءَ سان ڪامياب ويو آهي، ڇو تہ هو هڪ شاعر آهي ۽ ڪو بہ شاعر ڪنهن بہ ٻئي شاعر کان متاثر تہ ٿي سگهي ٿو پر ان جي "ڪاپي" نٿو ڪري سگهي- ڇوّ تہ ان سان هنَ جي پنهنجي، شخصيت ڍهي پوندي آهي.

شاعري تپسيا بہ آهي ۽ مسافري بہ آهي. ان کي ڪجهہ منڪشف بہ ڪرڻو آهي ۽ ڪن تجربن کي ساڻ بہ رکڻو آهي. اها وقت جي سيني مان اپريل رڙ بہ آهي ۽ ان ۾ ڪپندڙ خنجر بہ آهي. ان ڪري، خواص بجاءِ عوام ئي ان جو صحيح مخاطب آهي- ۽ جڏهن شاعريءَ جو آڊينس(ٻڌندڙ) عام ماڻهو هجي، تڏهن ان جي ٻولي، اسلوب، ترڪيبون توڙي لغت بہ اهڙي هجڻ گهرجي، جيئن ان جو ابلاغ ممڪن بڻجي سگهي. ان جو مثال لوڪ گيت آهن. لوڪ گيت جي ٻولي جيتري فطري، سلوڻي، ميٺاج ڀري ۽ پُر اثر ٿئي ٿي ۽ جيترو ان جو پيشڪش جو انداز دلڪش سادگيءَ جي اتانهينءَ کي ڇهي ٿو، ايترو ئي ان ۾ شعري لذت ۽ لطف جي انتها ٿئي ٿي. ماڻهو جنهن شعر کي ماڻي نٿا سگهن، اهو شعر ابجد جو حساب يا ڪو سائنسي فارمولو تہ ٿي سگهي ٿو شعر ٿي نٿو سگهجي. مختيار وٽ اڪثريتي شعر اهڙا ئي آهن، جيڪي ماڻهن جي اڪثريت ماڻي سگهي ٿي ۽ انهن شعرن جو هڪ وڏو تعداد پنهنجي خيال ۽ اسلوب جي عواميت سبب ڪافي دل ڇڪيندڙ بہ آهي. هو جڏهن چوي ٿو "توسان پيار اپار الا وو، تو سان پيار اپار"، " چانڊوڪيءَ ڏوتل هئي، راڄ ڏٽيءَ جي ڏيءُ"، "تنهنجو هٿ ڇهاءِ، مهڪائي ويو مير کي"، "منهنجو عشق امام، سَرلاَ سڪ مان ٿي چوي، سيني منهنجي سام ڏڪ ڏڪ دل سان ٿو ڪري"؛ "تنهنجو منهنجو پيار، جنمن کان جيئندو اچي"، تنهنجي ديد ديا، چانوَ ڪري منهنجي مٿان؛ اوندهہ منجهہ ڏيا، سڪ تنهنجيءَ جو سوجهرو"- تہ ايئن ٿو محسوس ٿئي، شاعر عام ماڻهوءَ جي دل سان گفتگوءَ ۾ رڌل آهي، ۽ اها گفتگو بہ "دل جي دل سان گفتگوءَ" وانگر آهي، جنهن ۾ محبت جهڙي ڳُوڙهي سادگيءَ ۽ حسن جهڙو ڪليل ڪرشمو گڏگڏ ساهہ کڻن ٿا. ڪن شعرن ۾ تہ هڪ خاص قسم جي نرالي دلڪشي ۽ اصلوڪي سڳنڌ آهي، جيڪا ڪنهن بہ زرعي سماج جي شاعريءَ جو سڃاڻپ ڪارڊ ٿيندي آهي.

تنهنجي ڪري سڃاڻ ٿي، هن سونهن جي جهان سان
تنهنجي وجود پيار جو سائو رکيو آ سَرُ پرين.

...

تو ريءَ آهيان ايئن، جوئر جا ڪانا ڦِڪا
تو سان جيون جيئن، منڙي ٿُري وات ۾.

...

منهنجي دل سورج مکي، ساجن تون آن سج
جاتي ٻي تون هج، منهنجو من، تنهنجي طرف.

...

ڪِڙ تي آيونءَ ڪوڙ سنبري ساجهر ڇوڪريون
آهہ ٻنيءَ ڏي ڊوڙ سنگ ڇونڊيينديون سڪ ڄڻا.

مختيار پنهنجي مشاهدي کي پنهنجي تخليقي تجربن طور ڪافي هنڌن تي بيحد خوبصورتيءَ سان ڪم آندو آهي، جيڪا ڳالهہ ئي هڪ شاعرَ کي شاعر ٿي رهڻ لاءِ جواز فراهم ڪري ٿي. ڇاڪاڻ تہ شاعري فقط لفظن جي بازيگري نہ آهي، بلڪ اها تجربن جو حسناڪ اظهار بہ آهي، هن جي شاعريءَ جو پسمنظر خاص طور ڌيان طلب آهي، ڇو تہ سنڌي شاعريءَ جو اهو ئي اهو پسمنظر آهي، جنهن وسيلي اسين سنڌ جي بنياد يا اصل کي سمجهڻ جي اهل بڻجون ٿا. نئين ۽ خاص طور نثري شاعريءَ کي هڪ بيماري اها بہ لڳل آهي تہ ان ۾ ماحول، منظرن، واقعن توڙي ڪردارن جي اوپرائپ ڪاهي پئي آهي. پنهنجي زمين ۽ پنهنجي مٽيءَ جو هڳاءُ ان جي هٿن مان ڇڏائبو پيو وڃي. مختيار ۽ ان مڪتبہ فڪر جا ٻيا شاعر، سنڌيءَ ۾ اڃا تائين پنهنجي ڪلاسيڪل شاعرن توڙي جديد دور ۾ اياز ۽ استاد وارن جي ان روايت جي رسيءَ کي مضبوطيءَ سان جهليو بيٺا آهن، جنهن آڌار شاعريءَ کي پنهنجي وطن ۽ ان جي رهواسين جي ترجمانيءَ جو فرض بہ ادا ڪرڻو آهي. اهڙي فرض ادائي دوران ڪٿي ڪٿي شاعري بلاشڪ تہ تخليقي سونهن بہ وڃائڻ لڳي ٿي، پر سچ تہ اهو بہ آهي تہ فرض جي ادائگي يا ذميواريءَ جو احساس حسن کي ڪٿي ڏسندو آهي.

هن جي شاعريءَ پنهنجي پسمنظر لاءِ ان ئي ماحول جي چونڊ ڪئي آهي، جنهنَ ۾ اها پيدا ٿي آهي، پهريان ساهہ کنيا اٿائين، ڪيڏي آهي ۽ بالغ ٿي آهي ۽ ظاهر آهي تہ هن کي اهو سفرسچي حياتي جاري رکڻو آهي، ڇو تہ تخليقي بلوغت جو عمل تہ مسلسل ۽ هميشہ جاري رهڻ وارو عمل ٿيندو آهي، جنهن جي غير متحرڪ ۽ جامد ٿيڻ سان تخليق جو درياءُ ڍُٻي جي صورت اختيار ڪري وٺندو آهي. اسان وٽ ڪيترا ئي شاعر پنهنجي تخليقي بلوغت تي پهچڻ کان اڳ ئي فنڪار جي حيثيت ۾ "پرلوڪ پڌاري" ويا. ڪيترا بلوغت جي شروعاتي ڏينهن جو لطف ماڻي، سڄي حياتي ان تي ئي ڪڳيون هڻندا نظر آيا. تمام ٿورن شاعرن اهو سفر سڄي زندگي مرڻ نہ ڏنو آهي ۽

اهڙا شاعر مشڪل سان ئي آڱرين تي ڳڻي سگهنداسين. سنڌ جي نوجوان شاعرن جي اڪثريت تخليقي بلوغت  کي پهچندي ئي، پنهنجو سفر تمام ڪري چڪي آهي. توهان ڏسندئو تہ تمام گهڻا مقبول شاعر بہ سالن کان وٺي ڪل ائن ڏهن شعرن جو ڪٽيو ڪائيندي نظر ايندا. ساڳيءَ ريت ڪيئين مقبول فنڪار ڪل ٻن ٽن ڪلامن جي ڪمائيءَ تي ئي عمر پر گذارو ڪندا رهيا آهن. اها اسان جي اهڙي بدقسمتي آهي، جنهن جو علاج شايد قسمت وٽ بہ نہ آهي. اميد تہ مختيار اهڙين سمورين روايتن جي ابتڙ ويندو ۽ پنهنجي تخليقي تپسيا کي ڪڏهن بہ جهڪو ٿيڻ نہ ڏيندو.

مختيار جا ڪي شعر دل پڄائڻ جو ڪم ڪن ٿا تہ ڪي اکيون پڄائڻ جو. ڇو تہ انهن ۾ هڪ گهايل دل جي پيڙ بہ اکيون چنبندي نظر اچي ٿي تہ حسن جي سحر ۾ ورتل شخص جي احساسن جي بہ منظرنگاري آهي. خاص طور عشقيہ موضوع هن جي آنٽي چڙهيل ٿا ڏسجن، جن ۾ سندس اظهار وڏيڪ وڻندڙ ۽ تخيل وڏيڪ سِراڻ چڙهيل آهي.

اڳيئي گهٽي دل آ دردن دکائي
اڏين ٿو اجا تون بہ گهورن جا گهاٽا
محبت ۾ مختيار مون چا وڃايو
ٿيا . عشق ۾ گهورَ ڪيئي گهراٽا.

....

موسيقيءَ ۾ ٺهڪ ها، ڇوڙين جو سنگم
ويگن ۾ سپ گم، آءُ انهن ۾ اوپرو.

اجا بہ جي هو پنهنجن شعرن کي وڏيڪ ڏيان ۽ وقت ڏئي ها، تہ شايد اهي پنهنجي اثر ۽ خوبصورتيءَ ۾ مثالي بڻجي سگهن ها. پر شاعر جي سهل پسندي، انهن کي ڪٿي ڪٿي هلڪو بڻائي ڇڏيو آهي ۽ انهن جي گهرائي ۽ ڳهاٽائيءَ کي ڌڪ رسيو آهي. بيتن ۾ تہ ڪٿي ڪٿي اها سطحيت ڪجهہ وڌيڪ ئي شدت سان محسوس ٿئي ٿي. خاص طور مير علي نواز ناز- باليءَ ۽ امانت مغل- پروين وارن سُرن ۾، جتي شاعر جي ردعمل ذاتي ڪاوڙ جي صورت اختيار ڪري ورتي آهي ۽ جذباتيت شعري لطافت کي ميرانجهو ۽ بي لطف بڻائي ڇڏيو آهي. مونکي هن جي "ويلنٽائن"، "سنڌو" ۽ "شيخ اياز" تي لکيل شعرن بہ ايترو لطف نہ ڏنو. شايد اُن جو هڪ سبب اهو بہ هجي تہ انهن ۾ جذبي جي شدت ۽ گهرائي گهٽ آهي. منهنجو خيال آهي تہ هن مجموعي ۾ ڪي شعر اهڙا بہ آهن، جن کي مجموعي جو حصو نہ بڻجڻ کپي ها- پر ظاهر آهي تہ اهو حق شاعر کي ئي حاصل آهي، تہ هو انهن کي ڪتاب جو حصو بڻائڻ چاهي ٿو يا نہ. هن ڪتاب جي هڪ محسوس ٿيندڙ ڳالهہ اها آهي، تہ شاعر شعوري طور پنهنجن اصلوڪن گهاڙيٽن ۽ تخليقي روايتن کي اپنايو آهي، جيئن بيت ۽ سُر واري روايت آهي. اجا ڪجهہ عرصو

ٿيو تہ مختيار جي همعصر شاعر عزيز ڪنگراڻيءَ جو ڪتاب ”ٽڙ ٽڙ تي طوفان“ شايع ٿيو آهي، جنهن ۾ پڻ شاعر سُر جي روايت کي نئين سر جيئارڻ جي ڪوشش ڪئي هئي ۽ هن ان ڪتاب ۾ اڳ ڳايل ڪردارن ۽ موضوعن کان علاوه ڪن نون موضوعن کي بہ ڇُهيو آهي. هن ڪتاب ۾ مختيار ”مير باگي ۽ سونيءَ“ جهڙن غير روايتي رومانوي ڪردارن کي بہ ڪافي خوبصورتيءَ سان ياد ڪيو آهي.

سونو سج ايريءَ پيو سِوني آهي سارڻ
محبت جو مانداڻ، ڪپڙن ۾ ماپان نٿو.

مختيار کان اڳ ۾ سندس همعصر ۽ پاڙيسري شاعر علي دوست عاجز ”سوني باگو“ جي نالي سان هڪ بيحد سهڻو منظوم ناٽڪ لکي، انهن ڪردارن کي ڀرپور ٽربيوٽ ڏئي چڪو آهي.

مونکي خبر نہ آهي تہ مختيار پنهنجي ڪتاب لاءِ ”سورج مکيءَ کيت“ جو نالو ڇا سوچي تجويز ڪيو آهي، پر سورج مکي هڪ اهڙو گل آهي، جنهن کي ساريءَ دنيا جي آرٽ ۾ هڪ ڀرپور اهڃاڻ جي حيثيت حاصل آهي. ڇو تہ سورج مکي واحد اهڙو گل آهي، جيڪو سورج سان اکيون ملائڻ جو عادي آهي. جنهن جو ڪنڌ هميشہ سورج ڏانهن ئي ڪنيل هوندو آهي ۽ سورج جي منهن موڙيندي ئي مٿس مايوسيءَ جا پاڇا لهڻ لڳندا آهن. ”سورج مکيءَ جا کيت“ سڄيءَ دنيا ۾ ٽين ٽا ۽ هر هنڌ انهن جي دلڪشي ۽ دلفريبي هڪ جهڙي آهي. ان ڪري ان کيت جي هڪ ڀاري هميشہ کان فن جي دنيا ۾ بہ ڪِڙيل رهي آهي. ”وان گاگ“ جي مشهور پينٽنگ کانئُ وٺي شيخ اياز امداد حسينيءَ ۽ مختيار گهمري جي شاعريءَ تائين۔ اهو کيت سدائين شاداب رهيو آهي. موهڻ ۽ تازگي آڇڻ ۾ ان کِيت کي هڪ قدرتي اهميت حاصل آهي، جنهن جي پيلاڻ پنهنجي پاند ۾ ڪلاڪارن توڙي ڪلا پسندن لاءِ خوشيءَ، چِڪ، دوستيءَ ۽ بسنت جو ڀرپور احساس پيٽي آندو آهي. ان ڪري جڏهن ايڪيهين صديءَ جو شاعر مختيار گهمرو پنهنجي شاعريءَ لاءِ ”سورج مکيءَ کيت“ جو استعارو ٺو ڪتب آڻي، تہ ڏاڍو سياويڪ ٿو لڳي ۽ اها روايت بہ جدت جهڙو لطف ڏيڻ تي لڳي.

(هيءَ تحرير شاعر مختيار گهمري جي زندگيءَ ۾ ئي سندس ايندڙ شعري مجموعي ”سورج مکيءَ کيتُ“ لاءِ مهاڳ طور لکي وئي هئي. اڄ جڏهن هُو اسان ۾ موجود نہ رهيو آهي، تہ سندس يادگيريءَ طور هِتي ڇپي وئي آهي.)



نثري نظم



نند جويري

## ديوار تي

ديوار تي
برسات جو پاڻي
اسيمر شڪليون جوڙي ٿو

ايندڙ ويندڙ
هر ڪوئي
پنهنجي پنهنجي نظر سان
ديوار تي شڪل ۾
پنهنجو پنهنجو ارٿ
پنهنجو پنهنجو سچ پائي ٿو

ديوار تي
هڪ شڪل
مون به ڏٺي آهي
پنهنجي ئي آرٿ سان
پنهنجي ئي سچ سان
شايد تو به
هڪ شڪل
ڏٺي هوندي
پنهنجي ئي ارٿ سان
پنهنجي ئي سچ سان
۽ پڪ سان
هڪ شڪل
هِنَ ۽ هُنَ
به ڏٺي آهي
پنهنجي ئي هڪ ارٿ سان
پنهنجي ئي هڪ سچ سان
شايد
هڪ ارٿ
هڪ سچ
سرجاتا ديوار جو به هوندو
سڀ جي ارٿن کي سرجي
سڀني جي سچن کي سانڍي
منهنجي سچ.... تنهنجي ڪوڙ
يا
منهنجي ڪوڙ... تنهنجي سچ
جو سرجڻ ڪري
سرجڻ جو پالڻ ڪندي
انيڪ ارٿن جي
حرڪتن کي سانڍي
حرڪت هيڻ ديوار
اچل ديوار
بيٺي آهي
بيٺي آهي
سچ ڪوڙ جو
بچ بٽي
سچ ڪوڙ جي
ڪُٽ بٽي
نرجيو ديوار
بيٺي آهي
تنهنجي منهنجي

سچ کي
ڪلهو ڏيندي
نرجيو ديوار بيٺي آهي!

سياڻي
وري برسات پوندي
هڪ سان
سڀ آڪار متجي ويندا
سڀ سچَ
سڀ ڪوڙَ
بدلجي ويندا
تنهنجو سچ منهنجي ڪوڙ کي
ڪاٽي ويندو ديوار تي
برسات جو پاڻي
تنهنجي منهنجي
هِنَ ۽ هُنَ جي
قبوليت سواءِ
سڀ سچ بدلجي ويندا
سڀ ڪوڙَ بدلجي ويندا
هڪ سان سڀ
بدلجي ويندا
آچيت ديوار
نرجيو ديوار
پنهنجي ئي سچ سان
بيٺي هوندي
اچيتن
چيتن جو آڌار بڻي.

○○

## ادل سومرو

### مادري ٻولين جو عالمي ڏينهن

سنڌي ٻوليءَ بابت
سيمينار جي صدارت ڪندڙ
وزير جا ٻارَ
بيڪن اسڪول ۾ پڙهن ٿا،
جتي سنڌي ٻوليءَ کي
داخل ٿيڻ جي اجازت ناهي.

ڪامورن، پروفيسرن ۽ دانشورن کي
سنڌي ڪتابن کان
الرجي ٿي وئي آهي.
سنڌ ۾ اُڏوهيءَ جا ٿَٽ آهن.
سنڌي دانشور کان
سندس پُٽ پڇي ٿو:
”نُوازُ شاهه لطيف ڊيڊا!“

دهلي يونيورسٽيءَ ۾
سنڌي شعبي جو سربراهه
ڊاڪٽر روي ٽيڪچنداڻي
سنڌي رسم الخط پڙهڻ جي
ڪوشش ڪري رهيو آهي.

حليم بروهي چوي ٿو:
”جنهن ٻوليءَ کي پنهنجو
ٻڪي جو ڪوڙو ناهي
اُها ٻولي ڪهڙي!؟“
سنڌي ٻولي اٿارٽي پاران
ٻڪي جي ڪوڙي تيار ڪرڻ لاءِ
ڊاڪٽر الانا جي سربراهيءَ ۾

هڪ ڪاميٽي جوڙي وئي آهي.
تاج جويي
تعليم واري وزير کي
سنڌيءَ ۾ لکيل درخواست ڏني آهي،
پر وزير کي سنڌي پڙهڻ نٿي اچي.

ناراڻ شيام جا
سنڌي ٻوليءَ بابت اُلڪا
هاڻي سُڏڪن ۾ تبديل ٿي ويا آهن.

○○

آدرش

## تُون جنهن شهرَ ۾ رهندي آهين

تُون جنهن شهر ۾ رهندي آهين
اتي هڪ ندي وهندي آهي
نديءَ ۾ مڇيون آهن
انهن ۾ ڪا هڪ سوني مڇي ڪونه آهي
جيڪڏهن تون نديءَ ۾ تڙ ڪرين
ته سڀ مڇيون سونيون ٿي پونديون.

تون جنهن شهر ۾ رهندي آهين
اُتي هڪ باغُ آهي.
باغ ۾ وڻ سڪي ويا آهن.
جيڪڏهن تون ان باغ ۾ وڃين
ته توکي ڏسي
سُڪل وڻ ساوا ٿي پوندا.

تون جنهن شهرَ ۾ رهندي آهين
سو ننڍڙو شهر آهي
پر تنهنجي رهڻ ڪري

اُهو شهر
آسمان جيڏو لڳندو آهي.

## هِي ڪهڙو شهرُ آهي؟

نَہ ڪنهن اک ۾ سُرمو آهي
نَہ ڪنهن هٿ ۾ رابيل جو گُل آهي
نَہ ڪنهن ڪَن ۾ گُلن وارو پهراڻ آهي
نَہ ڪنهن چَپ تي مرڪ آهي
نَہ ڪنهن ڳَلَ تي لالاڻ آهي
نَہ سنڌ واهَہ تي تڙ ڪندڙ آهي
نَہ ڪو ڪٽڪ جي سُڳنڌ سان
هاري آهي
نَہ ٻگي آهي نہ گهوڙو آهي
نَہ اُها گهتي آهي
نَہ اُهو درد آهي، نَہ دري آهي
نَہ ٿي دريءَ ۾ بيٺل پري آهي
نَہ ساميءَ جي مڙهي آهي
نَہ اياز جو گهرُ آهي
نَہ ڪاهن جي قبر آهي
نَہ ڪو سَڏُ ڏيڻ وارو آهي
نَہ ڪو سَڏُ وراڻڻ وارو آهي
هي شهر تہ ڪو طِلسم هو
اک کُلڻ سان ٽُٽي پيو.
هي شهر
ڇا تہ شهر هو!
هِي ڪهڙو شهر آهي؟
مان اکين وارا خوابَ
ڪاڏي کڻي وڃان؟
ساوا وڻ ڪٿي پوکيان؟

○○

زاهد دارا ابڙو

## شايد هڪ نظم

هن شهر جي دنَ ۾ هڪ ڳوٺ آ
ڳوٺ جي وچ ۾
گوڏي جيڏي گپ ۾
آ مُون سُون ويو
هوائون آهن ڊونڊ جون مکيون هتي
اگربتي ۽ ڏپ جي اييسٽرڪٽ بوءِ
آ
گول گول پيچرا گند جون نديون
هتي.
زندگي جڻ تہ لڙهي پئي ازل کان
۽ وقت اتي ڪريل آ ڪنهن ڳڳل
گهڙيال سان
خوابن جا سينڊوچ
جن ۾ روڳي هيڊ ۽ لوڻ مرچ
موت جنهن جي تري ۾ تو رڙهي
پار ان ٿي ڏٻي جي بلڪل وچ ۾
نہ ٽا ترن!
نہ ٽا ٻڏن!
بيٺا پيا ٽا بس ڪلن.
گول گول پيچرا زندگيءَ جو دائرو
ڪٿان شروع، ڪٿي ختم
ڪاش! جي ڪوانٽم فزڪس غلط
هجي؟
۽
ڪائنات دائري ۾ نہ هجي
ڪاش جي زندگيءَ جي ڏک کي ڪوليَ
وري ناهي سگهون
ڪاش جي "سب ايٽامڪ فزڪس".
کي سمجهي سگهون
پر هتي تہ رات جي ڪکَ ۾ ڪو
صبح ڪونهي
رات جي پيٽ ۾ ٻي رات آ!
جا اڳوٺيءَ رات کان بدذات آ.

## اوڏڪي پت

اسان پنهنجي دل ۽ دماغ بہ هنن جي
چانئٺ تي رکي ايندا آهيون
۽ هوا نهن کي هڪ نظر ڏسندا بہ
ناهن.
اتي پئي پئي
اسان جي دل ۽ دماغ ڦِتي ناسي ٿِي
ويندا آهن
پراڻين اخبارن وانگر
۽ ناسي، سڙيل، پرندڙ دليون ۽ ذهن
کٽي
اسان موٽي ويندا آهيون
ايندڙ ڪيترين صدين لاءِ،
بيمار گهرن ۾
بي نشان رستن تي
ڪلرائيل پٽن تي
جتي اسان پنين ۾ انهن جي ڦٽن کي
ائين
چهندا آهيون
جيئن پنهنجي پارڙي جي ڳٽن کي
۽ پنهنجين آڱرين مان وهندڙ رت
جو ڪو نشان
ڦٽن تي پوڻ ناهيون ڏيندا!
پر پوءِ بہ اسان جي سزا ختم نہ
ٿيندي آ

هو جڏهن چاهيندا آهن
مثال جمهوريت جي ڦوڪيل
اوجهريءَ ۾
اسان جا منهن رُنبي
اسان کي زوريءَ ڏگها ساهه کڻڻ تي
مجبور ڪندا آهن
۽ اسان مان جيڪو ساهه
منجهائيندو آ
ان جي ڦڦڙن کي ٻڙڪندڙ شيهي
سان سيل ڪري
چاپيون عدالتن ۾ پچائي ڇڏيندا
آهن.
انهن عدالتن جون مقدس ڇتيون
سطح جي هر پڌرائي کان اونچيون
آهن.
۽ اسان جي لاشن جي اوڏڪي ڀتين
تي بيٺل آهن
ڪڏهن جي انهن مقدس ڇتين کي
ڪنڌ کڻي ڏسڻ به چاهيون ٿا
اسان کي پنهنجا ئي لاش هڪ ٻئي
مٿان سٽيل نظر ايندا آهن.
پلا ڪاڏي وڃون؟...

OO

روحل ڪالرو

**ٻارَ ڪنهن جا به ڪانڊي نٿا ٿين!**

منهنجو خيال آهي ته ٻاليشاهين
جي ٻارن لاءِ
هڪ ورائتي شوڪرائي، چُميون
گڏ ڪجن.
آئون ننڍي هوندي سوچيندو هُئس ته
اکرن کي نقطا نه هُجن ها ته ڇا ٿئي ها؟
۽ منهنجو پيءُ منهنجي لاءِ وات مان
زهريلين ٻلائن جو هڪ طوفان ڇڏي
ڏيندو هو
منهنجو ٻاروتڻ، پونڊن جو ڳاٽيتو
وساري ويٺو آهي
۽ منهنجي جوين اُنهن ڏينهن بابت
اظهارِ لاتعلقيءَ جو اشتهار به ڏيئي
ڇڏيو آهي
ڇو ته منهنجو اهو پنڌ، ڊپ ۾
پگهريل هوندو هو.
برسات وَسڻ کان پوءِ به اوڪ ٿي
ساوڪ آهي
۽ ننڍڙا ڏراڙ ننڍڙيون نِمون ٿڏارن پيا
منهنجي دل ٿي چاهي ته
آئون اُنهن کي ڪُجهه محبتون به
ٿڏاري ڏيان
ڇو ته هُو شام جو گهرِ وڃڻ کان پوءِ
ٻُورين، ڪنڊين جو ڪير پيئڻ کان
اڳي سُمهي پوندا آهن
هر ٻارِ اسمگل ٿيڻ کان انڪاري
هوندو آهي

هر ڀيرو وٽ رانديڪن جي تمنا
ڪنڊڙ هڪ دل هوندي آهي.
دُنيا جو ڪو به پرُوفيسر
ڪنهن به ٻار کي بارشن ۾ وهنجڻ
کان روڪي نٿو سگهي.
ٻار ڪنهن جا به ڪانڊي ڪونه ٿا ٿين
ٻار جيڪي بي بي سي جي،
سئربين، ٻُڌن ٿي ڪونه ٿا.

**توکان پوءِ**

مون ڪنهن رسالي ۾
ميران ٻائي جو ڪو دوهو پڙهيو هو
توکي نلڪي تي پير ڌوئيندو ڏسي
مون کي انهيءَ دوهي جي معنيٰ
سمجهه ۾ اچي وئي هئي.
آسمان ۾ اُڏامندڙ ناسي ۽ اڇا ڪڪر
ڪاچ ۾ ڳايل تنهنجي سر تين جي
لاڏن جهڙا آهن
ڪلهه مون بازار ۾، ڪنهن کي
ڪو مهانگو پرفيوم وٺندي ڏٺو هو
۽ مون هوا کي رستي تي روڪي
تنهنجي نالي هڪ خط پوسٽ ڪيو هو
جنهن ۾ مون لکيو هو "منهنجي
پياري...
چانهن پيئڻ کان پوءِ چپن تي چُهتيل مِٺاڻ
سنڀالي رکجان، يا جلدي جلدي
موڪلي ڏي."
مون تنهنجي وڃڻ کان پوءِ اهو سوچيو ته
تنو روز سڙي ٿو ۽ ڪارو ٿيندو وڃي.
مون توکي جام ڳوليو آهي

پر تون ڀِٽائيءَ جي رسالي ۾ گُم ٿي
وئي آهين
تنهنجي وڃڻ کان پوءِ مون لاءِ
پنهنجو پاڻ کي اڌ چريو چوڻ ڪو
مسئلو ناهي
تون چوندي هئينءَ، ڏاڙهونءَ جا داڻا
ڪو پکي چُڳي نٿو سگهي
تو کان پوءِ روشنيءَ کي ڪو اغوا
ڪري ويو آهي.

OO

فراق هاليپوٽو

**توکي هڪ خط پوسٽ ڪيو اٿم**

توکي هڪڙو خط پوسٽ ڪرڻ
وسري ويو اٿم
جنهن ۾ سمورين قلواڙين جو تولاءِ
نيا پيو هو
جنهن ۾ گهاٽي مينهن ۾ وڻ ڌوپجي
رهيا هئا
خط ۾ تولئه جبل جي پيروئن جا به تي
ٻيڪ هئا
انهيءَ خط ۾ تنهنجي گهاگهر لاءِ ٿڌو
پاڻي به هو
اهو خط پڙهڻ کان پوءِ توکي پنهنجي
بخار معلوم ڪرڻ لاءِ
ٿرماميٽر جي ضرورت ڪونه پوي ها
نه ئي توکي ڪنهن نجومي کي هٿ
ڏيکارڻو پوي ها
نه ئي ٻاڙي مان لنگهندڙ ڇچ ڏسي
توکي سچ جي تپش جو احساس ٿئي ها
۽ توکي اهو به معلوم ٿئي ها ته

بهار اچڻ سان نم پور ڇو جهليندا آهن
اهو خط انهيءَ برف کي به پڙهايو هئم
جيڪا ڀاڙن تي ڪرندي ئي ڳرڻ لاءِ آهي
انهيءَ گهنڊ کي به پڙهايو هئم
جيڪو گڙڻ مهل سمجهي وٺندو آهي ته
هي هٿ ڪنوارا آهن
انهيءَ گهڙي کي به پڙهي ٻڌايم هئم
جيڪو ڇيلهه تي ڪجهه بعد
شاعرن کي اڌ تي به ڪونه پڇندو آهي
توڙي جو ڪافي سارا خط توکي
موڪليا اٿم
پر اُهو خط پوسٽ ڪرڻ وسري ويو آهي!

## آئون پنهنجي شاعريءَ ۾ وڻ به پوکي ناهيان سگهيو

تون مون کي تعمير ڪرڻ لاءِ
موهن جي دڙي جي مٽي ڪٿي آئي آهين!
منهنجا جهونا ڦٽ پنهنجي جواني ياد
ڪري
چرچ جي ڪبوترن جيان مون ۾ هُو
هُو ڪري رهيا آهن
فنا جو فلسفو مون کي دير سان سمجهه
۾ آيو نه ته آئون توکي اڳ ۾ ئي
حاصل ڪري چڪو هجان ها!
چپن ۾ دٻجي ويل سيئي لفظ
ملبو هٽڻ جو انتظار ڪري رهيا آهن
تنهنجي ڳالهين جي پنڌ مون کي
ٿڪائي وڌو آهي
۽ آئون پنهنجي شاعريءَ ۾ وڻ به
ناهيان پوکي سگهيو
تون موهن جي دڙي جي نرتڪيءَ جيان
مون ۾ هر هر ڇو ٿي نچين؟

ڪٿي مون ۾ پيچي نه پوين!
ڪنيار ته سڀ مون سان ڪاوڙيل آهن
منهنجي اکين جي آوئي توکي ساڙي
ڇڏيندي
تون پاڻ کي ڳولهي ۽ ڳالهائي پوءِ مون
سان ملڻ اچجان!
آئون لاڙ جو گهميل شاعر آهيان
مون کي تعمير ڪرڻ لاءِ تنهنجون
مرڪندڙ اکيون ئي ڪافي آهن
موهن جي دڙي جي مٽي
منهنجي اجل جو ڪارڻ بنجي پوندي!

OO

ضياءُ شاهه

## ذائقو

اوجاڳن ۾ وڏو مزو آهي
رڄ پنيان ڊوڙڻ ۾ به
راحت لڪل آهي
درد، جيڪو نسن ۾
رت سان گڏ ڊوڙي ٿو
ان جو ذائقو پنهنجو آهي.

OO

ممتاز مهر

## هاسٽل

ليزلي لوئس ولسن
تنهنجي نالي ناهيل هاسٽل
انگريز سرڪار پڇاڻان
ساڳي پوءِ جناح هاسٽل
جتي آءِ آءِ قاضي

ليڪچر ڏيندو هو
سنگت جون گڏجاڻيون
ٿينديون هيون
رات اونداهيءَ جڏهن
دبدبيدار پروووسٽ
پروفيسر کوهاٽيءَ جو
ڪڙڪيدار آواز پڌبو هو
تڏهن ويجي لڪبو هو
پسند پسند جا ساٿي ڳولي
ڇا تہ مزا ماڻبا هئا.
هاڻ رينجرس
جي قبضي ۾ آهي
سو
ڪيئن ٿو پائين
هن ملڪ جو
ڪلچر ۽ اسٽرڪچر!

○○

## وقت

گهڙيال اوچتو بند ٿي ويو
وقت ان مان فرار ٿي ويو.
وقت جي فراريءَ جو پڌي
رولاڪ ڪپڙا لاهي نچڻ لڳا
چوڻ لڳا:
"وقت آزاد تہ انسان آزاد"
اُهي نچندا رهيا
نچندا رهيا
تان جو
پنڊ پهڻ ٿي ويا
چو تہ گهڙيال
رانياٽ ڪندي
پنهي ڪانٽن سان
نشانو بڻائي
وقت کي پيهر قيد ڪري ڇڏيو هو

○○

اي آر آزاد

## چوري

تنهنجي مُرڪ
مون تائين پهچڻ کان اڳ
چوري ٿي وئي....!
۽ توکي
خبر ئي نہ پئي
تنهنجي مُرڪ جا پيرا کڻي
مان جنهن جاءِ تي پهتس
ان جاءِ تي
تنهنجيءَ چميءَ جو نشان هو
۽ اهو نشان ڏسي
مون کي سمجهڻ ۾
دير نہ لڳي تہ:
چوريءَ ۾
ڪنهن جو هٿ آهي.

○○



# سردار عبدالمطلب لاءِ سندس نياڻين جا چيل مرثيہ

ابن اسحاق

ترجمو:زاهد حسين پيو

حافظ محمد بن اسحاق بن يسار 85 هجري ۾ مديني ۾ ڄائو ۽ 151 هجري ۾ بغداد ۾ وفات ڪيائين. نبي ڪريم ﷺ جي سيرت تي سڀ کان پهريون ڪتاب هن ئي لکيو جنهن کي نبي ڪريم ﷺ جي زندگي ۽ ان وقت جي حالات تي مستند ترين ماخذن ۾ ڳڻيو وڃي ٿو. سيرت جي ڪتاب ۾ هن حضرت عبدالمطلب جي وفات جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته وفات کان ڪجهه وقت اڳ۾ هن پنهنجي نياڻين کي گهرائي چيو ته منهنجي مرڻ کانپوءِ اوهان جيڪي اوسارا ڪنديون يا مرثيا چونديون سي مون کي هاڻي چئي ٻڌايو ۽ هنن ائين ڪيو.

سردار عبدالمطلب پٽ هاشم پاڻ ڪريم ﷺ جن جو ڏاڏو هو. جنهن جي ڪري پاڻ سڳورن جي خاندان کي هاشمي چيو ٿو وڃي. سندس نالو عامر ۽ لقب شيبا هو. سندس ڪنيت ابوالحارث ۽ ابو البطحاءُ هئي. کيس شيبہ الحمد بہ چوندا هئا. ڇو ته چڱين خصلتن جي ڪثرت سبب ۽ ڪيترن معاملن ۾ ماڻهو هن ڏانهن رخ ڪندا هئا ۽ مصيبتن ۽ وڏن واقعن ۾ جاءِ پناهہ هئڻ ڪري بہ ماڻهو سندس تعريف ڪندا هئا.

ڇو ن ته ڄمڻ وقت سندس سر مبارڪ ۾ ڪجهه اڇا وار ظاهر هئا. شيبا معني اڇا وار. ڪن جو چوڻ آهي ته حضرت هاشم وصيت ڪري ويو هيو ته پُٽ، ڄمي ته نالو شيبا رکجوس. فياض لقب سان بہ مشهور هو. پکي پکڻن کي کارائڻ ڪري، کيس مُطعم طيرالسماءَ بہ چوندا هئا. پنهنجي قوم ۾ شرف ۽ شان جي عظمت سان معروف هو. عزت نفس ، آبرو گهراڻي، سونهن، سهڻن اخلاقن ۽ سٺي ڪردار ۾ انهي جو ڪو

همسر ڪو نہ هو. سندس پيشاني ۾ چمڪ ۽ بادشاهي هيبت نمايان هئي. مطلب تہ سندس چڱايون ڳاڻاٽي کان ٻاهر هيون. چون ٿا تہ عبدالمطلب پهريون شخص هو جنهن (مڪي ۾) خضاب، ميندي استعمال ڪئي. هن خون بها هڪ سو اٺ مقرر ڪئي. ڪيس ٻارنهن پٽ (جن ۾ نبي ﷺ جو والد سردار عبدالله ۽ علي عليہ السلام جو والد سردار ابوطالب بہ شامل آهن) ۽ ڇهہ ڌيئر هيون. (مترجم)

پاڻ ڪريم ﷺ جن اٺن ورهين جا هئا اها ڳالهہ هاٿين واري سال ([1]) کان اٺ سال پوءِ جي آهي، جو سندن ڏاڏو انتقال ڪري ويو. اها تاريخ مون کي سندس خاندان جي هڪ فرد العباس بن عبدالله ٻڌائي. محمد بن سعد مونکي ٻڌايو تہ جڏهن حضرت عبدالمطلب سمجهيو تہ هاڻي سندس لاڏاڻي جا ڏينهن قريب آهن، تڏهن هن پنهنجن ڇهن ئي نياڻين صفيہؓ، بيبي برهؓ، عاتڪہؓ ام حڪيم البيضاء،اميمةؓ ۽ بيبي اروئ کي گهرايو ۽ کين چيو تہ اهڙا مرثيہ ٺاهي/چئي ٻڌايو جيڪي اوهان منهنجي مرڻ کان پوءِ چونديون. پنهنجي مرڻ کان اڳ آءٌ اهي ٻڌڻ ٿو چاهيان!.

<u>صفيہؓ بنت عبد المطلب پنهنجي والد جي ڏک ۾ چيو:</u>

ڏکويل عورتن جي اوسارن جي پٽڪي ۽ زندگي جي راهہ جي چوٽيءَ تان ڪنهن مرد جو ماتم ٻڌي، منهنجي ننڊ ڦٽي وئي آهي. جنهن جي ڪري آءٌ اشڪبار ٿي وئي آهيان. منهنجي ڳلن تان موتين وانگر لڙڪ لارون ڪري وهي رهيا آهن. هڪ نيڪ مرد لاءِ، جو ڏڪاريل هو نہ ڪي محتاج. جنهن جون نيڪيون سيني آڏو چٽيون هيون.

فياض، شيبا، خوبين جي کاڻ
ابوالخير، چڱاين جو وارث
گهر وارن سان مخلص، پرجهلو
هميشہ پُر عزم، پنهنجو پاڻ تي ڀاڙڻ وارو
سگهارو دشمنن لاءِ دهمان وانگر، تمام وڏو
جنهنجي پنهنجا ماٺهو ساراهہ ۽ تابعداري ڪندا هئا.
اعليٰ خاندان وارو، مرڪندڙ خليق.
جڏهن ڏاچيون (ڏڪار جي ڪري) وهڪي وجن تڏهن وڏي وس وانگي.
سندس ڏاڏو بہ وڏي مرتبي وارو هو

[1] يمن جي بادشاهہ آبره، 17 محرم تي (نبي ڪريم ﷺ جي پيدائش کان 50 ڏينهن اڳ، يعني 3 مارچ 571ع تي) مڪي تي هاٿين جو لشڪر وٺي حملو ڪيو. ان سال کي هاٿين وارو سال چيو ويندو آهي.

جنهن تي ڪو اهڙو داغ نہ هو جنهن تي شرم محسوس ڪري،
سيني تي حاوي، غلام توڙي آزاد
انتهائي مهربان، اعليٰ نسب وارو
جيڪي انتهائي سخي ۽ شينهن مڙس هئا.
ڇا انسان ڪي ماضيءَ جي عظمت لافاني بنائي سگهي ٿي؟
(افسوس جو لافنائي ناقابلِ حصول آ!)
هي پنهنجي آخري لمحن ڪي امر ڪري ويندو،
پنهنجي شاهاڻي شان ۽ اصل جي ڪري!

سندس نياڻي بَرۃؓ چيو:

اي اکڙيون، پهنجا موتين جهڙا قيمتي لڙڪ وهائڻ ۾ اڄ ڪا بہ ڪسر نہ ڇڏجو
ان ڪشاده دل واري لاءِ جنهن وٽان ڪڏهن بہ ڪو سوالي خاليَ نہ وريو.
اعليٰ نسب وارو، پنهنجن مُهمن ۾ ڪامياب
سهڻي چهري ۽ وڏي وقار وارو.
شيبا، ساراهہ جوڳو شانائتو پروقار سگهارو نالي وارو
رحمدل، مشڪلات ۾ مڙس ماڻهو
ڏاتار دل کولي تحفا / ڏاڻ ڏيڻ وارو.
پنهنجن ماڻهن کان هميشہ اڳيرو
چوڏهين جي چنڊ وانگر پُرنور.
موت آيو ۽ هن کان ٽارو نہ ڪيائين،
تبديلي، قسمت ۽ تقدير هن تي غالب اچي ويون.

هن جي نياڻي عاتڪہؓ چوڻ لڳي:

جڏهن سيڪو سمهي پوي
تڏهن اي اکڙيون، توهان برسي پئو روئڻ ۾ ڪا بہ ڪنجوسي نہ ڏيکارجو
پنهنجو منهن مٿو پٽيندي
بي حساب روئجو
دير دير تائين دل کولي روئجو.
ان لاءِ جو نہ اچا جُهورهو نہ ڏُٻرو.
مضبوط، ضرورت مهل ڪم اچڻ وارو، سخي
نيڪ نيت، قول جو پڪو

شيبا، ساراهہ جوڳو پنهنجي قول کي پاڙڻ وارو
اعتبار جهڙو ۽ پر اعتماد.
جهيڙي ۾ جوالا / تکي تلوار وانگي
دشمن کي ڏڦ ڪري ڇڏڻ وارو
آسان مزاج، هٿ جو ڇُوٽ (فياض)
وفادار، قابلِ فخر، صاف سٿرو سٺو
هن جو خاندان انتهائي گهري عزت جو مالڪ هو
ايڏي عظمت حاصل ڪيائين، جتي ڪو بيو پهچي نہ سگهيو.

سندس نياڻي اُم حڪيم البيضاء چيو:
روئو اي اکيون روئو پنهنجا لڙڪ نہ لڪايو
روئو هڪ آزاد منش ۽ سخي لاءِ روئو.
اي اکڙيون منهنجي حال تي افسوس ڪيو ۽ منهنجي غم / رئڻ ۾ شريڪ ٿيو
ان پلي ماڻهو لاءِ روئو جو خطرن جو شهسوار هو.
توهانجو بهترين پيءُ، جو مٺي پاڻي جو چشمو هو.
شيبا، فياض، ڀڳڙو
مزاج ۾ آزاد منش، جنهنجي تحفن جي هاڪ هئي
گهر وارن لاءِ سخي، سهڻو
ڏڪار ۾ سانوڻي جي اميد جهڙو
پالن ۽ ٻڙچين ۾ شير وانگي
هن جي گهراڻي جون عورتون هن تي فخر ڪنديون هيون.
ڪنانہ جو سردار جنهن ۾ انهن جون اميدون آهن.
جڏهن ٻُرن ڏينهن برٻادي آندي
مصيبتن ۽ ڳُوڙهين ڳٽتين ۾ جاءِ پناهہ.
روءُ، هن جي لاءِ ڏک کان ڪنارا ڪش نہ ٿي
اديون جيسين جيئريون آهيو تيسَين روئو!

هن جي نياڻي اميمة چيو:
افسوس! ماڻهن جو ڏنار هڪڙو ڏاتار، ڏيهہ ڇڏي ويو
جيڪو حاجين کي پاڻي پياريندو هو.
اسانجي عزتن جو محافظ هو

جيڪو بي آسرا ۽ پتڪندڙ مسافرن کي گهر وٺي ايندو هو
جڏهن قدرت آفتون نازل ڪندي هئي.
تون اهڙو سلڇڻو ۽ بدوروپٽ هئين، جهڙو ڪوتي سگهي،
او شيبا! تنهنجو شان ۽ شهرت ڏينهن و ڏينهن وڌندي رهي!

ابوالحارث، وڏو سخي، هي دنيا ڇڏي ويو
هر ساهواري کي موت جو ذائقو چکڻو آهي
آءٌ هن لاءِ رئندي رهنديس
اهو سور مونکان زندگي پر نہ ويندو.
هن جي ياد جي تقاضا آهي تہ آءٌ دکي رهان
اي انسانن جا آقا، تنهنجي قبر تي شل ڪڪر پيا وسن!

آءٌ هن لاءِ روئندي رهنديس، توڙي جو هو مٽي ماءُ جي حوالي ٿي ويندو.
هو پنهنجي قوم لاءِ باعث فخر هو.
جيتري لهڻيائين ٿي، ايتري سندس تعريف هئي.

<u>سندس نياڻي اَرويٰؓ چيو:</u>
چڱو ٿيو جو منهنجون اکيون رنيون
هڪ فياض ۽ بردبار پيءُ لاءِ
واديءِ مڪہ ۾ وڻندڙ شخصيت وارو

نيڪ نيت، اعليٰ قدرن وارو
جود و سخا جو صاحب شيبا، خوبين جي کاڻ
سڻو پيءُ، جنهن جو ڪو همسر نہ هو
ڊگهين ٻانهن، سهڻي سياءَ وارو قداور
چوڏهين جي چنڊ وانگر روشن
سنهي چيلهہ وارو، پُرڪشش، ڀڳڙو
هن وٽ حسن، ڳُڻ ۽ وقار هو.
زيادتي تي ناراض ٿيڻ وارو
هو مسڪرائيندڙ ۽ لائق ماڻهو هو.
سندس خانداني وقار ڪنهن کان بہ لڪل ناهي.
مالڪ جي چانوَچپر ۽ فِهر جو اولاد

هن جو فيصلو آخري ڳالهہ هوندو هو.
هي جود و سخا جو صاحب هو.
جتي رتو ڇاڻ جو امڪان هوندو هو هي اتي بي ڊپو هوندو هو.
جتي هٿياربند هيسجي ويندا هئا
۽ ڪيترن جون دليون دهڪي ينديون هيون
هي اتي ڪاهي پوندو هو ۽ سندس تلوار تجلا پئي ڏيندي هئي
۽ سيني جي نگاهن جو مرڪز هوندو هو.

محمد بن سعد بنِ مصيبُ مونکي ٻڌايو تہ عبدالمطلب ان ڳالهہ جو اشارو ڪيو تہ هو انهن مرثين کان مطمئن ٿيو هو ڇو تہ ان وقت هو ڳالهائڻ جي قابل نہ هو.





# وقت دا واڪا هان

## اُستاد بخاريءَ جي سرائيڪي شاعريءَ جو جائزو

تاج جويو

اُستاد بخاري، جديد سنڌي شاعريءَ جي جوين واري دور جو شاعر آهي. جديد سنڌي شاعريءَ جي ابتدا/ پرهـ- اَيازَ جو سهرو ڪشنچند بيوس جي سِر تي آهي، پر اُن کي جديد راهہ ۽ رستي تي شيخ اياز نياز همايوني، هري دلگير ۽ نارائڻ شيام کان وٺي شمشير الحيدريءَ ۽ تنوير عباسيءَ آندو ۽ هنن جديد سنڌي شاعريءَ ۾ نوان لاڙا متعارف ڪرايا. هنن:

1. سنڌي بيت، وائيءَ ۽ گيت جي شاعريءَ کي نئين انداز نون موضوعن، نون مسئلن، نئين سگهہ ۽ نئين دور جي ٻوليءَ سان هم آهنگ ڪيو.
2. سنڌي شاعريءَ کي وچئين روايتي دور جي ماحول مان ڪڍي، اُن کي ڌرتيءَ ۽ اُن جي ماڻهن سان واڳيو.
3. غزل جي مصنوعيت ۽ پُراڻ کي نئين رنگ ۽ روايت سان ڳنڍي، اُن ۾ نئين زندگي ۽ نئون ساهہ ڦوڪيو.
4. يورپ ۽ ننڍي کنڊ جي شاعريءَ ۾ ٿيندڙ/ ٿيل تجربن مان فائدو وٺي سنڌيءَ ۾ نيون صنفون ۽ هيئتون متعارف ڪرايون.
5. سنڌي شاعريءَ کي "قومي تحريڪ" جي سِراڻ تي تيز ڪري، عوام ۾ مقبول بڻايو.

انهن نون لاڙن ۽ ڪسوٽيءَ تي شيخ اياز ۽ سندس همعصرن کان وٺي اُستاد بخاريءَ، ذوالفقار راشديءَ، عبدالحڪيم ارشد، بردي سنڌي، امداد حسينيءَ، راشد مورائيءَ، سرڪش سنڌيءَ ۽ تاجل بيوس تائين جي شاعريءَ کي ڳڻي سگهجي ٿو.

پر هن دؤر ۾ چلمِ اهڙا شاعر ٿي گذريا آهن، جن جديد سنڌي شاعريءَ کي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي روايت سان ڳنڍڻ واريءَ سنگهر جي هڪ ڀُلجي ويل ڪڙيءَ کي ملايو آهي، جيڪا ڪڙي شيخ اياز تنوير عباسي، شمشير الحيدري، ذوالفقار راشدي، امداد حسيني، عبدالحڪيم ارشد ۽ ٻيا شاعر وساري چڪا هئا. هنن جديد شاعرن بيت، وائيءَ ۽ گيت جي گهاڙيٽن، مواد ۽ موضوعن ۾ جدت آندي، سنڌي ماحول، تشبيهن ۽ زمين سان وابستگيءَ سان گڏ عام ٻولي ته ڪم آندي، پر سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ جي هڪ خوبصورت روايت/ ڪڙيءَ کي ڀُلائي ڇڏيو هو جيڪا هئي "سرائيڪي شاعري".

خوبصورت سرائيڪي شاعريءَ جي روايت، جنهن کان سواءِ هوند سنڌ جي ڪلاسيڪي شاعري اڌوري ۽ ٻُسي هُجي ها. اُن سرائيڪي شاعريءَ ۾ ڪلاسيڪي شاعرن- روحل فقير، مراد فقير، سچل سرمست، بيدل، بيڪس، خليفي نبي بخش لغاريءَ، حمل فقير لغاريءَ، خوش خير محمد هيسباڻي، رکيل شاهه ۽ چيزل شاهه کان وٺي نواب ولي محمد لغاريءَ ۽ ٻين تخيل جا جيڪي جوهر ڏيکاريا آهن، تن جي جهلڪ ۽ جَرڪ صدين تائين جهڪي ٿيڻي نه آهي.

سرائيڪيءَ جي سنڌ ۾ اهميت اُن ڪري به آهي، جو سرائيڪي، سنڌ جي وڏي آباديءَ جي مادري زبان هئڻ سان گڏ "جاڙي زبان" بلڪ سنڌي ٻوليءَ جو هڪ خوبصورت ۽ وٽندڙ لهجو (dialect) آهي. اُن جي اهميت کي روايتي دور جي جديد سوچ سان هم آهنگ شاعر، مرزا قليچ بيگ به محسوس ڪندي، سرائيڪي ڪافيون لکيون هيون. سندس هڪ سرائيڪي ڪافيءَ ۾ اُن جي ٻوليءَ جي حُسن ۽ خوبصورتيءَ جو انداز و لڳايو:

جلوا جڳ وچ رب دا هئہ،
ڪوئي واقِف رمز عجب دا هئا

ڪڏهان شمس، قمر وچ تاب ڪري،
ڪڏهان خاڪ دي اندر خواب ڪري،
ڪڏهان وِچ هوا دي آب ڪري،
اهو خالق، مالڪ، رب دا هئا

ڪيها رنگبرنگي شان ويکو
ڪيها خاڪ دي وچ خاقان ويکو
ڪيها بحر 'قليچ' بيان ويکو
ڪيتا ترڪ طريق ادب دا هئا

(حوالو: سرائڪي ڪلام الصوفيا، مرتب: سگنارام منگلداس لاڏڪاڻي، ص 45)

اها ڳالهہ اها اهميت جديد سنڌي شاعريءَ جي ڄمر سنپرندڙ شاعرن مان سڀ کان اڳ نياز همايونيءَ محسوس ڪئي، جنهن جديد لوڪ گيت ۾ ڪافيون سرائيڪيءَ ۾ لکيون. سندس موجود شعري ذخيري مان هڪ لوڪ گيت "هنبوشي" ۾ "ڪافيون" مليون آهن. اُنهن جي ٻوليءَ ۾ پختگيءَ مان معلوم ٿئي ٿو تہ نياز همايونيءَ ٻي بہ سرائيڪي شاعري ضرور ڪئي هوندي، جيڪا سندس وفات سبب دستياب نہ ٿي سگهي آهي. پر هتي اها ڳالهہ محسوس ڪرڻ لاءِ وڏو سبب آهي تہ هِن سنڌي ٻوليءَ جي اهم شاعر، ڪلاسيڪي شاعريءَ سان رشتي ڳنڍڻ جو هڪ نُڪتو "سرائيڪيءَ" کي بہ سمجهيو هو. هتي سندس 'هنيوڇي' (لوڪ گيت) جا ٽي بند ۽ هڪ سرائيڪي "ڪافي" پيش ڪريان ٿو.

لوڪ گيت

سنڌڙي اسان ڏي سانئڻ وي،
اُنهن دي ويري ڪون ڪاوي ڏائڻ وي،
پلا، جيوي اسان ڏي سانئڻ وي!

ڄمر دا چوها هنيوڇي،
ڊهہ پوسي ڊوها هنيوڇي!

تيڏي حُسن دي سؤ سؤ سانگ وي،
تيڏا عشق تليهر نانگ وي،
لڳي وِيري ڪون شل ڏانگ وي!

هُمر جُهمر هنيوڇي،
ڄمر ڄڪر هنيوڇي

(ڏرتيءَ جا گيت، ص 58_60)

ڪافي

اکيان جو ماهي چاتيان،
تيان صُبح اسا ڏيان راتيان!

سِکيا مُرڪڻ ميڏي يار جڏان،
تيسين تتل غريب ڪڏان نہ ڪڏان،
آسان هُڻ ئي ڪفنيان پاتيان:
تيان صُبح اسا ڏيان راتيان!

ساڏا عشق بہ هِڪ، اقرار بہ هِڪ،
ساڏا روپ 'نيازڻ' يار بہ هِڪ،

تيڏي حُسن ديان لک ذاتيان!
ٿيان صبح اسا ڏيان راتيان!

جديد شاعرن مان ٻيو اهم شاعر عبدالڪريم گدائي هو جنهن جي شاعريءَ جي ڪليات ۾ صرف هڪ سرائيڪي "ڪافي" ملي ٿي. اُن جو انداز ۽ مواد قديم ڪلاسيڪي شاعريءَ وارو آهي، پر ٻوليءَ ۽ پيشڪش مان جديد شاعريءَ جي جهلڪ ملي ٿي:

ڪافي

اِهو برهه بارُ اُٺاوڻ تون،
مين صدقي نينهن نڀاوڻ تون!
مين صدقي نينهن نڀاوڻ تون!
ڪٿ يوسف وچ ڪنعان ڏٺم، ڪٿ سرمد وچ سلطان ڏٺم،
ڪٿ شاهه عنايت شان ڏٺم، سر نيزي نوڪ چڙهاوڻ ٿون!
مين صدقي نينهن نڀاوڻ تون!
ڪٿ يار ڏٺم، اغيار ڏٺم، سڀ صورت وچ سردار ڏٺم،
هر شيءِ وچ جلوه يار ڏٺم، رنگ رنگ دي رنگ رچاوڻ تون!
مين صدقي نينهن نڀاوڻ تون!
('لاٽ ٻرندي رهي' _ ص 60)

نياز همايونيءَ ۽ عبدالڪريم گدائيءَ کان پوءِ ٽيون اهم جديد شاعر "بردو سنڌي" آهي، جنهن وڏ ۾ وڏ سرائيڪي شاعري ڪئي آهي ۽ اها حقيقت محسوس ڪئي آهي ته سرائيڪيءَ کان سواءِ جديد سنڌي شاعريءَ جي تاريخ مڪمل نه ٿي ٿي سگهي. بردي سنڌيءَ جي مادري زبان سرائيڪي هئي، ان ڪري هن جي زبان ۾ رواني ۽ ميٺاج وڌيڪ آهي. هتي هڪ ڳالهه واضح ڪريان ته سرائيڪي بنيادي طور بيت، دوهي، ڪافيءَ ۽ گيت جي زبان آهي، جو ته جيڪو ميٺاج ۽ لفظي ۽ نحوي سٽاءُ سرائيڪيءَ ۾ موجود آهي، اُهو ٻي ٻوليءَ ۾ گهٽ آهي.

سنڌي شاعريءَ جي نئين جاڳرتا (renaissance) ۾ ٻين سڀني ڳالهين جي revival ٿي، پر جديد سنڌي شاعرن ڪافيءَ جي صنف تي ٻنهه گهٽ ڌيان ڏنو. شيخ اياز بيت، وايون، دوها، گيت ۽ نظمَ لکيا، پر ڪافي ڪانه لکي. اهڙيءَ طرح هري دلگير ۽ شيام به ڪافيون ڪونه لکيون. نياز گيت، لوڪ گيت ۽ نظم جو شاعر آهي، ليڪن هن لوڪ گيت ۽ ڪافي سرائيڪيءَ ۾ لکڻ جي ضرورت ڪي محسوس ڪيو. جڏهن ته بردي سنڌيءَ وٽ ٻين جديد شاعرن کان وڌيڪ سرائيڪيءَ جي اهميت اچي ٿي.

هڪ تہ سندس مادري زبان سرائيڪي هئي ۽ ٻيو تہ هو بنيادي طرح گيت ۽ ڪافيءَ جو شاعر هو ان ڪري هن تمام گهڻا گيت ۽ ڪافيون سرائيڪيءَ ۾ لکيون. گڏوگڏ هن بيت، هنر جا بيت، نظم، غزل ۽ ويندي آزاد نظم بہ سرائيڪيءَ ۾ لکيا. ان کان سواءِ بردو ٻيهريون جديد سنڌي شاعر هو جنهن شاهہ لطيف، جي شاعريءَ جا ڪيترا سُر- بيت ۽ وايون- سرائيڪيءَ ۾ منظوم ترجمو ڪيا، جيڪا بنهہ انوکي ڳالهہ آهي.

بردو ۽ نياز همايوني گيت جا بادشاهہ شاعر آهن- هنن ٻنهي وڏي تعداد ۾ سنڌي گيت لکيا آهن. ۽ جيئن مٿي ذڪر ٿي چڪو تہ نياز همايونيءَ جو هڪڙو سرائيڪي لوڪ گيت ملي ٿو جڏهن تہ بردي درجنين سرائيڪي گيت لکيا آهن. بردي جي سرائيڪي شاعريءَ جا ڪجهہ مثال پيش ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان.

گيت

آ ول ڍولڻ يار ويا! آ ول ڍولڻ يار ويا!

آس نہ پُنڙي، عُمر وها ڳئي، باسان ٻاسيم آئِيون نان،
جيهي تيهي تيڏي نان دي، آکر سيج سُهايون نان،
ميڏي حال تي روون راتين، تارين زارو زار ويا!

آ ول ڍولڻ يار ويا! آ ول ڍولڻ يار ويا!

ڪافي

وه وا چشمان يار ديان- يار مٺي منٺار ديان!

غزل جا ڪجهہ بند:

هُن وٺڙي رات ولا بادل
تڙ ٽيپان، توپي ٽٽي جل ٿل
خوش ٿيا رُوح تي من مُسڪايا،
تئن ڳل لاتا گول ٻڪل.
جوبن تيڏا ٻاک جيوين هي،
چٽڙا چنبا ڦل، ڪنول.
’بردي‘ ڪول غمان دي گيت
گهندئين تان وت جهولي جهل.

بردي سنڌيءَ کان پوءِ جنهن سنڌي شاعر سرائيڪيءَ جي اهميت سڀ کان وڌيڪ محسوس ڪئي، سو ”اُستاد بخاري“ آهي. اُستاد جي بردي وانگر مادري زبان بہ سرائيڪي هئي ۽ اهو بہ حُسن اتفاق آهي تہ نيان بردو ۽ اُستاد گيت جا وڏا شاعر ٿي

گذريا آهن، سندن سنڌي گيت تہ واهہ جا آهن، پر سندن سرائيڪي گيتن جو تہ ڪو بدل ئي نہ آهي. بردي سنڌيءَ جي سموري سرائيڪي شاعري، مختلف صنفن ۾ چيل گڏ ڪبي تہ هڪ ڪتاب جيتري ڪانہ ٿيندي، پر استاد بخاري سنڌي جديد شاعرن ۾ پهريون شاعر آهي، جنهن جو هڪڙو پورو ڪتاب "تڙ تڙ تيڏيان ڳالهيان" سرائيڪيءَ ۾ آهي. هن ڪتاب کان سواءِ بہ اُستاد جي ٻي ڪيتري سرائيڪي شاعري ڪيل آهي. اُستاد جي سرائيڪي ڪافين ۽ بيتن ۾ ڪٿي ڪٿي حمل فقير، خليفي نبي بخش لغاريءَ ۽ لطف عليءَ کان بہ وڌيڪ رواني، تجنيس حرفي، اندروني قافين جو استعمال، حُسن ۽ خاص ڪري سماجي شعور جي ڀرپوريت موجود آهي، جيڪا مٿين ڪلاسيڪي شاعرن وٽ گهٽ هئي. ان حوالي سان اُستاد بخاريءَ کي مون جديد سنڌي شاعريءَ جي "جوڀن جو شاعر" سڏيو آهي، ڇو تہ هن جي اڳيان ڪلاسيڪي توڙي جديد شاعريءَ جون ٻئي روايتون موجود هيون ۽ ٻنهي ڌارائن سان گڏ هن وٽ ڳوٺن ـ خاص ڪري ڪڇي، درياهہ ۽ ڪاڇي جي نج سنڌي ٻوليءَ، لهجي ۽ ماحول جو بہ پسمنظر هو. هن جي جنم ڳوٺ غلام چانڊيئي کان آخري رهائش گاهہ واري شهر دادوءَ تائين سرائيڪيءَ جو واهپو عام جام هو. ان ڪري، اُستاد وٽ سرائيڪي شاعريءَ ۾ ميناج، رس ۽ چس وڌيڪ آهي.

بردي سنڌي ۽ اُستاد بخاريءَ جي سرائيڪي شاعريءَ جو جائزو وٺنداسون تہ معلوم ٿيندو تہ بردي ۽ اُستاد ڪافيون ۽ گيت لڳ ڀڳ هڪ جيترا چيا آهن، البت نظم ۽ آزاد نظم بردي وڌيڪ لکيا آهن، انهن مان ڪجهہ نظم تہ سندس سنڌي نظمن جا ترجما آهن، جڏهن تہ اُستاد بخاريءَ جي ڪتاب ۾ نظم صرف ٽي آهن. جيستائين بيتن جو تعلق آهي تہ بردي بيت گهٽ لکيا آهن، پر شاهہ لطيف جي سنڌي بيتن جا سرائيڪي بيتن ۾ ترجما ڪافي ڪيا اٿس. بردي غزل چند لکيا آهن، پر اُنهن ۾ سواءِ هڪ ٻن جي باقي ڪافي نما غزل آهن. جڏهن تہ اُستاد بخاريءَ جي سرائيڪي شاعريءَ جي مجموعي جو جائزو وٺنداسون تہ معلوم ٿيندو تہ "تڙ تڙ تيڏيان ڳالهيان" ۾ ڪافين جو تعداد 23 آهي، جڏهن تہ بيت 150 کان مٿي ۽ سچا سارا 56 غزل موجود آهن. غزل جي ابتدا ڀلي بردي سنڌيءَ ڪئي هجي، پر اُستاد بخاريءَ ايڏي وڏي تعداد ۾ سرائيڪي غزل لکي نہ رڳو هڪ شهڪو تجربو ڪيو آهي، پر پاڻ کي سنڌ ۾ سرائيڪي غزل جو وڏو شاعر ڪري ميڃايو آهي. غزل جو واهپو ۽ تجربو سرائيڪي خطي (پنجاب جي ڏاکڻي حصي) جي شاعرن وٽ عام جام آهي، پر سنڌ ۾ اُن جا باني بردو سنڌي ۽ اُستاد بخاري آهن. پر جيئن اڳ مٿي چئي آيو آهيان تہ بردي جا غزل روايتي ۽ ڪافي رنگ جا آهن، ليڪن اُستاد بخاريءَ سنڌي غزل وانگر سرائيڪي غزل بہ ڪمال جا

لکيا آهن ۽ اُنهن ۾ غزل جا سمورا لوازمات خاص ڪري تغزل کي برقرار رکي پاڻ کي سرائيڪي غزل جو وڏو شاعر ثابت ڪيو آهي. اِيئن اُستاد بخاريءَ سچل سرمست واري روايت تي هلي، جديد سرائيڪي غزل لکي نہ رڳو تهذيبي روايت جي تڪميل ڪئي آهي، پر گهڻو ڪجهہ نئون ڏنو آهي. سندس سرائيڪي غزل، جديد سماجي شعور ۽ همعصر دور جي تخليقي ٻوليءَ جو سهڻو مثال آهن ۽ اُستاد انهن ۾ پنهنجي اعليٰ شعور کي عوامي سطح تائين آڻي، ڪمال جي شاعري ڪئي آهي.

اُستاد بخاريءَ جي سنڌي شاعريءَ وانگر سندس سرائيڪي شاعريءَ بہ وڏي مقبوليت ماڻي آهي. سندس سرائيڪي ڏوهيڙا، ڪافيون، گيت ۽ غزل عوامي فنڪارن ڳائي ڪافي مشهور ۽ مقبول ڪيا آهن.

اُستاد بخاريءَ جي سرائيڪي شاعريءَ جي عوامي مقبوليت کي هڪ پاسي رکي، ان جو فني ۽ فڪري اڀياس ڪنداسون تہ اُها سندس سنڌي شاعريءَ وانگر فن ۽ فڪر جي لحاظ کان ڀرپور معلوم ٿيندي. فني سٽاءَ ۾ ٻولي، تجنيس حرفي ۽ اندروني قافين جي استعمال سان گڏ لفظي ۽ تشبيهي حسن اچي وڃي ٿو. اچو تہ اُستاد جو فني حسن پرکيون.

ٻوليءَ جو حسن:

رُڪ رُڪ پنبڻيان، پلڪان چُون جي ميڏي ڳوڙهي نِڪتي،
ڊُڪ ڊُڪ تڪڙي تڪڙي جڻ ڪي، واڙ چون ڦلڙي نڪتي،
بگڙي، ميلي، ڪالي، ڪمري، ڳاڙهي، ڪڪڙي نڪتي،
ڪير ڳڻي اُستاد بخاري، ڪهڙي ڪهڙي نڪتي.

—

تشبيهي حسن:

تئن جو آکيا: عشق لُڪا، مئن عشق لُڪائي ٻيٺان،
جڻ تہ ڪڪان. وچ سهڻا سائين، باهہ دٻائي ٻيٺان،
چنڙي چاتي تنهن وچ دل دا، خُون چُپائي ٻيٺان،
ڪِيسي وچ اُستاد بخاري، خُوشبو چائي ٻيٺان!

—

چَپ انگور، اکيان بادامي، ڳل گِدري ديان ڦاڪان،
چهبڪ چيلهہ تي نازڪ ٻانهان، بيدمُشڪ ديان شاخان،
باغ بدن اُستاد بخاري، خُوشبو محبت آڪان.

**تجنيس حرفي ۽ اندروني قافيي جو استعمال:**

ڏينهن تتا تي نينهن متا، مين نچدا نچدا آوان،
ڏرتي تامان، ٽِچڪان، ڪامان، تڪڙيان وکڙيان چاوان،
ياد آئي تيڏي زلفان دي تي، ڙِي ڳيان تڏڙيان چاوان،
نِتهڻ ڪون اُستاد بخاري، بادل، بُوندان پاوان!

فڪري حوالي سان اُستاد اِبتدا کان آخر تائين جيترو مڪمل ۽ پُختو رهيو آهي، ايترو ڪو شاعر گهٽ رهيو هوندو. بيت، غزل، گيت، توڙي ڪافيءَ ۾ اُستاد فِڪر ۽ سوچ جي حوالي سان جيترو جديد آهي، جيترو سائنسي آهي، جيترو وطن پرست آهي، سندس جوڙ- جيس ڳهٽ ملندو. اڃو تہ اُستاد جي سرائيڪي غزلن، ڪافين ۽ گيتن مان اهي ڳالهيون معلوم ڪريون ۽ محظوظ ٿيون:

رات ڍل ڳئي، بزم خُود پريات هي،
لازمي هي بيت هُڻ باکان ڪرون!

پڙهہ دل دي ڏيان نال، سچي سٽ سنڀال رک،
آيت رُلي قرآن دي آهدن چڱا نهين!

اُستاد جي آسپاس، ڳوٺ ۽ گهرَ جي زبان سرائيڪي آهي، پر هُو سنڌ جي قومي زبان، سنڌيءَ کي سمجهي ٿو ۽ کيس ڏک آهي تہ سنڌي زبان کي قومي زبان جو درجو نہ ملي سگهيو آهي:

ارمانُ هڪڙا جند ڪون اُستاد، اي پيي هي،
ميڏي زبان سنڌي، قومي زبان نهين!

انفراديت، هر اعليٰ شاعر جو گڻ آهي، هُو جيڪڏهن همعصرن کان منفرد نہ آهي تہ مقام حاصل نہ ڪري سگهندو. اُستادن کي بہ پنهنجي انفراديت تي ناز آهي، تڏهن تہ هر عظيم شاعر وانگر فتويٰ ڏئي ٿو:

هڪ خُدا تنها هي بيا تنها هان مين،
توڙي جو پٽ- گهوٽ دا ميلا هان مين!

مٺن ڪٿون ماٺهو ٻهون اُوچي مگر،
مين جيها ڳولو پلي، هڪڙا هان مين!

شاعر پنهنجي ٻوليءَ، لهجي، ڊڪشن ۽ ادائگيءَ ۾ منفرد هوندو آهي، پر اُها انفراديت ٻئي کي هيٺ ڪري پاڻ کي اوچي ڪرڻ لاءِ نہ هوندي آهي، اُستاد وٽ ٻين جي ميجتا بہ چوٽ جي آهي، پر پنهنجي انفراديت بہ اُتم درجي جي آهي.

اُستاد، وقت جو آواز ۽ زندگيءَ جو شاعر هو. سندس زندگيءَ سان ساهه ۽ چاهه ايترو هو، جو سٺ سال ڇمار گذارڻ کان پوءِ به پاڻ کي پياسو پيو سمجهندو هو. سندس غزل جا هينيان خوبصورت بند، اُن جو حسين مثال پيش ڪن ٿا:

دوستو! ميڪون پلي نغما سڏو

پر هنيسو وقت دا واڪا هان مين!

اُستاد خوددار به حد درجي جو ڪنهن به ڏاڍي اڙٻنگ آڏو نه جُهڪيو پر نياز وارن جو پانهو هو:

اڳون نيازُ ڏڪيسين تہ ٿي زمين پوسون،

گهٽا دراز ڪو ٿيسين تہ آسمان هوسون!

اُستاد جي غزلن ۾ تغزل، فڪري اُڏام، سائنسي سوچ ۽ مستقبل شناسي غضب جي هئي، ڪجهه مثال هيٺ ڏجن ٿا:

جنهن نہ ڪيتي گناهہ جوين وچ،

تنهن دي پيري لڄي لڄي هوسي.

—

لفظ اُستاد سُرتِ ديان لاتان،

سوجهلا سچ دي شاعري ميڏي!

—

موت دي پيد دي هڪ بيت وچ تشريح ڪران،

زندگي دؤر ڇُون ٻئي دورءِ ڇ پهتي جاني!

—

سچ- سوچان، ارتقا ديان روشنيان،

مٺن نوئين نسلين ڪون اِي تَرڪا ڏِتا!

—

اُستاد کي پورهئي ۽ پورهيت سان وڏو پيار هو. سندس هيٺينءَ ڪافيءَ ۾ ڪاڇي جي هڪ پورهيت عورت جا جذبا ۽ احساس بيان ڪيل آهن، جيڪا ڳوٺ کان ٻاهر ڪمائيءَ لاءِ ويل مڙس کي مخاطب ٿي چوي ٿي:

پڪي جاڻ پيلُهون، اِتي مٺن چُنديسان،

سُڪيسان سي سهڻا، تيڏي ڪان رکيسان،

چکيسان نہ هڪڙا داڻا، مِتان پوڳ پانوين...

خير نال ويندا پيا هئين، خير نال آوين!

ڪراچي، ڏبيئي ڪماوڻ پلي وڃ،
سڪا اپٽي پورهئي دا چماوڻ پلي وڃ
لهين سار سگهڙيءِ سِگها موٽ آوين!
خير نال ويندا پئين، خير نال آوين!

اُستاد بخاري وطن پرست شاعر آهي، روزانو ويڪائو ضميرن پاران وطن ۽ قوم جو وڪرو ٿيندو ڏسي، تڙپي اُٿي ٿو:

اُگهه اُگهه چهرا ڪِتلا اُگهسن تاريخان،
ول ول ويندن ڪاليّ ڪالي لينگهي لڳدي

اُستاد جون ڪافيون، غزل ۽ گيت روايتي رنگ جا نہ آهن، پر سندس هر صنف جديد رنگ ۾ رچيل آهي. سندس ڪافيون ۽ گيت موسيقيءَ ۽ ترنم جا آبشار آهن، پر سادن لفظن ۾ اعليٰ فڪر جو بہ سهڻو مثال آهن.

سندس هڪ گيت جو رنگ ۽ اسلوب تہ ڏسو:

رُڳا رُڻ جهڻ چُون ڪيا ٿيسين،
اِنهين ڪڻ ڪڻ چون ڪيا ٿيسين،
مين ڪوسا 'ڪاچا' هان!
سِڪ وچ نہ سڪا ايوين ميڪون،
ڏِڪ ڏِڪ نہ پِلا ايوين ميڪون،
مين ڏاڍا 'تاسا' هان!

—

نيڻ سمونڊ تي، سينا صحرا،
اوپر اولهہ پيار دا پهرا،
اُپ، پُون تي پکڙيج پيا هان!

واقعي اُستاد جا نيڻ- سمنڊ ۽ سينو صحرا هئو. اوپر- اولهہ پيار تي پهرا هوندي بہ هو سنڌ جي اُپ ۽ زمين تي پنهنجي شاعريءَ جون اوڙڪون پکيڙيندو رهيو ۽ هميشہ امر رهندو!





# دانش وَرُ

امتياز ابڙو

. اسين سنڌي دانشورن جي حوالي سان اردو دانشورن کان بہ آگاتا آهيون . اسان وٽ انهيءَ دور جا دانشور بہ وينا آهن، جنهن دور ۾ اڃا خود دانش بہ وجود ۾ نہ آئي هئي... هڪڙو دانشور تہ اسان وٽ ايترو پراڻو آهي جو اڃا نيوٽن بہ ڪونہ ڄائو هو تہ پاڻ ڌرتيءَ تي موجود ٿياتو ويو هو... پاڻ ٿي چوندو آهي تہ" آئون گراهم بيل جو ڪلاس فيلو آهيان...!" سنڌي دانشورن جي عمر الائي ڇو ننڍي ٿيندي آهي. ستر، اسي سالن کانپوءِ جلدي مري ويندا آهن... جيئن هڪڙي دانشور"سنڌين جو بُڻ بنياد"نالي ڪتاب ايترا سال پئي لکيو، جو سنڌس ئي بُڻ بنياد ختم ٿي ويو.

ائين ئي هڪڙو ٻيو سنڌي دانشور ويهہ سال ريسرچ ڪرڻ کان پوءِ رڳو اهو ٻڌائي سگهيو تہ ، "سنڌي ٻولي سنسڪرت جي ڌيءُ آهي!" ۽ تيسين سندس ڌيءُ بہ وڏي ٿي ويئي.... وري هڪڙي ٻئي سنڌي دانشور اهو نڪاءُ ڪرايو تہ مرگو.."سنسڪرت سنڌي ٻوليءَ جي ڌيءُ آهي ...!"اهو ڪونہ ٻڌايائين تہ اها ڌيءُ سيزر سان ڄائي يا نارمل ڄائي... اسان پڇيس،"سائين، توهان کي ڪنهن ٻڌايو... ڇا توهان ان وقت دائيءَ جي پير ۾ ويٺا هئا..؟"

دانشور ڪير هوندو آهي ؟....اهو ماڻهو جنهن جي دانش ۾ وڙُ هجي ۽ جيڪو وڙُ پوليس کان بہ سڌو نہ ٿي سگهي، تہ اهڙي وريل انسان کي دانشور چئبو آهي. دانشوري سولو ڪم ان ڪري آهي، ڇو تہ اهو ڏکيو ڪم هرگز ڪونهي ، ان ڪري اسان وٽ بي شمار دانشور آهن ۽ باقي انسان آهن... . سنڌ ۾ جيڪي شاعري ڪندا

آهن، اهي شاعر هوندا آهن. جيڪي ڪهاڻيون لکندا آهن، اهي ڪهاڻيڪار هوندا آهن ۽ جيڪي ڪجھ به نه ڪندا آهن، اهي دانشور هوندا آهن...!

سنڌي دانشور کي ڪيئن سڃاڻجي؟... اهو ڪم تمام سولو آهي. اهو فنڪشن جنهن ۾ صدارت واري ڪرسيءَ تي توهان هڪ اهڙو مُنهن ڏسو جنهن جهڙو ساڳيو مُنهن توهان اڳئين فنڪشن ۾ به ڏسي چڪا آهيو ۽ پوءِ توهان سوچيندا وڃو ته انهيءَ کان اڳ واري فنڪشن ۾ به توهان انهيءَ ساڳئي منهن کي ڏٺو هو ۽ انهيءَ اڳ واري فنڪشن کان اڳئين فنڪشن ۾ پڻ توهان انهيءَ ساڳئي شخص جو منهن ڏسي چڪا آهيو... ته پڪ سمجهو ته اها مخلوق ئي دانشور آهي. ممڪن آهي ته ان منهن کي ڏسي، توهان کي ڪنهن هارَر فلم جو ڪو منظر ياد پوي ۽ اوهان دانهون ڪرڻ شروع ڪري ڏيو... پر مايوس نه ٿيو جو جلد ئي اهڙو آواز اوهان جي ڪنن تائين پهچندو ته ”صبر ڪريو....صبر جو ميوو هر بجيٽ ۾ مهانگو ضرور ٿيندو آهي، پر هميشه مٺو هوندو آهي....!“

دانشورن جا مکيه قسم به آهن. هڪڙا اهي جيڪي ٻئين قسم کان بلڪل مختلف آهن ۽ ٻيا اهي جيڪي پهرئين قسم سان بلڪل به نٿا مِلن جُلن.... اهڙي ئي نموني سنڌي دانشورن جا به ٻه قسم آهن. هڪڙا اهي جيڪي جنهن به قسم ۾ ڏسبو ته وينا هوندا ۽ ٻيا اهي جيڪي ڪنهن به قسم ۾ نه هوندا، پر لڳندو ائين ته اهي ٻنهي قسمن ۾ آهن.... خيرپور کي پنهنجا ست دانشور آهن ، حيدرآباد کي پنهنجا ست دانشور آهن ۽ ڪراچيءَ کي پنهنجا ست دانشور آهن. خيرپور جا دانشور حيدرآباد جي دانشورن سان ڪونه ٺهن، حيدرآباد جا دانشور ڪنهن سان به ڪونه ٺهن ۽ ڪراچيءَ جا دانشور پاڻ ۾ ڪونه ٺهن...!

ڪجھ دانشورن جا دماغ آئيني وانگر صاف هوندا آهن. يعني توهان انهن جي دماغ واري جاءِ تي غور سان ڏسندئو ته اتي هڪ ننڍڙي ٺوڙهه هوندي، جيڪا آئيني وانگر ٻري رهي هوندي.. هو هر ڪتاب جي تعريف ائين ڪندي ٻڌبا، جهڙي تعريف هنن ڪڏهن پنهنجي زال جي به نه ڪئي هوندي.. نئون ڪتاب پڙهندا ته سيني کي ائين ٻڌائيندا ڄڻ نئين شادي ڪئي هجين...قانون جا ايترا پابند جو جيڪو ڪم هنن کي نه ايندو، ان کي غير قانوني چوندا...ترجمن سان ايتري دشمني جو رات جو جيڪو ڪتابُ پڙهي ويهاڻي هيٺان رکندا ته صبح جو اهو ترجمو ٿيل ملندو...!

جيئن مان هڪ دانشور کي سڃاڻان . اهو مونکي رڳو ان ڪري وڻندو آهي ڇو ته هي ڪنهن کي ڪونه وڻندو آهي... هي انهن دانشورن مان آهي جن سان توهان رڳو هڪ دفعو ملو ۽ باقي دفعا هو پاڻيهي پيو ملندو. ڪنهن دوست وٽ ويندو ته به تي ڏينهن ان وٽ رهي پوندو، ان لاءِ چوندو ته،

"آئون تحقيق پيو ڪريان تہ انسان مهمان آهي يا نہ....؟"

اخبار پڙهڻ ويهندو تہ لڳندو ڄڻ اخبار هن کي پڙهي رهي آهي... تاريخ سان ايتري محبت جو دڪاندار کان جيڪا شئي وٺندو، انهيءَ کي چوندو "پئسا پهرئين تاريخ تي وٺجان...!" تهذيب سان وري ايتري دل جو رڪشا وارو پاڙو گهرندس تہ، ان کي چوندو" تهذيب سان ڳالهاءِ...!" ڪنهن کان انٽرويو وٺي رهيو هوندو تہ لڳندو ڄڻ انٽرويو ڏيئي رهيو آهي... هلڻ جو ايترو تيز جو اسلام آباد تائين پهچيو وڃي...۽ ويهڻ جو ايترو مضبوط جو اگر ڪنهن ڪرسيءَ تي ويهي تہ هن کي لاهڻ لاءِ بہ رينجرس گهرائڻي پوي...!

هڪ ٻئي سنڌي دانشور کي آئون سڃاڻان، جيڪو وري پرائمريءَ ۾ انگريزي سيکارڻ جي خلاف آهي، چوندو" انگريزن کي ڪهڙي سنڌي اچي ٿي جو اسين انگريزي سکون...!"

وري زور ڏيئي چوندو" پرائمريءَ ۾ انگريزيءَ تي پابندي خود انگريزن وٽ بہ هئڻ گهرجي...!"

هڪ ٻئي دانشور کي ادبي دنيا سان ايترو پيار آهي جو ڪنهن شاديءَ ۾ ويندو تہ گهوٽ کي تحفي ۾ بہ سئو صفحي ڪن جو مهاڳ ڏيئي ايندو... چوندو "منهنجو لکيل مهاڳ جيڪڏهن ڪير سڄي جو سڄو پڙهي وڃي تہ ان جي آخرت سڌري ٿيندي...!" هيءُ پنهنجن مهاڳن ۾ شاعرن سان بہ اهو ئي ڪجھ ڪندو آهي جهڙو خود شاعر پنهنجن ٻڌندڙن سان ڪندا آهن.

هن وٽ ڪتابن جا مهاڳ لکرائڻ تي ايتري رش هوندي آهي، جو شاعر هاڻي پهرئين مهاڳ لکائيندا آهن ۽ پوءِ شاعري ڪندا آهن.... جيئن هن هڪ ڪتاب جو مهاڳ لکيو تہ اهو وڪاميو ڪونہ. وري ٻئي هڪ ڪتاب جو مهاڳ لکيائين تہ اهو هٿو هٿ وڪامي ويو... پبلشر کان پڇيوسين ، "توهان ڪهڙي اٽڪل ڪئي؟" چيائين،"اسان ٽائيٽل مٿان اهو لکرائي ڇڏيو تہ، " هن ڪتاب ۾ هن صاحب جو مهاڳ ڪونهي...!"





# روسي هيئت پسندي، جديديت ۽ سنڌي ادب

خليق ٻگهيو

انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي، تہ ڪڏهن ڪڏهن علمي تنقيد جي ڦهلاءَ کان پوءِ ڪي عملي تنقيد جا بحث شروع ٿين ٿا ۽ ڪڏهن ڪڏهن وري عملي تنقيد کان پوءِ ڪن نون علمي تنقيدي بحثن جو آغاز ٿئي ٿو. تازو "سارنگا" ۾ محترم اڪبر لغاريءَ جو مضمون "روسي هيئت پسندي ۽ نئين تنقيد" شايع ٿيو آهي، جيڪو سنڌي علمي تنقيد جي ڏس ۾ هڪ اهم شروعات آهي. هن مضمون جي مطالعي کان پوءِ وري تنقيدي ادب جي علمي تناظر ۾ ڪي نوان سوال اُڀرن ٿا، جن مان سڀ کان وڏو سوال هيءُ آهي تہ ڇا اڄوڪي سنڌي ادب جي تنقيدي اڀياس واسطي روسي هيئت پسنديءَ مان بہ ڪي فائدا حاصل ڪري سگهجن ٿا؟ يا اهو تہ ڇا جديد سنڌي ادب جي اڀياس ۽ تجزيي ۾ روسي هيئت پسندي بہ اسان جي ڪا مدد ڪري سگهڻ جي اهل آهي؟ بهتر هيو تہ ليکڪ پاڻ ئي ان حوالي سان ڳالهہ ٻولهہ جي شروعات ڪري ها.

دراصل اسان جڏهن بہ ڪنهن تخليق جو تنقيدي اڀياس ڪريون ٿا تہ اسان جي سامهون بہ شيون بنيادي حيثيت رکن ٿيون: هڪ فن، ٻيو فڪر. فن يا آرٽ جي ڪابہ حد ڪانهي. آرٽ کي لامحدود وسعت هجي ٿي، يا ائين چئجي تہ آرٽ جون جهتون ۽ سمتون لاحد هجن ٿيون. جڏهن تہ فڪر بہ عام سطحن کان مٿي چڙهندو جيئن پوءِ تيئن گهرو ٿيندو ويجي ٿو. فڪر پنهنجيءَ ذات کان شروع ٿئي ٿو ۽ عالمگير ٿي ويجي ٿو. تنقيدي مطالعي ۾ فن کي وڌيڪ اهميت ڏجي يا فڪر کي؟ اهو بہ نهايت اهم سوال آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪنهن بہ تخليق جي تجزيي وقت نقاد جو پنهنجو نڪتہءِ نظر حاوي هوندو آهي. جيڪڏهن نقاد خالص فن جو ئي تجزيو ڪري ٿو تہ پوءِ فڪر ثانوي حيثيت اختيار ڪري ويجي ٿو ۽ جيڪڏهن ڪوبہ نقاد

خالص فڪر جو تجزيو ڪري ٿو ته پوءِ تخليق جو فن نظرانداز ٿي وڃي ٿو. هنن ٻنهي روين ۾ جتي امتياز ڪرڻ جي اشد ضرورت آهي، اُتي ڪنهن قابل اعتبار تنقيدي قاعدي جي پيڙائيءَ ۽ تنقيدي نظريي جي به ضرورت آهي. ڇاڪاڻ ته اُهي تنقيدي اُصول ئي رهنمائي ڪندا ته تخليق جي تجزيي وقت ڪهڙي سائنس سهڪاري بڻي آهي!؟

انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته روسي هيئت پسنديءَ جو اثر نه صرف روسي ادب تي پيو پر انهيءَ سان گڏوگڏ ان جو اثر آمريڪا ۽ يورپ تي به پيو. روسي هيئت پسنديءَ جي تنقيدي اُصولن ۽ نتيجن جا اثر سنڌي ادب تي گهٽ پيا آهن. جهڙيءَ طرح سنڌي ادب جي تخليق تي ترقي پسند نڪتهءِ نظر جو اثر وڌيڪ آهي، تهڙيءَ طرح وجودي فلسفي واري جديديت به سنڌي ادب تي پنهنجو اثر ته قائم ڪيو پر اُهو گهرو بڻجي نه سگهيو جنهن جا ڪافي سبب هئا، پر سڀ کان وڏو ڪارڻ هيءُ هو ته محڪوم ۽ پسمانده سماجن اندر ادب محض تفريح ۽ وجودي احساساتي سوالن واري عياشي نٿو ڪري سگهي. دنيا ۾ جتي به محڪوم، مظلوم، پسمانده ۽ غلام سماج هجن ٿا، اُتي ادب پنهنجي ترقي پسند ڪردار سان ئي سماج جي رهنمائي ڪري، ٿو. ادب پنهنجي سماج کان ڌار هجي ۽ محض وجودي سوالن جي تلاش ۾ هجي ته پوءِ ته مزاحمت ٿيندي. هونئن به ادب بيشڪ انسان جي دريافت آهي، پر لاشڪ خود ادب به اجا انسان ڪي ئي دريافت ڪرڻ ۾ رڌل آهي. البته انهيءَ حقيقت کان ڪير به انڪار نه ڪري سگهندو ته ادب محض وجود جو ئي عڪاس ڪونهي ۽ وقت جي ارتقا جي سفر ۾ ادب جو ڪارج پنهنجي پنهنجي سماج کان وڏي، عالمگير/ڪائناتي ٿيندو پيو وڃي.

انهيءَ کان سواءِ ڪابه ادبي تحريڪ يا ڪوبه ادبي لاڙو "ارتقا جي گهرج" هوندو آهي. هونئن به ضرورت ايجاد جي ماءُ هوندي آهي. ارتقا جي مرحليوار سفر ۾ تخليقي ادب پنهنجا جدا رخ طئه ڪري ٿو ۽ تنقيدي اُصولن جي روشنيءَ ۾ ئي ڪنهن تخليق يا فن پاري جي مختلف جهتن ۽ رخن جو تعين ڪري سگهجي ٿو. ڪلاسيڪيت هجي يا نيوڪلاسيڪيت، رومانيت هجي يا مارڪسزم، اميجزم هجي، سمبالزم، نئچرلزم هجي يا نئنتسي، اسٽرڪچرلزم هجي يا سريئلزم، جديديت هجي، مابعد جديديت يا ٻي ڪا ادبي تحريڪ يا لاڙو اُهي سڀ رويا ڪنهن نه ڪنهن دؤر جي پيداوار آهن ۽ ڪن سماجن ۾ گهڻي وقت کان پوءِ نروار ٿيا. تنقيد جا اصول به سماجي تغير/تبديليءَ ۽ تخليقي تبديليءَ سان تبديل ٿين ٿا ۽ مختلف ادبي نظرين/تنقيدي اُصولن جي به ارتقا ٿئي ٿي. تبديلي انهن ۾ به اڪثر هوندي آهي. جهڙيءَ طرح تخليق جي دنيا به پنهنجي دؤر جي پيداواري تخليقي نظرين کان متاثر ٿئي ٿي، تهڙيءَ طرح تنقيد جي

دنيا بہ مختلف تنقيدي مڪتبہ فڪرن کان متاثر ٿئي ٿي. هڪ صدي اڳ 1916ع ڌاري روسي نقادن هيئت (FORMALISM) تي زور ڏنو پر اسٽالن جي دؤر تائين ڪافي شيون تبديل ٿي چڪيون هيون. منهنجي خيال ۾ سنڌي تنقيدي ادب ۾ هيئت (FORM) تي ايترو ڌيان ناهي ڏنو ويو جيترو ڌيان فڪر تي ڏنو ويو آهي. پين لفظن ۾ ائين چئي سگهجي ٿو تہ تنقيد جي ماڻن ۽ ماپن ۾ اسان هيئت (FORMALISM) جي پيٽ ۾ پين ۾ ماپن CONTENT (مواد) ۽ CONTEXT (سياق و سباق) ڏانهن وڌيڪ ڌيان ڏريو آهي ۽ تخليق ٿيڻ کان پوءِ ادب کي هڪ معروضي وجود (OBJECTIVE ENTITY) واري حيثيت نہ ڏئي سگهيا آهيون. نتيجي ۾ هڪ طرف ادب اندر سياست جو عمل دخل وڌيڪ ٿو ملي تہ ٻئي طرف فن جو خالص تجزيو ۽ "فني انصاف واري تقاضا" بين ترجيح بڻجي ويئي آهي. پهرين ترجيح چڙ تہ فڪر ئي رهندو آيو آهي. ان صورتحال جي پٺيان سنڌ جي پنهنجي اقتصادي بدحالي بہ آهي تہ سماجي پسماندگي بہ آهي. انهيءَ ڪري سنڌي ادب جي تنقيدي اپياس ۾ بہ تخليق ۽ تخلقيڪار ڪنهن پرکڻ لاءِ ڇو ۽ ڪڏهن؟ وارا سوال نمايان طور سامهون ايندا رهيا آهن. تنقيدي بحث ڦري ڦري "ادب براءِ ادب" ۽ "ادب براءِ زندگيءَ" جي مڪتبہ فڪرن ۾ ئي ورهائجي ٿو وڃي.

اسان وٽ ادب براءِ ادب ايتري پذيرائي حاصل ناهي ڪري سگهيو. البتہ ادب براءِ زندگيءَ وارو ادبي نظريو وڏي اهميت ۽ افاديت رکي ٿو. جنهن مڪتبہ نظر کي ادب براءِ ادب چئون ٿا، تنهن نڪتہ نظر کي مڪمل طرح رد ڪيو وڃي ٿو. آرٽ براءِ آرٽ جي تصور/نظريي کي مختلف سماجن جي، مختلف فلسفين ڪافي هٿي پئي ڏني آهي. جيئن هڪ صدي اڳ 1916ع واري روسي هيئت پسنديءَ وارا تنقيدي مفڪر آهن، جن جي نظرين تحت جذبي ۽ فڪر جو اظهار ثانوي بڻجي وڃي ٿو ۽ ادبي شين جي امتياز جي ڪسوٽي فني لوازمات ئي وڃي بيهن ٿا يا ادبي تحرير جي سچائي، نفسِ مضمون ۽ فڪر ۽ نظر جي برعڪس، ٻوليءَ، اسلوب ۽ ٻين فني صنعتن تي بيٺل آهي. البتہ نين عالمي حالتن ۾ اهي سمورا اُصول هن گلوبل وليج ڏانهن وڌندڙ دنيا جي ادب تي بہ جيئن جو تيئن لاڳو ڪري سگهبا؟ اهو سوال ضرور اهميت رکي ٿو.

جديديت جي لاڙي جي تواريخ تي نظر وجهون ٿا تہ ان بہ نون اسلوبن ۽ ادبي هيئتن جي امڪانن جي نشاندهي ڪئي. جديديت جي پهرين حامين تہ حقيقت کي بہ وجود جي اندر ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ادب جي ڪارج تي بحث ڪندي اهو بہ چيو تہ ادب کو سياسي پمفليٽ ڪونهي. جينٽوٽيڪ وجودي فلسفي کي هڪ مڪمل فلسفو بہ نٿو چئي سگهجي، ڇاڪاڻ تہ خود وجودي فلسفو ٽڪرن جي صورت ۾ تواريخي طرح رونما ٿيو ۽ وجودي فلسفو هڪ دور جي پيدائش هئي. هڪ مڪمل فلسفي وارو نظام بہ

هن فلسفي ۾ ڪونه هو پر انهيءَ کان ڪير انڪار ڪندو ته جديديت جي لاڙي جو بنياد به ان ئي وڌو. خود جديديت کي به جمالياتي تحريڪ ۽ روماني روايتن جي توسيع ڪوٺيو ويو. توڙي جو جديديت جي لاڙي جي پٺيان هڪ وڏو تهذيبي پس منظر هو پر انهيءَ ۾ سگمنڊ فرائيڊ ۽ يونگ جي نفسياتي ڇيد جو به وڏو ڪردار هو.

جيڪي نقاد جديديت جي هن ڪردار کان انڪار ٿا ڪن ته "جديديت جي لاڙي، ادب کي سياسي پمفليٽ بڻائڻ کان نه روڪيو هو" سي اڄ به سريئلزم تي ڳالهائڻ کان نٿا ٿڪجن. اُهي 1910ع کان 1930ع واري دؤر جي وچ ۾ سرجندڙ ادب بابت ڪهڙي راءِ ڏيڻ چاهيندا؟ جن ۾ وڏا وڏا ادبي تجربا ڪيا ويا. اُهي رلڪي، البرٽي ۽ ٿامس مور، ڪافڪا، مايا ڪوفسڪي، پاسترناڪ جي تجربن کي هيئت پسنديءَ جو ڪهڙو رجحان سمجهن ٿا؟ ٽي ايس ايليٽ جي The west Land، ايذراپائونڊ جي Hugh Selwyn Mauberley، جيمس جوائس جي Ulysses، ڊي ايڇ لارنس جي Women in love، ييٽس جي The Tower ۽ ورجينا وولف جي To The Light house جهڙن فني تخليق جي تجزيي ڪرڻ وقت هڪ نقاد کي ڪهڙو پاسو وٺڻ گهرجي!؟ جيتوڻيڪ انهيءَ کان به انڪار ڪونهي ته جديديت جي لاڙي تحت ڪي اهڙا اديب به هئا، جيڪي محض وجودي ڳولا تحت تخليق نه سرجيندا هئا. سيني شين کي سميٽي اهو چئي سگهجي ٿو ته جديديت پنهنجن انيڪ خوبين جي باوجود هڪ اهڙو لاڙو ضرور هو جنهن تخليق جي سماجي ۽ سياسي فڪر جي اهميت کان انڪار ضرور ڪيو هو ان ڪري ادبي تخليقن اندر جتي موضوعي معاملن کي هٿي ملي، اُتي فطري طرح آرٽ جي خالص قدرن کي Thought کان وڌيڪ ترجيح حاصل ٿي سگهي، جنهن سبب وري به فن Formalism کي پهرين طاقت يا اوليت حاصل ٿي. روسي نقادن وڪٽر شڪلووسڪي ۽ رومن جيڪبسن جي سرڪل سان تنقيد جي فن ترقي به ڪئي، پر پوءِ به سندن تنقيدي اُصولن جي وڌيڪ وضاحت ٿيڻ کپندي هئي ته وٺن مواد (Content) جو تصور ڇا هو؟ ٻئي طرف تنقيدي اپياس جي نئين اُصول سياق و سباق (Context) جو مسئلو آهي، جنهن ۾ هڪ نقاد اهو ڏسندو آهي ته خود تخليقڪار جي ذاتي زندگي ڇا آهي؟ ۽ ان جو هن جي تخليق سان ڪهڙو سبنڌ آهي؟ يا هڪ نقاد وينو اهو سوچي ته ادب ڪنهن تخليق ڪيو؟ ڪڏهن تخليق ڪيو؟ ۽ ڇو تخليق ڪيو؟ اهي سوال هڪ طرف ذاتيات ڏانهن وٺي وڃن ٿا ته ٻئي طرف ادب جي فڪر کان به ڏار ڪونهن. اسان کي اهو به ڏسڻو پوندو ته ڪنهن به تخليق جو ڪارج ڇا آهي؟ يا ڪا به تخليق ڇو وجود ۾ آئي؟ باقي ڪنهن تخليق ڪيو؟ هيءَ سوال وري تنقيدي اپياس ۾ ذاتيات جي دائري ۾ داخل ٿي وڃي ٿو. انهيءَ تي فوڪس ڪرڻ ڪنهن به طرح درست نه آهي، باقي تنقيد وقت "ڪڏهن" ۽ "ڪنهن" جهڙن سوالن جو سڌو تعلق تاريخ سان هجي ٿو.

ادب انقلاب جو بہ داعي هوندو آهي، تہ ادب تفريح جو بہ سامان مهيا ڪري ٿو. ادب فن بہ آهي، تہ فڪر بہ. ادب قومي ۽ سامراجي استحصال خلاف هڪ زبردست آواز بہ بڻجي ٿو تہ ادب سُرور، خوشيءَ ۽ لطافت جو بہ وسيلو آهي. اهڙو ادب جنهن ۾ آرٽ ناهي، سو بہ ڪنهن اهڙي وڻ جيان آهي، جيڪو نہ ڇانو نہ ئي ميوو عطا ڪندو هجي! ۽ اهڙو ادب جنهن ۾ فڪر سمائڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي ۽ فني تقاضائن تي ڌيان نہ ڏريو وڃي، اُهو ادب بہ عملي طرح پُرڪشش، ديرپا ۽ اثرائتو نٿو رهي. پوءِ نيٺ ڇا ڪجي!!؟ هتي اها وضاحت ڪرڻ بہ لازمي آهي تہ تخليق ۽ تنقيد جا ڪي اڻ اعلانيل رشتا هجن ٿا يا ٿّي سپنڌ هجن ٿا ۽ ڪي مشترڪ اُصول هجن ٿا، جيڪي پنهنجي دؤر جي مطابقت سان گڏ گڏ هلن ٿا. انهيءَ ڪري ڳالهہ تنقيد جي اُصولن جي هوندي تہ پوءِ انهيءَ سان گڏوگڏ تخليق جي ڪارج تي بہ بحث ٿيندو ۽ اهو بہ ڏسڻو پوندو تہ ڪنهن بہ فن پاري جي تخليق کان اڳ هڪ تخليقڪار جو تخليقي پورهيو ڪيترو شعوري آهي ۽ ڪيترو لاشعوري؟ ائين بہ آهي تہ هڪ تخليقڪار جي بہ ڪن نظرين سان ڪمٽمينٽ هوندي آهي. جيتوڻيڪ انهيءَ ڪمٽمينٽ جو تعين بہ خود ترقي يافتہ ادب جو مسئلو آهي تہ مقامي ادب جو بہ مسئلو آهي. هڪ اديب جي ڪمٽمينٽ ڪيستائين هجي؟ ادب واقعي محض سماجي، اقتصادي ۽ سياسي مسئلن جو ڪو ٺيڪيدار ڪونهي، پر ادب محض وجودي وارتائن جو عڪس هجي، اهڙي نڪتہءِ نظر کي قبول ڪرڻ صحيح روش نہ آهي. هڪ اهڙي تنقيدي صورتحال جي وچ ۾ هڪ تخليقڪار جي آڏو پهرين ترجيح فن هجڻ کپي؟ يا فڪر؟ اهي سوال بہ بار بار ڳر ڪڻندا رهن ٿا.

تنقيد بابت اهي سڀ نظريا ڪنهن منطقي پهچ (LOGICAL APPROACH) تائين رسي سگهن ٿا، جيڪڏهن سمورن تنقيدي نظرين تي بحث ڪّري نتيجا اخذ ڪيا وڃن. تنهن کان پوءِ اجتماعي سطح تي ڪن تنقيدي اُصولن/نظرين کي تخليقي ادب تي لاڳو ڪري سگهجي ٿو جيئن محترم اڪبر لغاريءَ روسي تنقيد سوليءَ سنڌيءَ ۾ سمجهائي آهي، تيئن انهيءَ آڌار سنڌي تنقيدي ادب جو تقابلي جائزو بہ وٺي سگهجي ٿو. اهو فڪري مغالطو موجود آهي تہ بهرحال فن وڌيڪ آهي يا فڪر؟ اهو سوال وري ان سان سلهاڙيل آهي تہ اديب جي ڪمٽمينٽ ڪنهن سان ۽ ڪيستائين هجي؟ ڇا بہ هجي ۽ پلي تہ هڪ تخليقڪار جي پهرين ڪمٽمينٽ پنهنجي آرٽ سان ئي هجي ۽ فڪر بين ترجيح هجي، پر هڪ فنڪار پنهنجي زماني کان بي خبر رهي نٿو سگهي، ان ڪري فڪر بہ تمام گهڻو اهم ۽ بنيادي اهميت جو حامل ٿئي ٿو. ڇو تہ فڪر ئي انقلاب جو پيش خيمو هوندو آهي ۽ فڪر ئي ڪنهن بہ آرٽ کي وڌيڪ پائيدار ۽ حسين بڻائي ٿو. جڏهن تہ ان ۾ فن ۽ فڪر جو توازن ئي ان کي جاوداني بخشي ٿو.





# بلوچي ادب ۾ عورتن جو حصو

## مختصر جائزو

عابد مير

جيتوڻيڪ بلوچ سماج ۾ عورت کي صنف مجموعي طور نهايت ڪمزور، مجبور ۽ محڪوم ٻڌائي پيش، ڪيو ويندو آهي، پر اهڙو تاثر پيش ڪندڙ "دانشور" اڪثر سماج جي اوسر هن جي سماجي ڍانچي جي بيهڪ ۽ ثقافتي پس منظر کي نظرانداز ڪري ويندا آهن. اهو چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ ناهي ته ايئن جاڻي واڻي ڪيو ويو آهي. بلڪل ايئن ئي، جيئن ڪنهن دور ۾ سنڌي سماج ۾ عورتن تي ظلم، ڏاڍ، قرآن سان پرڻو ڪاري ڪري مارڻ ۽ ستي ٻڌائڻ واري عمل کي رياستي ميڊيا وسيلي اهڙي نموني پيش ڪيو ويو جڻ ته سنڌي سماج جو اهو هڪڙو ئي رُخ آهي ۽ تمام سنڌي جاهل، ظالم ۽ جابر آهن. پنهنجي نياڻين سان جانورن جهڙو ورتاءُ ڪن ٿا. (محترم نور الهدي شاه جو مشهور زمانا اعترافاتي ۽ انڪشافاتي آرٽيڪل انهيءَ جو عملي ثبوت آهي)

بلوچ سماج ۾ عورتن جو مقام ۽ سندن سماجي حيثيت جيتوڻيڪ هينئر اسان جو سڌو موضوع ڪونهي، پر ادب وسيلي بلوچ عورتن جي سرگرمين جو جيڪو مختصر جائزو هت پيش ڪجي ٿو ان مان بلوچ عورتن جي سماجي سرگرمين جو ٿلهي ليکي اندازو لڳائي سگهجي ٿو بلڪ بلوچ عورتن جي تخليقي سرگرمين کي پڻ پرکي سگهجي ٿو.

بنيادي طور بلوچي ادب جي تخليقي جائزي ۾ اوسر قديم ۽ جديد عهد جي ٻن ياڱن ۾ ورهائي سگهجي ٿو.

### قديم دور

قديم دور ۾ مجموعي طور جيڪي داستان ملن ٿا، سي جنگي مهمن بابت نظم جي صورت ۾ آهن. ايئن ئي عورتن جون تخليق ٿيل لوريون ۽ شادين جي موقعي تي

ڳايل ڳيچ اڄ بہ شاهڪار بلوچي ادب جو حصو آهن. اهي گيت ۽ نظم هڪ پاسي جتي بلوچ عورتن جي تخليقي قوتن جو اظهار آهن، اتي پنهنجي وقت جي سماجي ۽ ثقافتي پس منظر جا ترجمان پڻ آهن.

شادي غمي ۽ ٻين موقعن تي ڳائيندڙ گيتن مان هَٽ، لاڙوگ، ڏيهي وغيره اهڙيون صنفون آهن، جيڪي خالص عورتن جون تخليق ڪيل آهن ۽ عورتاڻي صنف طور ڄاتيون وڃن ٿيون.

هيٺ هڪ لوريءَ جا ڪجهہ ٽڪرا ڏجن ٿا، جنهن ۾ هڪ بلوچ ماءُ جا پنهنجي پٽ لاءِ جذبا ۽ سندس تربيتي ترغيب کي محسوس ڪري سگهجي ٿو:

مان لوري ڏيان ٿي پنهنجي لال کي
ان لال کي، جيڪو گلاب جهڙو آهي
منهنجو لال هڪ سهڻو جوان ٿيندو ڇهہ ڇهہ هٿيار کڻندو
تلوار، ڍال، نيزي ۽ ڪمان ساڻ هوندو
اڙيل گهوڙن تي چڙهي ڪين ڊوڙائيندو
اميرن جي مجلس ۾ ويهي عقل ۽ علم جون ڳالهيون ڪندو
سردار قاصد ذريعي چورائيندو:
”قوم جا شمشير زن جوانو! اُٿي اچو
اسان خونخوار دشمن سان جنگ جوٽي آهي
اِها مُون امڙ جي تمنا آهي
ويڙهہ جي گهڙيءَ ۾ تلوارن جي ڇانءَ ۾ رهجانءِ
پرديش ۾ پرڻيل تنهنجيون ڀينرون
تنهنجي شجاعت تي ناز ڪنديون
زال تنهنجي فخر ڪندي پنهنجي اڙٻنگ تي
تنهنجي قوم تنهنجي ناليءَ بهادريءَ تي فتحياب ٿيندي
تون منهنجي لوريءَ جي لڄ رکجانءِ!

ائين ئي ڀائرن جي محبت، ڀينرن جي اُميدن جو محور هوندي آهي. بلوچ ڀينرون پنهنجي ڀائرن لاءِ سراپا ايثار ۽ قرباني هونديون آهن. بلوچ ڀينرون، ڀائرن کي ڪيئن ٿيون ڏسن. هڪ بلوچ ڀيڻ جون هي سٽون پڙهو:

هُنن ڀينرن کي زندگي نصيب نہ ٿئي/ جي ڀائرن جي ڇانءَ کان محروم هجن
جن ڀينرن جا دلدار ڀاءُ نہ هجن/ اُهي ان قلعي جيان آهن
جيڪي پنهنجي قلعي داد (محافظ) کان محروم هُجن

پر اهڙي ڀاءُ لاءِ ڀيڻ هڪ معيار بہ قائم ڪري ٿي. اچو تہ ڏسون تہ بلوچ ڀيڻ

ايتري تعريف ڪندڙ ياءُ کان ڪهڙيون اميدون ٿي رکي ۽ سندس ڪردار لاءِ ڪهڙو معيار ٿي قائم ڪري؟ هوءَ چوي ٿي:

مُنهنجو اميراڻي رنگ ڍنگ وارو ياءُ
ڍال جنهن جي ڳلهن کي ڇلي وڌو آ.
جنهن جي چيلهه لاڳيتو ڪمان ٻڌڻ سبب زخمي ٿي پئي آ
مُنهنجي ياءُ جو نيزو (پري تائين) مار ڪندڙ
۽ تلوار تيز ڌار

ايئن به ناهي جو بلوچ عورتن جي شاعري رڳو مردن جي ساراهه تي ٻڌل آهي. بلڪ عورتن لاءِ به اهڙا ئي نفيس جذبا موجود آهن. نموني طور هڪ لوريءَ جا ڪجهه ٽڪرا پيش ڪجن ٿا، جنهن ۾ هڪ بلوچ ماءُ پنهنجي ڌيءُ جي آئيندي جي تصوير ڪشي ڪري رهي آهي، جنهن ۾ واضح طور ڏسي سگهجي ٿو ته هڪ بلوچ ماءُ پنهنجي ڌيءُ مان ڪهڙي ڳڻ جي توقع رکي ٿي؟ هُوءَ چوي ٿي:

چنڊ جهڙي منهنجي ڌيءُ، شير زال ٻڌبي
هُن جو گهر مُون کان پري نه هُوندو
هُوءَ پنهنجي ياڻرن جي پيار ۾ سرشار هوندي
روزاني سوين مهمانن جي ميزباني ڪندي
هرُ شام ۽ صُبح پنهنجي شان لاءِ رِدِ ڳهائيندي!

قديم دور جا اهي سمورا قصا نظم تائين محدود آهن. جيتوڻيڪ انهن جا تخليق ڪار اڻ ڄاتل آهن. پر مؤرخ انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته اهي سمورا گيت بلوچ عورتن جي ئي تخليق آهن ۽ سندن تخليقي ڪاوشن جو ثمر آهن.

وچ وارو دور

بلوچي فوڪ لور کان اڳتي جيڪو معلوم تاريخ وارو دور آهي، ان کي عام طور وچ وارو زمانو سڏجي ٿو جيڪو هونءَ ته هڪ حوالي سان قديم دور جو ئي حصو آهي؛ پر قديم فوڪ لور کان اڳتي جو دور آهي. اهو بلوچي ڪلاسيڪ جو سونهري دور پڻ سڏجي ٿو. هن دور ۾ مشهور بلوچي رومانوي ڪهاڻين جو جنم ٿيو ۽ نه رڳو انهن ڪهاڻين جا هيرو پر هيروئنيون پڻ لاجواب شاعري تخليق ڪن ٿيون، جنهن ۾ بلوچ ثقافت جو حقيقي رنگ ملي ٿو. شهه مريد جي منگيندي حاني، چاڪر رند جي ٿُنهن مهناز ڪلمت جي شاهزادي گراناز ڪوهِ ناگو جي وفا شعار نياڻي شيرين ۽ ڪوهستان وماران جي بي نظير شاهره سيمڪ ان دور جا اهم ۽ مشهور نالا آهن.

حاني جي ڪهاڻي سنڌ جي لوڪ داستان عُمر مارئي سان گهڻيءَ حد تائين مماثلت رکي ٿي. ڪڇي جو سردار مير چاڪر رند، سهه مريد کان دوکي سان هڪ شرط

ذريعي سندس گل جهڙي محبوبہ حاني ڪسي ٿو وٺي، ڀر گِدان جي رهواسڻ حاني، چاڪر رند جي محلن ۾ بہ پنهنجي غريب محبوب ۽ محڪوم ديس کي ياد ڪندي ٿي رهي. هوءَ پنهنجي محبوب جي ياد ۾ لاجواب شاعري تخليق ٿي ڪري. سردار رند جي محلن جي تنهائيءَ واري قيد ۾ شاعري سندس سهارو بڻجي ٿي ۽ هُوءَ پنهنجي بهادر محبوب کي شاعريءَ وسيلي ياد ڪري، قيدِ تنهائي جي عذاب ۽ اذيت کي گهٽائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري. چاڪر رند جي محل ۾ جڏهن هُوءَ ڪڪرن کي آسمان تي ڇانيل ٿي ڏسي ۽ برساتي هوائون هلن ٿيون، تہ هُوءَ پنهنجي محبوب کي هيئن ٿي ياد ڪري:

”شام ٿيندي ئي جڏهن سج جي گرمي، ڏُنڌ ۾ ويڙهجي پنهنجي توانائي وڃائي ويهي ٿي

(تڏهن) ڏکوئيندڙ يادون بي چين ڪري ٿيون ڇڏين

شيهہ جي ياد ۾ اکيون پرجي وڃن ٿيون

ڳوڙهن جو سيلاب ساوڻ جيان وهڻ لڳي ٿو

منهنجي گذارش اي گهٽائون ٻڌو!

هِت وسڻ مان ڇا حاصل

وسڻو ئي آهي تہ نيري ساگر تي وڃي وَسو

مڪي جي فصيلن تي وَسو

جتي خستہ حال شهہ مريد ڏکن ۾ وڪوڙيل سُتل آهي

شهہ مريد جي دستار تي ڇانءَ ڪريو

شهہ جي زلفن کي پُڇايو

شهہ جا اُهي زُلف، جيڪي چڱي ڀلي ڏسندڙ کي عشق جو بيمار بڻايو ڇڏين!

حاني پنهنجي شاعريءَ ذريعي پنهنجي دور جي سماجي حالتن جو تذڪرو بہ ڪري ٿي تہ شهہ مريد تي تنقيد ڪندي، سندس اهڙي قدم تي ٽيڪا ٽپڻي بہ ڪري ٿي، جنهن ڪري بہ پيار ڪندڙ دليون سدائين لاءِ هڪ ٻئي کان وڇڙي ويون. پنهنجي محبوب طرفان محض هڪ شرط عيوض بلوچي معاشرتي قدرن کي رُسوا ڪرڻ تي هُوءَ ايئن ڏک جو اظهار ڪري ٿي:

شرط جي نالي تي هڪڙي حرڪت ڪئي اٿئي

پنهنجي آرائش جي شوق ۾ ڪهڙي انمول محبت داءَ تي لڳائي ڇڏئي

جوانمرد ڀلا ڀاڻ سان منسوب گُلرخن کي

گهر جي زينت کي، زره بڪتر، اسلحي ۽ ڪمان کي

ڪڏهن ايئن ڀين کي بخشيش ۾ ڏئي ڇڏيندا آهن؟!

چون ٿا تہ حاني جي جدائيءَ ۾ شرمندگيءَ کان بچڻ لاءِ شهہ مريد مکي هليو ويو پر حاني پوءِ بہ سندس انتظار ڪندي رهي. جڏهن بہ عرب مان ڪو قافلو ايندو هو تہ هوءَ ڪانئن شهہ مريد جي پڇا ڪندي هئي. هوءَ هڪ شاعره هئي، تنهن ڪري اهڙو تصور ڪري پڻ پنهنجي محبوب لاءِ پنهنجي خيالن ۽ جذبن جو اظهار ڪندي هُئي. هڪ نظم ۾ هُوءَ چوي ٿي:

هڪ ٻيڙي سمنڊ جي موجن تي اُڇلندي نظر پئي اَچي
هُن جو ٻيڙو سڙهہ هوا ۾ ڦڙڪي رهيو آ
ڪابلي درويش ساحل تي پيا لَهن
هُنن مان هڪ جو چهرو بهادر شهہ مريد جهڙو آ.....
اي درويش! مکي مڪرم مان پيا اچو
مونکي بہ ڪا خوشيءَ جي خبر ڏيو
اهڙو ڪو درويش اوهان کي نظر آيو جيڪو اوهان وانگر ڳيرو هجي!؟

هن دور ۾ جن بلوچ عورتن پنهنجي شاعريءَ جا جوهر ڏيکاريا، انهن ۾ مهناز سيني کان مٿانهين نظر ٿي اچي. مهناز چاڪر رند جي ٻُنهن ۾ مير شهداد جي ننڍي گهرواري هُئي. شهداد جي وڏي گهرواري هن جي هڪ ٻيپر کان مَنڊي سؤٽ مير عومر سان ناجائز لاڳاپن جو الزام هنيو جنهن کان پوءِ مير شهداد مهناز کي گهران ڪڍي ڇڏيو ۽ ڪيس بيوفائيءَ جا طعنا ڏنائين. مهناز جرڳو ڪوٺايو جنهن ۾ سندس مٿان لڳايل الزام غلط ثابت ٿيو پر هُن شهداد کان طلاق ورتي ۽ مَنڊي عُومر سان ٿي وڃي شادي ڪيائين. هن مير شهداد جي طعنن جي موٽ ۾ اهڙي لاجواب شاعري تخليق ڪئي آهي، جيڪا اڄ بہ بلوچي ادب ۾ اعليٰ مقام رکي ٿي.

شهداد جي بي رحماڻي رويي جو ذڪر ڪندي هُوءَ لکي ٿي:

”تون ٽن چئن ڳيرو جوانن ساڻ شڪار تان موٽي رهيو هئين. آئون بہ ٽن چئن ساهيڙين سان گڏ تنهنجو رستو روڪي ويهي رهيس. مُون هڪڙي هٿ سان تُنهنجي گهوڙي جو لگام جهليو ٻيو هٿ تنهنجي پيرن تي هو (مون چيو) مون کان جيڪا بہ خطا ٿي آهي، بخشي ڇڏ. پر تون مون کي بي رحماڻي انداز ۾ ڌڪو ڏنو آئون مُنهن ڀر ڪِري پيس، مُنهنجا زيور مٽيءَ ۾ لتجي ويا. اهڙيءَ حالت ۾ تو مون کي طلاق ڏئي ڇڏي، تو اهو بہ نہ سوچيو تہ آءٌ هڪ معزز گهراڻي جي نياڻي هئس.“

مهناز جي شاعريءَ جي هڪڙي خوبي اها آهي تہ سندس لفظن جي چونڊ ڪمال جي آهي. هُوءَ شاعراڻيون تشبيهون ۽ استعارا پڻ ڏاڍي خوبصورتيءَ سان ڪم ٿي آڻي. هُوءَ لفظن جي استعمال ۾ ڏاڍي احتياط کان ڪم ٿي وٺي. طلاق جي معروضي

شڪل ڪي هُوءَ ٽن چونڊيل تيرن سان تشبيهه ڏئي ٿي. ان عمل تي سنڌس رويو سماج جي مجموعي معاشرتي روين جي عڪاسي پڻ ڪري ٿو. هُوءَ شهداد سان مخاطب ٿيندي چوي ٿي:

"اوهان پنهنجو هٿ شاهي ڪيسي ۾ وڌو ۽ ٽي چونڊيل تير ڪڍيندي چيو: "هيءَ آهي تنهنجي طلاق" شهداد! (اهي تير) تو رضا ۽ رغبت سان ڏنا ۽ مون ڏکويل دل سان قبوليا. هڪ تير پنهنجي اکين تي رکيم، ٻيو تير مُشڪبو چڱن سان لڳايم. ٽيون تير ڪيسي جي ڪُنڊ ۾ محفوظ ڪيم. ڇاڪاڻ جو انهيءَ جو اظهار هڪ وڏو عيب آهي."

ٻئي هنڌ هُوءَ شهداد سان پنهنجيءَ محبت جو اظهار ڪجهه هن ريت ٿي ڪري:

"تون نٿو چاهين ته آئون انجير جي وڻن ٻنن وارو اُهو وڻ آهيان. جيڪو وڏن پهاڙن جي چوٽين تي پيدا ٿئي ٿو. اهڙي اونچائيءَ تي، جتي انساني هٿ نه پُڄي سگهي، ساوڻ جو زوردار مينهن منهنجي پاڙن کي لوڏي نه سگهيو تيز طوفان مُون کي ڇُهي به نه پيو سگهي، ها مگر شهداد جي زلفن جي واءُ مون کي لوڏي ڇڏيو!"

شهداد هٿان پنهنجيءَ بي لوث محبت جي توهين تي هوءَ وڏي واڪي چوي ٿي:

"هاڻ ڪنهن چوُنڪ تي ويهي منتظر رهندس، ته منهنجي علائقي جو ڪو آڻ چاتل واٽهڙو ٿي گذري، ته پنهنجي ٻانهن جي چُوڙيءَ ڪنن جو هڪ والو پنهنجي وارن جي هڪڙي چڳ، پنهنجي پوتيءَ جي هڪ ليڙ ڪيس ڏيندس، ته جيئن منهنجي بابا ۽ ڀائرن کي خبر پوي ته شهداد منهنجي لڄ مِٽيءَ ۾ ملائي ڇڏي آهي."

مهناز ڪان پوءِ ان قطار ۾ سيمڪ جو نالو اچي ٿو جيڪا پنهنجي وَر سان وفاداريءَ جو هڪ لازوال مثال پيش ڪري ٿي. سيمڪ جو ڳيرو وَر نٿا (سنڌيءَ ۾ اُهو اُچار "نٿو" ٿي سگهي ٿو) ڪنهن ويڙهه ۾ مارجي ويو. سيمڪ ساڻس پنهنجي محبت جو اظهار هن ريت ڪري ٿي:

"ڪوهه مادان جي چوٽين تي ڏُنڌ جي ڪُڪ مان هڪ چِٽو ڪڪر اُٿي رهيو آهي، هي سُفيد ڪڪري جڻ نٿوءَ جي سفيد پڳڙي هُجي. ڦار مان ايئن پيو لڳي، جڻ هي نٿوءَ جا مشڪبو گيسو هُجن ۽ ڦڙيون هُن جي ترڪش جا تير، هُوءَ جا بجلي پئي چمڪي، نٿوءَ جي تلوار جي چمڪ آ ۽ ڪِنوڻ هن جي بندوق جو آواز. ڪڪرؤ! اوهان کي منٿ ٿي ڪريان ته لانڊو جي قبرستان تي وڃي وَسو شهيدن جي مَرقد جي زيارت ڪريو."

پنهنجي مرحيات وَر سان سنڌس محبت ۽ عقيدت جو اظهار بلوچ سماج جي عورت جي نسواني جذبات جي زبردست ترجماني آهي، جيڪا پنهنجي محبت ۽ وفاداريءَ کي آخري دم تائين نڀائي ٿي. هُوءَ پنهنجي مرحوم وَر سان مخاطب ٿيندي چوي ٿي:

"نٿا! توکان پوءِ ڳوٺ جا نوجوان منهنجي گهر ٻاهران گهوڙا ڊوڙائي پنهنجي بهادريءَ جو اظهار ڪن ٿا، مون کي پٽسن سان ورغلائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. ڳوٺ

جون ڏوتيون بہ ترغيب ڏين ٿيون تہ آئون هنن جوانن مان ڪنهن هڪ کي پنهنجي لاءِ چونڊي وٺان؛ پر ڳوٺ جا سمورا جوان منهنجي پيءُ ۽ ڀائرن جيان مون لاءِ محرم آهن. آئون اڄ بہ سمجهان پئي تہ نٿا ڪنهن مُهر تي آهي، موتندي هُو مُون لاءِ ڇُنيءَ جون پوتيون آڻيندو."

۽ پنهنجي وفاداريءَ جو اظهار هوءَ ڪهڙي نہ لاجواب، ڏکوئيل انداز ۾ ڪري ٿي:

"هاءِ! منهنجي جوانيءَ کي رنگ پريون پوتيون نہ وڻنديون هاڻ، لهڙيءَ جا نيل پيزاد راس نہ ايندا مون کي، هي اکڙيون هاڻ سُرمي لاءِ ترسنديون رهنديون. مون پنهنجو گريبان هڪ عزم سان ٻڌو آهي، هاڻ موت ئي هن کي کولي يا سُورمو نٿا!"

پر بدقسمتي چئجي جو جديد دور ۾ نئون نسل اهڙي شاندار تسلسل کي برقرار نہ رکي سگهيو آهي. جديد شعري منظر نامي ۾ ڪي ڳڻپ جهڙا نالا نظر نٿا اچن، جنهن جا سماجي ۽ ثقافتي سبب پڻ آهن، جيڪو هڪ الڳ موضوع آهي.

نثري ادب ۾ عورتن جو حصو

قديم عهد ۾ نثري تخليقون گهر جي وڏين ۽ پوڙهين جي ڪهاڻين، داستانن ۽ قصن جي صورت ۾ ملن ٿيون، جيڪي اڄ بہ گهٽي ياڳي گهريلو زندگيءَ ۾ عورتن وٽ ئي محفوظ آهن، جڏهن تہ جديد دور ۾ بلوچ خواتين ليکڪن نثر ۾ وڌيڪ دلچسپي ڏيکاري آهي. هنن ۾ محترم بانڙل وشتياري جو نالو سرِ فهرست آهي، جنهن "بلو ڪپوت" نالي سان پهريون مضمون لکي معاشرتي مامرن ۾ عورتن جي احساسن جي ترجماني ڪئي آهي. سندس مضمون ۽ ڪهاڻيون مختلف رسالن، خاص ڪري پندرهنهوار "بلوچي" ۾ ڇپبندا رهيا. سندس اسلوب دلڪش ۽ موضوع روز مره زندگي هئي، جنهن ڪري سندس لکڻين بين پڙهيل لکيل عورتن کي نہ رڳو متاثر ڪيو پر ادب ڏانهن مائل ڪرڻ ۾ بہ اهم ڪردار ادا ڪيو. بدقسمتي چئجي تہ سندس لکڻين جو ڪوبہ مجموعو اڄ تائين مرتب ناهي ٿي سگهيو.

بانڙل دشتياري کان علاوه مرحومہ گوهر ملڪ جون ڪاوشون پڻ بلوچي ادب ۾ هڪ وڏو اضافو ۽ عورتن لاءِ هن ميدانِ ۾ اڳتي وڌڻ جو سبب بڻيون. گوهر ملڪ، بلوچستان جي قومي شاعر ۽ ملڪ الشعراء جو خطاب ماڻيندڙ مير گل خان نصير جي وڏي ڌيءُ هئي. ننڍپڻ کان پوليو جي حملي سبب گهمڻ ڦرڻ کان لاچار هئي، پر اعليٰ ذهني تربيت سبب سندس معذوري هُن لاءِ هڪ وڏي فرصت ثابت ٿي ۽ تخليقي ڪمن لاءِ توجہ جو ڪارڻ بڻي. ڪيس بلوچي ادب، بلوچي معاشري ۽ بلوچي سياست جو علم موروثي طور مليو هو جيڪو سندس لکڻين لاءِ جڙ تہ خام مال ثابت ٿيو. سندس ڪهاڻي "بلوچ من تيلانڪ دانت" (بلوچ مون کي ڏِکو ڏنو) ۾ سندس سياسي ۽ سماجي شعور مٿانهون ٿو نظر اچي. بلوچن جي پسماندگي، تعليم کان محرومي ۽

معاشرتي ناهمواريون سندس موضوع آهن. پروفيسر شاهه محمد مري جي ڏيان ۽ محنت سان سندس سمورو ڪم اردوءَ ۾ ترجمو ٿي ڇپجي چڪو آهي.

ان ڪان علاوه بلوچيءَ ۾ جڏهن رسالا نڪرڻ شروع ٿيا ته ٻارڙن جي صفحن، عورتن جي مسئلن ۽ ٻين هلڪن ڦلڪن موضوعن تي محترم فضيلہ عالياڻي، دُر بيبي، ناز ملڪ، زينب سلطانہ پڻ لکيو. هڪ ٻي دانشور خاتون ط – رُوحيءَ جي نالي سان پڻ عورتن جي احساس جي ترجماني ڪئي آهي. محترم زينت ثناء پڻ انهيءَ فهرست جو هڪ اهم نالو آهي. هُوءَ بلوچستان يونيورسٽيءَ جي بلوچي ڊپارٽمنٽ ۾ پروفيسر آهي ۽ بلوچي ادب ۾ ايم – فل ڪندڙ پهرين بلوچ عورت آهي. تنقيدي ۽ تحقيقي موضوع سندس لکڻين جو خاص ميدان آهن.

بلوچي ادب ۾ افساني حوالي سان هڪ ٻيو نالو محترمہ صبيحہ ڪريم جو پڻ آهي. سندس تعلق مڪران جي ساحلي علائقي سان آهي. هُوءَ افساني ۾ خاص دلچسپي رکي ٿي. مڪران جي اهم علائقي تربت مان ٿي ڪهاڻيءَ جي حوالي سان سمّي پرواز جو نالو بہ ڳڻپ جوڳو آهي، جيڪا مشهور بلوچي ڪهاڻيڪار غني پرواز جي نياڻي آهي. مڪران مان ئي بيبي شانتلِ زيمي نالي خاتون جو نالو بہ ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. آمنہ پناه پڻ ادب سان گڏوگڏ صحافت سان لاڳاپيل آهي ۽ بلوچي ادب جو هڪ اهم نانءُ آهي.

جديد عهد ۾ ستاده بانو واحد بلوچ خاتون آهي، جيڪا شعر وشاعريءَ جو ذوق رکي ٿي، پر سندس تعلق لاڙڪاڻي سان ٻڌايو وڃي ٿو.

هن فهرست ۾ مڪران واري علائقي جو پلڙو وڌيڪ ڀاري نظر اچي ٿو جنهن جي پٺيان معروضي حالتن جو ئي عمل دخل آهي. بلوچ سماج ۾ پردي جو تصور عرب ڪلچر مان آيل آهي. زمانن ڪان بلوچ پردي جا سختيءَ سان قائل آهن، پر اڄ مڪران جهڙي علائقي ۾ ئي سؤ عورتن تي ٻڌل لانگ مارچ جا قافلا نڪرن ٿا ۽ عورتون اسٽيج تي بيهي تقرير ڪن ٿيون ته ان جي پٺيان رڳو معروضي حالتون سان گڏ انهن عورت لکارين جون ڪاوشون بہ شامل آهن، جيڪي هُو صدين ڪان جري رکيو پيون آچن.

مجموعي طور سمورين بلوچ عورت لکارين جو مقصد اڄ پنهنجي ٻوليءَ ۽ قوم جي بي لوث خدمت ۽ پنهنجي طبقي (صنف) جي حقن جي پاسداري آهي، تنهن ڪري اها اميد ڪري سگهجي ٿي ته اُهي ڏينهن پري ناهن، جڏهن سندن اهي ڪاوشون نتيجہ خيز ثابت ٿي نئين نسل لاءِ مثال بڻبيون.

aas_nagar@yahoo.com

مري ليب، فاطمہ جناح روڊ – ڪوئيٽا





شبير بروهي

## غزل

هڪڙو پيرو ٽني جڙياسين ڪونہ،
لڙڪ هٿاسين مگر ڪرياسين ڪونہ.

مفلسيءَ ۾ عمر گذاريسين،
ڪنهن جي آڏو ڪڏهن جهڪياسين ڪونہ.

هر گهٽيءَ اشتهار بدنامي،
عشق کان پوءِ پِي مڙياسين ڪونہ.

چنڊ وانگي نہ روشني ڪئيسين،
گل وانگي ڪڏهن ٽڙياسين ڪونہ.

اُتِ، ڌرتيءَ جيڏي هئي دوري،
هڪٻئي کي قريب ٿياسين ڪونہ.

سگريٽ تي پرياسين، هن جي اکين جي آڏو
هر هر دکي جلياسين، هن جي اکين جي آڏو.

سگريٽ ساٿ ڏيندا آيا تڏهن اسان سان،
تنها جڏهن ٿياسين، هن جي اکين جي آڏو.

گُل تي گلاب جو هُنَ دَر تي پيو رهيس پر،
هن کان ڪنيا نہ ٿياسين، هن جي اکين جي آڏو.

منهنجي حياتي، هي، گُلَ، ڪتاب، خط،
وڪريل ٿي بس رهياسين، هن جي اکين جي آڏو.

مونڙ جو ڪوئي رستو جيسين تلاش ڪن ها،
رک تي اسين اڏياسين، هن جي اکين جي آڏو.

مونکي شبير چاهت ڏيئي سگهي نہ شهرت،
گمنام ٿي رهياسين، هن جي اکين جي آڏو.

ارشاد ڪنير

## نظم

هي ورهيہ اسان سان ورچي ٿو
ٿيون ڪيھہ ڪُڙيون ۽ خيال اُڏن
جت درد ڏنارن جي در تي
اُت ساهڙ سڏ ورنايون پُڏ
جني سانجھہ ڍري جو ڳوٺ اچين
پوءِ تارن جون تنهايون ڏس۔

هن آڏ تان نيٺ اُڏائيندئي
هي وقت پرين آ واچوڙو
هِن پاڳان جو من پاڳ ڪُلي
جي وسندو هيل نہ وسڪارو
اٿي مُٺيءَ ڪي روز ٿي سمجهايان
پان بار اهو پيي لاهيون ڏس —

جنهن وقت ڪُٽيون ٿا ڪوڙ ويهي
هن رائيلي جي ريت مٿي
ڪا مومل مِينڊيا ڏوئيندي
۽ وجهندي پٽي هو ميٺ مٿي
پٽي ململ هتڙا ڦيريندي
ڳن ڪاڪل ٿا ڪتڪتايون ڏس۔

اقبال ابڙو

## گيت

گُل ۾ خوشبوءِ جو
جنهن گهڙيءَ ٿيو جنمُ
اُن گهڙيءَ سانورا ياد. آيو هُئين!
ساھہ ۾ پيار جو
جيئن ٿِي پُٽڪيو پرمہ
اُن گهڙيءَ سانورا ياد آيو هُئين!
وسِوسن مان . ڦٽو
ڪنهن ڪنڊي جيئن وهمُ
اُن گهڙيءَ سانورا ياد آيو هُئين!
ٽپندي چانئٺ جڏهن،
رُڪجي ويو هو قدمُ
اُن گهڙيءَ سانورا ياد آيو هُئين!
تنهنجو ’اقبال‘ ڪي،
ڪنهن ڏِنو هو قسمُ
اُن گهڙيءَ سانورا ياد آيو هُئين!
اُن گهڙيءَ سانورا ياد آيو هُئين!

عارف مظهر

### وائي

پاڻ پُڇي ٿو پاڻ کان
تون ڪو جوڳي آن۔
رُڃَ گُهمين ٿو رات جو!

ديوانا دَرويش تون
ڇا لئہ سالن کان۔
رُڃَ گُهمين ٿو رات جو!

چوڌاري صحرا سُتل
سانتِ پڇيو مونکان۔
رُڃَ گُهمين ٿو رات جو!

ٽڌڙي هيرَ آچي ڇَيو
"عارف" يارَ اچان۔
رُڃَ گُهمين ٿو رات جو!

گل بهار باغائي

### غزل

درد ڇو صحرا ڍڪي ڊوڙي پئي،
زندگي ڇاجي سزا لوڙي پئي!

عاشقيءَ جا نيڻ ٿا تانڊا ٻرن،
بي رخي تي روح ڪي روڙي پئي.

هر نوازش جون اکيون ٻوٽيل ڏسي،
بي، وسي هر عڪس جي ٻوڙي پئي.

پيار جي احساس جون ڪومل ڪليون،
بي حسي، ڪاوڙ وِتي، توڙي پئي.

وئي نشاني مرڪ جي مرجهائجي،
هر گهڙي ڏک، دل ڇُڙي، چوڙي پئي.

ماجد راهي

## غزل

مان اڪيلي زندگيءَ جو
خواب آهيان خودڪشي جو.

ٻاٽ آهي راهہ پنهنجي،
جسم جانان روشنيءَ جو.

نيٺ ملندو ماڳ پنهنجو
ڀروسو آ رهبريءَ جو.

ذائقو مون جيان چکي تو
چنڊ پي آوارگيءَ جو.

هو رکي احساس تي پٿي،
سنڌ جهڙي سادگيءَ جو.

نيڻ پوڙها تي ويا هن،
درد سانڍي شاعريءَ جو.

"اسير" امتياز

## غزل

مورک کو تاريخ لکي پيو
ويٺي ويٺي خوب کلي پيو.

"قيامت ايندي، قيامت ايندي"
مُلان جو آواز اچي پيو.

مسجد اندر خاموشي آ،
مئخاني ۾ رنگ رچي پيو.

ڪنهن آ ڪنهن سان جهيڙو جوٽيو
ڪوئي ڪنهن جا پير جهلي پيو.

خاموشيءَ جي عالم ۾ ڪو
آڌيءَ رات جو گيت چوي پيو.

مُرڪي مون تہ "اسير" قبوليو
سُور پٽيان جو سُور ملي پيو.



# ”آدرشي انسان“ جو اڀياس

ممتاز مهر




سنڌ ادبي اڪيڊمي ڪراچي اٽڪل ويهن سالن کان سنڌيءَ ۾ ڪتاب ڇپرائي پڌرا ڪندي رهي آهي. شيخ اياز جي شاعريءَ وارا ڪجهه ڪتاب ۽ سندس آتم ڪهاڻيءَ جو هڪ حصو ”ڪٿي نه ڀڄبو ٽڪ مسافر“ پڻ اڪيڊميءَ طرفان شايع ڪيو ويو. ڪجهه سال اڳ رابرٽ گرين انگرسال جي ليڪچرن ۽ مضمونن تي مشتمل سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪيل مجموعو پڻ اڪيڊميءَ طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو هو. ترجمو ڪندڙ اي ڪي پنجواڻي آهي، جيڪو ساڳئي وقت سنڌ ادبي اڪيڊميءَ جو اصل روح روان، پر گهڻو ڪري پردي پٺيان رهندو آهي: جڏهن ته سندس ساٿي ستار پيرزادو ادبي اسٽيج تي نمايان.

انگر سال اوڻويهين صديءَ ۾ آمريڪا جو مشهور دانشور ۽ عيسائي مذهب جو خاص طرح ۽ مذهبن جو عام طرح وڏو نقاد رهيو آهي. هُو سيڪيولر فڪر ۾ وڏو نالو رکي ٿو. اهڙي اهم دانشور جي لکڻين کي سنڌيءَ ۾ وڏيڪ محنت سان ترجمي ڪرڻ جي ضرورت هئي. انگر سال کي ناستڪ (Agnostic) ڪري ڄاڻايو ويو آهي، جڏهن ته حقيقت ۾ هو پڪو ملحد (Atheist) هو. وڏي وِيبسٽر ڊڪشنريءَ ۾ پڻ ٻنهي اصطلاحن ۾ وڏو فرق ڏيکاريو ويو آهي. ترجمي جي هندي گاڏڙ سنڌي پڻ عام پڙهندڙن کي پريشان ڪندي هوندي.

”نور الدين سرڪي ــ آدرشي انسان“ نئين ڪتاب جو عنوان آهي، جنهن جو مرتب ستار آهي. ڪتاب ۾ نور الدين سرڪيءَ کان ورتل ٽي چار انٽرويو سندس

لکيل ڪجهہ ڪالمر ۽ سندس متعلق دوستن ۽ مداحن جا مضمون ۽ تاثر شامل آهن. ڪتاب جي مواد جي صحيح ايڊيٽنگ نہ هئڻ ڪري ورجاءَ واريون ڳالهيون ڪک ڪندڙ آهن. ٽائيٽل ڪوَر تي سرڪيءَ جو وڏو فوٽو ڏيڻ بجاءِ بئڪ پيج تي سندس هڪ ننڍي تصوير ۽ بيون غير ضروري پتڪڙيون تصويرون ڏنيون ويون آهن. ديباچي ۾ اجائي ڊيگهہ ۽ "سائين" لفظ جو ورجاءُ ڳورو ۽ مصنوعي لڳي ٿو.

سرڪي صاحب جو سنڌي ادب ۾ ڪو وڏو يوگدان ڪونهي. سندس وڏي ۾ وڏو علمي ڪم ليو ٽالسٽائي جي سماجي مسئلن ۽ انهن جي حل متعلق هڪ اهم ڪتاب "نيٺ ڇا ڪجي؟" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو آهي، جيڪو 1957ع ۾ ترجمو مڪمل ٿيڻ کان پوءِ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپجي پڌرو ٿيو هو. ترجمو بهترين ٿيل آهي. ڪاش سرڪي صاحب اهڙن اهم بين ڪتابن جا بہ ترجما ڪري سنڌي ٻوليءَ جي فڪري سرمائي ۾ واڌارو آڻي ها، پر وقت ۽ حالتن يا سندس ذاتي رجحانن کيس ان طرف وڌيڪ آماده نہ ڪيو. مذڪوره ڪتاب جو ذڪر ڪندي ستار ان کي ناول ڄاڻايو آهي، جيڪو غلط آهي. اهو ناول قطعي ڪونهي، پر ٽالسٽائي جي ڪجهہ غير تخليقي تصنيفن مان هڪ تصنيف آهي، جنهن کي سماجيات جي علمي دائري ۾ آڻي سگهجي ٿو. مونجهارو شايد ان ڪري بہ پيدا ٿيو هوندو ڇاڪاڻ تہ ڪتاب ۾ ٽالسٽائي پنهنجا ذاتي مشاهدا بہ بيان ڪيا آهن، پر ستار اعتراف ڪري ٿو تہ هن اهو ڪتاب اڃا پڙهيو ئي ڪونهي. حيرت آهي تہ سرڪي صاحب بہ هڪ انٽرويو ۾ مذڪوره ڪتاب کي ناول ڄاڻايو آهي، ممڪن آهي ٻي ڌيانيءَ ۾. ليو ٽالسٽائي انارڪسٽ سوشلزم جو حامي هو. "نيٺ ڇا ڪجي" ۾ انارڪزم کي ٽالسٽائي غير تشدد عمل ۽ اخلاقي بنيادن تي پيش ڪيو آهي. گانڌي پڻ ان سوچ جو هو. هڪ اهم ۽ مشهور انارڪسٽ پرنس ڪروپاٽڪن جو ڪتاب "نوجوانن ڏانهن" سنڌيءَ ۾ برڪت علي آزاد ترجمو ڪيو هو. مارڪس جو همعصر باڪونن انارڪزم جو باني ۽ پرتشدد عمل جو حامي هو. مشهور آمريڪي دانشور چومسڪي پڻ انارڪسٽ آهي.

نور الدين سرڪي، شيخ اياز ۽ محمد ابراهيم جويي جيان وڏو اديب تہ ٿيڻ جي نہ سگهيو نہ سياسي ميدان ۾ سياسي اڳواڻ طور، پر گذريل سٺ سٺر سالن جي سنڌ جي ادبي، سياسي ۽ ثقافتي رنگ منچ ۾ سندس موجودگي ۽ اثر نمايان آهي. سنڌ جي ناسازگار ادبي ۽ سياسي فضا کي سازگار بڻائڻ، سنڌيت جي جوت کي هميشہ ٻرندو رکڻ، ماڻهن کي اتساهيندو رهڻ، ڪراچيءَ جهڙي مصروف شهر ۾ پنهنجي وڪيلاڻي آفيس کي ادبي ۽ سياسي اوطاق طور قائم رکڻ، هر وڏي ننڍي سان پيار ۽ پاٻوهہ سان ملڻ ۽ سنڌ سان تعلق رکندڙ اهم مسئلن تي ٻي ٻاڪيءَ سان اظهارڻ ۽

عملي قدم کڻڻ سندس بي مثال وصفون رهيون آهن، جن جو قدر ۽ ڪاٿو نالي ۾ نهال نمائشي ليڪڪن ۽ نام نهاد دانشورن کان گهڻو مٿي آهي. يقينن هو سيڪيولر، انسان دوست ۽ جمهوريت پسند ڏاهو ۽ ڪردار جي لحاظ کان اعليٰ شخص هو.

گذريل ويهين صديءَ ۾ سنڌ ۾ اهڙيون ماڊل شخصيتون جن کي شخصيت پرستيءَ جو مرض ۽ خودثنائي لاحق نہ هجي، تمام ٿورڙيون نظر اينديون. انهن ۾ ڪامريڊ حيدر بخش جتوئي، قاضي فيض محمد، محمد ابراهيم جويو ۽ نور الدين سرڪي ڳڻائي سگهجن ٿا. سرڪي صاحب جا سندس حياتيءَ ۾ جيترا دوست ۽ قريبي ساٿي رهيا آهن، انهن کان وڌيڪ سندس مداح آهن. جن سان مختلف وقتن ۽ حالتن ۾ مٿي تي پيار جو هٿ رکي، هن ڪين ڏيڏ ڏنو هوندو. هڪ سٺي انسان جي ڪردار جي هڪ نشاني خوش اخلاقي هوندي آهي. سرڪي صاحب ۾ خوش اخلاقي اتم موجود هوندي هئي، جنهن ۾ ڪنهن بہ قسم جو تصنع نہ هوندو هو. پاڪستان ۾ جتي سياست سان گڏ ادب بہ ذري گهٽ واپار بڻجي ويو آهي ۽ ڪيئي ويڪائو اديب ۽ شاعر بڻجي ويا، پر سرڪي صاحب ان موقعي پرستيءَ کان پاڻ کي بچايو ۽ ڪڏهن بہ سرڪار وٽ ويڪائو نہ بڻيو نہ ثنا خوان رهيو. افسوس تہ سنڌي ادبي سنگت جي موجوده قيادت (يوسف سنڌي وغيره) تي آهي، جيڪي پ پ حڪومت کي پنهنجي حڪومت سمجهي هش ۾ خوش آهن.

مون سرڪي صاحب جي منهن تي ڪڏهن بہ گهنج نہ ڏٺو. ذاتي غم ۽ ارمان هر شخص کي هوندا آهن، پر سرڪيءَ جي گفتگوءَ جا موضوع گهڻو ڪري ڪتاب، ادبي ۽ سياسي مامرا ۽ سنڌ کي درپيش مسئلا هوندا هئا. ڪيس گهڻو ڪري سوشلسٽ خيالن وارو سمجهيو ويندو هو پر سوويت نظام پڇاڙيءَ پانيان ٿو تہ سوشلزم ۾ سندس ويساهہ متزلزل ٿي چڪو هو. هن پنهنجي پوين انٽرويوئن ۾ بہ ڄاڻايو آهي تہ سنڌ کي سرمائيدارانہ طرز جي صنعتڪاريءَ ۽ جمهوريت جي ضرورت آهي. هن اوپن مارڪيٽ جي بہ واڪاڻ ڪئي، جنهن سان سندس خيال ۾ روزگار جا ذريعا وڌن ٿا ۽ مڊل ڪلاس کي ترقيءَ ڪرڻ جا موقعا ملن ٿا. سرڪي صاحب جا اهڙا ويچار پوئين دؤر واري شيخ اياز جي ويچارن سان ملن ٿا. جڏهن هن سوويت روس جي نظام کي نندينڊي چيو تہ "ڪميونزم منهنجي زندگيءَ جا پنجاهہ قيمتي سال وڃايا." شيخ اياز جتي جذباتي ٿي سوويت نظام جي خلاف ڳالهايو اتي سرڪي صاحب پاڻ کي ضابطيءَ ۾ رکي "سوشلسٽ نظام" جي ناڪاميءَ جو اعتراف ڪيو. هڪ پيري پريس ڪلب ڪراچيءَ ۾ ٿيل هڪ فنڪشن ۾ سرڪي صاحب ڪجهہ ڪليل نموني فيڊل ڪاسترو تي طنز ڪندي چيو هو تہ "هاڻي دنيا ۾ رڳو اسي سالن جو پوڙهو ڪاسترو وڃي بچيو آهي، جيڪو

ڪميونزم جي حمايت ۾ ڳالهائيندو آهي ۽ بيٺي بيٺي تقرير ڪندي ڪنبدو ٿڙندو آهي ۽ ڪرڻ تي هوندو آهي، پوءِ ڪيس سندس ساٿي ٻانهن کان جهلي هيٺ لاهيندا آهن." بعد ۾ مون سرڪيءَ کي چيو ته "توهان ڪاسترو خلاف اهڙي نموني ڳالهائيندي سٺو نه ڪيو." پر هن مرڪندي ڪو جواب نه ڏنو.

سوويت روس واري نظام جي ڊهڻ ٽوڙي چين ۾ سرمائيداريءَ ڏانهن موٽ کائڻ جا انيڪ سبب ٿي سگهن ٿا. جن تي گهڻو ڪجهه لکيو ويو آهي ۽ لکيو پيو وڃي، پر انهن ناڪامين جو ڪارڻ سوشلزم/ڪميونزم جو نظريو ڪونهي، جنهن کي ڪارل مارڪس ۽ فريڊرڪ اينگلز جامع نموني ۾ پيش ڪيو هو. ايڪيهين صديءَ جي پهرئين ڏهاڪي ۾ دنيا اندر سرمائيدارانه نظام جنهن شديد بحران ۾ ورتل آهي، ان پوريءَ دنيا کي متاثر ڪيو آهي. خود سرمائيدار ملڪن جا دانشور هاڻي ٻيهر ڪارل مارڪس کي ياد ڪرڻ لڳا آهن ته من هن جو ڏنل نسخو ڪارگر ثابت ٿئي. سرڪي صاحب خود ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر هو پر انڊيا کان مهاجر بڻجي آيل ڪامريڊن جي سنڌ بابت ۽ مظلوم قومن جي حقن بابت منجهيل ۽ اڻ چٽي پاليسيءَ ڪري ڪانئن بدظن ٿي پارٽي ڇڏي هئائين، پر ان جي باوجود ڪميونزم ۾ ويساهه گهڻي عرصي تائين رکندو آيو. جيئن ته سوشلزم/ڪميونزم ۽ قوميت جي مسئلي تي سنڌ ۾ ڪڏهن به نه ڪي وڏا بحث ٿيا، نه ئي ڪي علمي ۽ اڪيڊمڪ نتيجا ڪڍيا ويا. تنهن ڪري شايد سرڪي صاحب سان ناانصافي ٿيندي، جيڪڏهن کيس اينٽي سوشلسٽ/ڪميونسٽ ڪئمپ ۾ شمارجي. يقينن هو سوشلزم کي سماج ۾ ارتقائي نموني آڻڻ چاهيندو هو. يعني جڏهن سماج ۾ صنعتي دور اچي ٿو تڏهن پورهيتن جي طبقاتي جدوجهد جي نتيجي ۾ سوشلزم جي قائم ٿيڻ جا عملي امڪان پيدا ٿين ٿا. پر ياد رهي ته ضروري نه آهي ته اهو سوشلسٽ نظام روسي طرز جو هجي، جتي سوشلزم جي نالي ۾ جوزف اسٽالن شخصي ڊڪٽيٽرشپ قائم ڪري ملڪ اندر رياستي سرمائيداري (State Capitalism) قائم ڪئي هئي، جيڪا عوام ۾ مقبوليت نه ماڻي، آخر ڊهي پٽ پيئي. سڄاڻ مارڪسسٽن ۽ انارڪسسٽن ان جي ڊهڻ جي اڳڪٿي اڳ ۾ ئي ڪري ڇڏي هئي. جڏهن ته نقلي ترقي پسند سوويت نظام جي ڊهڻ تي مجاوري ڪندي اڃا دڪانداري ڪري رهيا آهن. سنڌي ادب ۽ سياسي منظرنامي تي تڪو تنقيدي وايومنڊل ڇو پيدا ٿي نه سگهيو آهي؟. ان تي سوچ ويچار ڪرڻ جي ضرورت آهي. ويهين صديءَ جي پنجاهه جي ڏهاڪي ۾ "مهراڻ" ۽ "نئين زندگي" رسالن ۾ ڪجهه تنقيدي بحث شروع ٿيا. پوءِ ڪن بزرگن جي دٻاءَ تي اهي بند ڪيا ويا. سياسي تنقيد جذباتي قوم پرستي ۽ نقلي

ڪامريڊن جي فارمولائي لائين جي ور چڙهي ويئي. ڪن بزرگ سياسي اڳواڻن پنهنجا ڏهاڙا ملهائڻ شروع ڪيا. يعني شخصيت پرستي.

مذڪوره ڪتاب ۾ سرڪي صاحب ڪان ورتل ٽي چار انٽرويو به ڏنل آهن، جن ۾ ورجاءَ سبب انهن جي اهميت ڪي ڌڪ رسيو آهي. سرڪي صاحب مذهب جي بنياد تي نام نهاد به قومي نظريي تحت ننڍي کنڊ جي ورهاست واري سوال تي ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا طرفان حمايت ڪرڻ واري پاليسيءَ کي ننديو ۽ غلط قرار ڏنو آهي، پر سوڀي جو منطق اجا تائين اهو آهي ته پارٽي جيڪڏهن ورهاست کي نه قبولي ها ته انگريز هندستان کي نه ڇڏين ها. سوڀو صاحب هن تاريخي حقيقت کي ڇو قبول نٿو ڪري ته انڊيا جي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي نالڪيلي به اسٽالن جي هٿن ۾ هوندي هئي ۽ ٻي جنگ عظيم کان پوءِ ايسٽ يورپ کي مال غنيمت طور هٿ ڪرڻ کان پوءِ انگريزن ۽ آمريڪين کي خوش ڪرڻ لاءِ اسٽالن ڪميونسٽ پارٽي آف انڊيا کي مجبور ڪيو ته انڊيا جي ورهاست واري اسڪيم کي قبول ڪري.

ياد رهي ته ماٿوزيتنگ جڏهن چين ۾ هارين جي لانگ مارچ شروع ڪري شهرن ڏانهن رخ رکيو هو تڏهن اسٽالن مائو تي زور ڏنو هو ته هو لانگ مارچ ختم ڪري قومپرست اڳواڻ چانگ ڪائي شيڪ سان ٺاهه ڪري، پر مائو اسٽالن جو حڪم نه مڃيو. اسٽالن 1936ع واري اسپين جي گهرو جنگ دوران ڪاٻيءَ ڌر وارن جي ڪابه مدد نه ڪئي، رهندو ڪميونسٽن تي دٻاءُ وجهي ڪين جدوجهد کان پري رکيو. نتيجي ۾ ڪاٻيءَ ڌر وارن کي شڪست آئي ۽ سندن وڏو قتل عام ٿيو. ٻي مهاڀاري جنگ ۾ اسٽالن هٽلر سان امن جو معاهدو ڪري، جرمنيءَ ۾ هزارين ڪميونسٽن جي قتل عام جو ذميدار بڻيو. پوءِ هٽلر معاهدو ٽوڙي روس تي حملو ڪيو. اسٽالن مجبورن آمريڪا ۽ برطانيا جو اتحادي بڻيو پر ان جنگ دوران رڳو روس ۾ هڪ ڪروڙ کان وڌيڪ ماڻهو مارجي ويا. گڏيل هندستان ۾ ادب ۾ ترقي پسنديءَ جي نالي ۾ جيڪا تحريڪ شروع ٿي، ان جو اصل مقصد به اديبن کي اسٽالن جو تعبيدار بڻائڻ هو. ڇو ته روس ۾ اڳ ۾ ئي "سوشلسٽ ريئلزم" جي نالي ۾ اديبن کي سرڪار جو غلام بڻايو ويو هو ۽ جن اديبن انحرافي ڪئي، تن کي بيگار ڪئمپن ۾ موڪلي مارايو ويو. تخليقڪار پنهنجي تخليقي عمل ۾ ذهني طرح آزاد هئڻ گهرجي، پر ترقي پسندي ۽ سوشلسٽ ريئلزم جي دلڪش نعرن ۽ نظرين هيٺ اديبن ۽ شاعرن کي ڪوڙڪين ۾ ڦاسايو ويو ۽ انهن کي استعمال ڪيو ويو. ادب ۾ فرقي پرستي پيدا ڪئي ويئي. ننڍي کنڊ ۾ ڪميونسٽن لاءِ يا نام نهاد ترقي پسندن لاءِ مارڪسزم اها هئي، جيڪا سوويت روس کان پهتل چوپڙين ۾ اسٽالن جي ثنا خواني هوندي هئي. هند - سنڌ ۾ سيئي

ڪامريڊ اهي غلط بيانين واريون چوپڙيون پڙهي پاڻ کي ڪميونسٽ ۽ ترقي پسند سمجهڻ لڳا. انهن مان ورلي ڪنهن ڪارل مارڪس ۽ اينگلز جي اصل لکڻين تائين رسائي حاصل ڪئي هوندي، سندن وڏ ڪان وڏ مطالعو ڪميونسٽ پڌرنامي جو هوندو هو سو بہ اڌو گابرو. سوڀي گيانچندڻيءَ جهڙي ماڻهوءَ پنهنجي هڪ انٽرويو ۾ چيو تہ "مان ڪميونسٽ کان وڌيڪ يوگي آهيان." يوگي/جوگيءَ جو مطلب آهي، هن مادي دنيا کي مايا سمجهي، ان کي ترڪ ڪندڙ. ڪارل مارڪس جو سڀ کان اهم ڪتاب "داس ڪيپيٽل" آهي، جنهن کي ڪيترن نام نهاد ڪامريڊن پڙهيو هوندو! سوڀو جيڪڏهن مارڪس کي پوريءَ طرح پڙهي ها تہ پوءِ پاڻ کي يوگي سڏائي، هن دنيا جي حقيقتن کان منهن موڙڻ يا فراريت جي لاڙي کان بچي سگهي ها. سرڪي صاحب تہ پوءِ بہ ايمانداري ڏيکاري اقرار ڪيو تہ هو مارڪس جو "داس ڪئپيٽل" ڪونہ پڙهي سگهيو. شيخ اياز بہ بقول سندس تہ هن ڪميونزم جي اثر ۾ رهندي پنجاهہ سال وڃايا. پر سوال آهي تہ اصل ڪميونزم/مارڪسزم ڪي هو يعني شيخ اياز ڪيتري قدر پڙهي سگهيو ۽ سمجهي سگهيو؟ فيشن طور تہ ڪيئي اديب ڪميونسٽ بڻجن ٿا، وجودي ٿين ٿا يا مادرنسٽ هئڻ جي دعويٰ ڪن ٿا، پر سوال آهي تہ انهن جو اڀياس ڪيترو آهي، انهن سمجهيو ڪيترو آهي؟ فيض احمد فيض ۽ سبط حسن جي سموري ڏاهپ جو زور جڏهن وڃي "پاڪستاني ادب" ۽ "پاڪستاني ثقافت" جي راڳ ويراڳ آلاپڻ تي ٽُٽو تڏهن ڳالهہ سمجهہ ۾ آئي تہ "ڪامريڊ" جڏهن مسلم ليگ جي نظريي کي قبول ڪندا آهن، تڏهن سندن ڏاهپ جو ڪهڙو حشر ٿيندو آهي. پاڪستان جي پهرين آزاديءَ جي جشن جي جلوس ۾ سوڀي پڻ مسلم ليگ جو جهنڊو کڻي هڪ طرح سان هن خطي مان هميشہ لاءِ ڪميونزم جي ارٿي کڻائي هئي. سوڀي گيانچندڻيءَ جو گهڻو حوالو ان ڪري ڏنو اٿم جو مذڪوره ڪتاب ۾ شيام ڪمار ۽ ترقي پسندن عبدالله جمالديني (بلوچ دانشور) ۽ سوڀي کي جنرل پرويز مشرف کان انعام وٺڻ کانپوءِ پر ڪتيل پڪي ڄاڻايو آهي.

نور الدين سرڪيءَ جي ياد ۾ شايع ڪيل هن ڪتاب ۾ ٻين جا جيڪي تاثرات آهن، تن مان حميد سبزوئي جو هي خيال مون کي عجيب لڳو، جڏهن افلاطون (Plato) کي سرڪي صاحب سان ڀيٽيندي هن دعويٰ ڪئي تہ افلاطون جمهوريت جو قائل نہ هو جڏهن تہ سرڪي صاحب جمهوريت پرست هو. هڪ تہ ٻنهي کي ڀيٽڻ عجيب آهي. ٻيو افلاطون جهڙي مها ڏاهي کي جمهوريت مخالف سمجهڻ يا تہ افلاطون جي فلاسافي ۽ سماجي/سياسي نظرين بابت ڄاڻ جو سطحي هجڻ آهي يا ٻڌ سڌ جي ڳالهين کي سچ سمجهڻ آهي. پنهنجي مشهور ڪتاب "ريپبلڪ" يعني "جمهوريہ" مان ئي سمجهي سگهجي ٿو تہ افلاطون

ڪيتري قدر جمهوري اصولن کي اهميت ڏيندو هو. سندس بنيادي نُڪتو هيءُ هو ته ڏاها ماڻهو حڪومت هلائڻ لاءِ وڌيڪ اهل سمجهڻ گهرجن. اهڙو حڪومتي سرشتو يا سماجي نظام وڌيڪ بهتر ثابت ٿيندو جنهن جا حڪمران ڏاها هوندا. افلاطون جو اهو يوٽوپيائي خيال جيڪڏهن عمل ۾ اچي سگهي ها ته دنيا جي حالت خاص ڪري اسان جي ملڪ جي حالت ايتري خراب نه هجي ها، جيئن نظر اچي ٿي. ڇاڪاڻ ته طبقاتي سماج ۾ حڪومتي واڳ تائين رسائي رڳو پئسي جي زور تي هوندي آهي. پئسي ۽ اثر رسوخ کان سواءِ ٻي ڪا به وصف ان سياسي رساڪشيءَ ۾ ڪارآمد ثابت ٿي نه سگهندي آهي. بادشاهت جي خاتمي جي باوجود گهڻن ملڪن ۾ خانداني (نوابي ۽ جاگيردارانه) سياسي وراثت جو سلسلو اڃا جاري آهي، خاص ڪري اسان جهڙي پٺتي پيل ملڪ ۾. مذڪوره ڪتاب ۾ هڪ دوست سرڪي صاحب کي سالڪ ڪوٺيو آهي، جڏهن ته سرڪي صاحب نه تصوف جي واٽ ورتي، نه سوشلزم جي واٽ تي هميشه قائم دائم رهيو. هڪ دوست ڪيس پنهنجو استاد سڏيو آهي. هڪ مها ترقي پسند شاعر لکيو آهي ته سرڪي صاحب هن جهڙن گهڻن ئي اڻ سڏريل واٽ ڳاڙهن نوجوانن کي سڌاريو ۽ سنئين دڳ لاتو. ڪاش سرڪي صاحب اڃا وڏي عمر ماڻي ها ۽ گهڻن ئي اڻ سڌريلن کي سنئين دڳ لائي ها!



# آرين جي واپسي

علي گل خشڪ




منهنجي هٿ ۾ ڀڳوان ايس گدواڻيءَ جو ضخيم ناول Return of Aryan (آرين جي واپسي) آهي. مون هن ناول جي باري ۾ ڪنهن دوست کان ٻڌو هو پر عام ڪتاب گهرن تي موجود نه هئڻ ڪري پڙهڻ کان محروم رهيس. جڏهن اسان جي دوست مهراڻ ملاح سان ان ڪتاب جو ذڪر ڪيم ته هن مون کي اهو چئي خوش ڪري ڇڏيو ته وٽس اهو (ناول) موجود آهي. ڪجهه عرصو اڳ مون رام جيٺملاڻيءَ جي 1999ع ۾ فلوريڊا، آمريڪا ۾ بين الاقوامي سنڌي

سميلن ۾ ڪيل تقرير پڙهي هئي، جنهن ۾ موصوف فرمايو هو ته ”هر سنڌيءَ تي لازمي آهي ته ڀڳوان ايس گدوانيءَ جو ناول ”آرين جي واپسي“ پڙهي، ته جيئن هو پنهنجي تاريخ، ورثي ۽ بڻ بنياد کي سمجهي سگهي. اهو سمجهڻ نه رڳو پنهنجي لاءِ ضروري آهي، پر ان لاءِ به ضروري آهي ته پنهنجي نئين نسل کي به ان سان روشناس ڪرائي سگهي. تنهن ڪري پنهنجي پڙهو يا ڪنهن کان اُڌارو وٺي پڙهو پر هيءُ ڪتاب ضرور پڙهو. بهتر اهو ٿيندو ته خريد ڪيو ۽ پنهنجن پيارن کي سوکڙيءَ طور ڏيو پر ياد رکو ته هن خزاني کان پنهنجي نئين نسل کي محروم نه ڪجو.“ سو مون کي ان ڪتاب جي اهميت ويتر وڌيڪ محسوس ٿيڻ لڳي. آخرڪار مون کي اهو ڪتاب مليو ۽ مون پڙهڻ شروع ڪيو ۽ حيران ٿي ويس ته اهو ناول لکڻ لاءِ ناول نگار ارڙهن سال تحقيق ڪئي ۽ جڏهن اهو تحقيقي مواد سهيڙيو ويو ته اهو پنجن ڪمرن ۾ به نه پئي ماپيو. ناول جي فهرست ڏسڻ سان ئي ڪتاب جي ضخامت جو اندازو ٿي ويجي ٿو. مون هن مهل تائين جيڪي به انگريزي ناول پڙهيا آهن، انهن مان هيءُ مون کي ڪجهه وڌيڪ ڏکيو محسوس ٿيڻ لڳو. مون سوچيو هو ته 449 صفحن تي ٻڌل هيءُ ناول هفتي يا ڏهن ڏينهن ۾ پڙهي وٺندس، پر بعد ۾ مون کي لڳو ته پوري ناول کي پڙهڻ لاءِ ڪافي وقت گهرجي ۽ ان سان گڏ اهو خوف به ٿيڻ لڳو ته شايد مان هيءُ (ناول) پورو نه ڪري سگهان- پر هوريان هوريان مون کي محسوس ٿيو ته ناول سان منهنجي دوستي ٿي ويئي آهي. ان جا ڪردار مون کي پنهنجا دوست محسوس ٿيڻ لڳا، ۽ دير ٿيڻ جي صورت ۾ لڳندو هو ته ڄڻ منهنجو انتظار ڪندا هجن! ليکڪ وڏيءَ مهارت سان تاريخ کي انساني ويس پارايو آهي. اٺ هزار سالن جي تاريخ تي پکڙيل هن ناول ۾ ڪيئي ڪردار اچن ٿا ۽ گُم ٿي وڃن ٿا، پر پڙهندڙ پنهنجو سفر جاري رکي ٿو.

جيتوڻيڪ ناول ۾ مختلف شخصيتون ۽ ذهن رکندڙ ڪيئي ڪردار آهن. مثال طور ان وقت جي سنڌ جا چونڊيل اڳواڻ جن کي ”ڪار ڪرتا“ چيو ويندو هو. ساڌو جوڳي، ٻيري مُهر جو ڪسبياڻيون عالم، طبيب، غلام، تاجر ۽ زميندار وغيره. ناول جو مرڪزي ڪردار ”سنڌو پتر“ آهي جيڪو هڪ ٻيڙيءَ ۾ سنڌودرياءَ ۾ ماءُ سان گڏ ترندو اچي ٿو ۽ پارت جوڳي جيڪو سنڌوءَ ڪناري هڪ جهوپڙيءَ ۾ زندگيءَ جا آخري ڏينهن گذاري رهيو هوندو آهي تنهن کي ملي ٿو. هو هڪ ڏينهن جو ڄاول ٻار آهي، جنهن جي ماءُ مري چڪي آهي. پارت کيس ڪٺي ڳوٺ جي چڱي مڙس حوالي ڪري ٿو. جيئن ته هو سنڌو نديءَ مان کيس مليو ٿو تنهن ڪري ان جو نالو ”سنڌو پتر“ رکن ٿا. ان ڳوٺ ۾ رهندڙ هڪ ڪسبياڻي جنهن جو پٽ ڄمڻ کان پوءِ جلدي مري ويندو آهي هُن جي نالي سان هڪ مندر جوڙائي ٿي. سنڌو پتر کي سنڌو نديءَ مان جنم وٺڻ ڪري ”سنڌو ديوتا“ جو نالو ڏنو ويجي ٿو. پارت جوڳي

۽ ساڳو مني جهڙن تجربيڪار غلاميءَ کان نفرت ڪندڙ ۽ سچي سنڌو ماتري بلڪ ان وقت جي ڄاتل سڃاتل دنيا جي قبيلن ۾ ٻڌيءَ جو خيال رکندڙ هستين کان پرورش وٺڻ جي ڪري، هن يعني سنڌو پتر هيئين ٻن نُڪتن لاءِ تحريڪ هلائي: پهريون غربت ۽ انساني تحقير جو خاتمو آندو وڃي ۽ ٻيو پارت جي سيني قبيلن جو اتحاد قائم ڪيو وڃي. پر اڄ جي دنيا وانگر ان وقت جا مفاد پرست ٽولا ۽ حڪمران هن جا مخالف ٿي بيٺا. جيتوڻيڪ سنڌو پتر پنهنجي مقصدن ۾ گهڻو ڪامياب وڃي ٿو پر بالآخر ڪيس مخالفن جي هٿان قتل ٿيڻو پوي ٿو. اهو واقعو هن جي پوئلڳن ۽ مداحُن کي ديوانو بڻائي ڇڏي ٿو ۽ انهن مان اڪثريت اهو قبول ڪرڻ لڳي ٿي تہ هتي ظلم، مفاد پرستي ۽ ناانصافي وڌي ويئي آهي. اهو ئي سبب آهي جو سنڌو پتر وطن ڇڏي ڪنهن ٻئي ديس هليو وڃي ٿو.

سندس پوئلڳ پنهنجو ديس ڇڏي ڪيس ڳولڻ لاءِ سنڌ مان نڪرڻ لڳا. آرين جي سنڌ مان نڪرڻ جو مقصد صرف ۽ صرف اهڙي ديس جي تلاش هو جيڪو ظلم، ناانصافي ۽ سماجي اڻبرابريءَ کان پاڪ هجي. سندن خيال مطابق اهڙي ئي ديس ۾ سنڌو ديوتا ديرو ڄمايو هوندو. هنن جو مقصد ڦرلٽ، دولت جي حاصلات ۽ ملڪن تي قبضو ڪرڻ قطعي ڪو نہ هو. ان وقت سنڌو تهذيب جي حدن ۾ رهندڙن کي ريا (Rya) ۽ ٻاهر جي رهواسين کي آريا (Arya) چيو ويندو هو. سو جيڪي بہ پوئلڳ سنڌو پتر سان ملڻ لاءِ سنڌ مان ٻاهر نڪتا (ويا)، انهن کي "آريا" چيو ويو. ان مرڪزي خيال کي اڳتي وڌائيندي، ناول نگار لکي ٿو ۽ "سنڌو پتر جي نئين ديس کي ڳولڻ لاءِ سنڌ مان هڪ تمام وڏي آبادي لڏپلاڻ ڪري وئي، ۽ اهي ماڻهو ايران ۽ افغانستان کان ٿيندا وچ ايشيا، اوڀر يورپ، روس ۽ جرمنيءَ تائين وڃي پهتا، ۽ نہ رڳو انهن تي اثر انداز ٿيا، پر اتان جي ماڻهن کي تهذيب، فن، علم منتقل ڪيو. هڪ وڏو عرصو اتي گذاري، اتان جون حالتون، ماحول ۽ معاشرو ڏسي، اهي سنڌي آريا ان خيال جا ٿيا تہ پنهنجو ديس ڪهڙو بہ هو پر هِتان کان گهڻو بهتر هو. سو انهن سنڌ ڏانهن واپسي شروع ڪئي. تنهن ڪري ليکڪ ان روايتي نڪتہ نظر کي غلط قرار ڏئي ٿو تہ ڪو آريا ٻاهران آيا هئا، جيئن اڪثر ڪري مغربي تاريخدان لکن ٿا. انهن جو نڪتہ نظر وري هيءَ آهي تہ آريا اهي هئا، جن هندستان ۾ يورپ ۽ وچ ايشيا کان اچي قبضو ڪيو ۽ سلطنتون قائم ڪيون. ڀڳوان ايس گدواڻي ان ناول نما تاريخ ۾ اهو ثابت ڪري ٿو تہ آريا سنڌي هندو هئا، جيڪي پاڻ سنڌ مان ويا هئا ۽ پوءِ پاڻ ئي واپس موٽيا. اهو ئي، هن ناول جو مرڪزي خيال آهي. فني لحاظ کان هن ناول تي ڪو نقاد ئي تنقيد ڪري سگهي ٿو. پر منهنجو خيال آهي تہ ضروري ورجاءُ ناول ۾ جهول پيدا ڪري ڇڏيو آهي. ڪٿي ڪٿي ناول ۾ ساڳيا فقرا وري وري ڏنا ويا آهن، جيڪي يڪسانيت جو تاثر ڏين ٿا. ٻيو تہ ڪٿي ڪٿي ائين بہ آهي جو ڇهہ هزار قبل مسيح جي پراڻن ڪردارن جي

باري ۾ لکندي، ليکڪ انهيءَ ئي پئراگراف ۾ تازين حالتن ۽ موجوده دؤر جو ذڪر ڪري ٿو. منهنجي خيال ۾ اهڙي قسم جي پيٽ ڪنهن ڏنگيءَ يا حاشيي ۾ ڏني ها ته بهتر لڳي ها، پر ساڳئي وقت اهو به خيال اچي ٿو ته ايڏي وڏي ادبي شاهڪار جنهن جي تخليق لاءِ پنجن ڪمرن کان وڌيڪ ڪتاب ۽ ارڙنهن سالن کان وڌيڪ عرصو لڳو هجي، اتي اهڙي معمولي غلطيءَ کي نظرانداز ڪري سگهجي ٿو. مان سمجهان ٿو ته رام جيٺملاڻيءَ هن ناول جي باري ۾ جيڪي لفظ استعمال ڪيا هئا، اهي سؤ سيڪڙو درست آهن. ان کان سواءِ ناول نگار اهم موضوعن جهڙوڪ عورتن جي حيثيت ۽ حق، اهنسا، ماحوليات ۽ آبهوا جي انسان تي اثرن، ارتقا ۽ ٻين ڳالهين تي پڻ بحث ڪري ٿو. ان کان علاوه ايترين شين جو ذڪر آهي، جيڪڏهن هر هڪ جو حوالو ڏبو ته هڪ الڳ ڪتابچو ٺهي پوندو. سنڌو نديءَ جي ڇوڙ جي ڳالهه ڪجي يا سرسوتيءَ جي باري ۾ لکجي يا گنگا جو ذڪر، فرات، دجلا ۽ نيل ڏي نهارجي يا تامل، دراوڙ ۽ گنگا جي ديسي تهذيبن جي ڳالهه ڪجي، افغانستان، ايران، وچ ايشيا جي ڳالهه ڪجي يا سنڌي آرين جي يورپ تي اثر جو ذڪر ڪجي، ته اهو سڀ هن ناول جي دائري ۾ اچي ٿو. سنڌ جي ماڻهن دنيا جي عظيم ترين تهذيب کي جنم ڏنو ۽ ان جو اثر پراڻي تهذيب تي آهي، پوءِ اها عراق جي هجي، بابيلا جي، نينوا جي، مصر جي تهذيب هجي، روم جي سلطنت جو بنياد هجي يا يونان جو اسرڻ – پيرا ڪڍبا ته هر هڪ جا سنڌو تهذيب ڏانهن ئي ايندا.

ali.gul78@gmail.com

××

## سفيد چيتو

منظور ملاح




ادب جو بوڪر پرائيز دنيا ۾ نوبل پرائيز کان پوءِ ٻيو وڏو ساڪائتو انعام آهي، جيڪو برطانيا پاران دولت مشترڪه جي ميمبر ملڪن يا ماضيءَ ۾ سندس ڪالونيون رهندڙ ملڪن جي ليکڪن کي ڏنو ويندو آهي. اهو انعام حاصل ڪندڙ ليکڪن ۾ زنجبار جي ليکڪ عبدالرزاق گرنا (شيدي) کان وٺندي هندستان جي سلمان رشدي، ارون ڌتي راءِ، ڪرن ڊيسائي جهڙا آڙيڪاپ ليکڪ شامل آهن، جن پهرئين ئي ناول تي اهو انعام حاصل ڪيو. ان ئي لسٽ ۾ هڪ ٻيو اضافو

آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ مان پڙهيل، ٽائيم ميگزين جو اڳوڻو عيوضي 33 سالن جو مدراس ڄائو اروند اڙيگا آهي، جنهن پنهنجي پهرئين ناول "THE WHITE TIGER" تي 2008ع جو بوڪر پرائز حاصل ڪيو آهي. بقول سندس ته ان جي لکڻيءَ تي سلمان رشديءَ جي لکيل ۽ بوڪر پرائز حاصل ڪندڙ ناول "MIDNIGHT CHILDREN" جو اثر به آهي.

اروند اڙيگا پنهنجي ناول "THE WHITE TIGER" ۾ هندوستان جي اهڙي تصوير چٽي آهي، جنهن کي پڙهڻ سان لڳ ڪانڊارجيو وڃن. سينٽرل لنڊن ۾ رهندڙ هن نوجوان هندستان ۾ "ٽائيم" جي نمائندگي ڪندي اتان جي زندگيءَ جو گهرو مشاهدو ڪيو. ريلوي اسٽيشنن کان وٺندي ٻاڪڙا هوٽلن تائين، ارڙ بلا شهرن کان وٺندي رڃ جو ڏيک ڏيندڙ ٻهراڙين تائين، هن در در جا ڌڪا کاڌا ۽ بقول سندس ته هن کي سڀ کان وڌيڪ جيڪا شيءِ محسوس ٿي، اها هئي امير ۽ غريب جي زندگين ۾ ڏينهن رات جو فرق. اهي امير جيڪي جاگيردارن جي روپ ۾ ٻهراڙين ۾ توهان کي غريبن جو رت چوسيندي نظر ايندا ۽ شهرن ۾ عياشيون ڪندي ڏسبا ته وري غريب ٻهراڙين ۾ ٽي بي ۽ ڪالرا جي مرضن ۾ ٻڪ ۾ قيد نظر ايندا. شهر ۾ فوٽ پاٿن، اوورهيڊ پلين، رستن روڊن ۽ ننڍڙن ڪوارٽرن ۾ رت وهائيندي، مليريا وگهي سڏڪا ڀريندي نظر ايندا. اروند اڙيگا پنهنجي هن ناول جي ابتدا ۾ اتر انڊيا جي ٻهراڙيءَ جي خوبصورت ۽ اثرائتي منظر نگاري ڪئي آهي. اها ٻهراڙي جنهن کي هو اونده ۽ جهالت جو ڳڙه سمجهي ٿو. پنهنجي هن ناول جي شروعات هو چيني وزيراعظم کي خط لکي مخاطب ٿيڻ سان ڪري ٿو. سندس ناول جو مرڪزي ڪردار بلرام حلوائي آهي، جيڪو هڪ رڪشا ڇڪيندڙ غريب جو پٽ آهي ۽ وڏي آڪه سنياليندڙ آهي ۽ اتر انڊيا جي ضلعي گايا جي ڳوٺ لڪشمڻ ڳڙه سان تعلق رکي ٿو. گايا اهو هنڌ آهي، جتي ٻڌ هڪ وڻ هيٺ گيان ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي تبليغ شروع ڪئي هئي. اتر انڊيا منجهان ئي گنگا درياءَ به وهي ٿو. بلرام اسڪول جي امتحان دوران ڪتابن بجاءِ پنهنجي مشاهدي مان حاصل ڪيل معلومات جي بنياد تي جواب ڏئي ٿو جنهن سبب امتحان وٺندڙ آفيسر کيس وائيٽ ٽائيگر جو خطاب ڏئي ٿو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ خاندان جي مالي مجبورين سبب اسڪول ڇڏي پنهنجي ڀاءُ ڪشن سان گڏ هوٽل تي نوڪري ڪري ٿو جتي کيس گهٽو ڪجهه پوڳٽو پوي ٿو پر ان هوندي به هو ڪم ڪندو رهي ٿو. ڪم ڪندي هو اتي گڏ ٿيندڙ ڪوئلي جي کاڻين ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جون خبرون چارون غور سان ٻڌي ٿو ائين هو اڳتي هلي هڪ "اوريجنل ٿنڪر" ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو.

اتر انڊيا جي گنگا ڪناري رهندڙ ماڻهن جي باري ۾ ليڪڪ جي ڪمال جي منظر نگاري توهان به پسو."گنگا ڪناري چانهه جا دڪان. انهن دڪانن تي ڪم ڪندڙ همراهه انسان گهٽ ۽ انسان نما سانڊا وڌيڪ لڳن ٿا. چتيون لڳل ڪپڙا، وڌيل وار ۽ ڏاڙهيون، هڏا نڪتل جسم. 40 – 50 سالن جي عمر هوندي ڪنوارا هي يار بيرا گيري ڪندي نظر ايندا ۽ انهن هوٽلن تي هزارين ماڻهن جا ميڙ رديءَ طور استعمال ٿيندڙ پراڻن ڪتابن، اخبارن جي سرخين کي چٽيندي ۽ ريڊيو ٻڌندي نظر ايندا، جيڪي اڳتي هلي ڪچن ڦڪن خيالن کي دماغ ۾ جاءِ ڏين ٿا. هي اهي HALF BAKED ماڻهو آهن، جن کي ڪڏهن به پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ نه ڏني وئي يا نه ڪري سگهيا. وسيع علائقي ۾ بجليءَ جا ڪنيا تتل، واٽر سپلاءِ جون لائنون ڀڳل، سيوريج سسٽم ناڪاره، صحت جون سهولتون نه هئڻ، آلودگي، معاشرتي فرق، ناانصافي ۽ ٽي بي جي بيماريءَ سبب ماڻهن جو موت روز جو معمول بڻيل آهي. جتي جاگيردار ۽ سماج سڌارڪ پنهنجن ذاتي مفادن خاطر گٺ جوڙ ڪري، غريبن جو استحصال ڪن ٿا ۽ سياست ڪرپشن جو ٻيو نالو بڻيل آهي." فرسٽ پرسن ضمير يعني "آئون" جي انداز ۾ لکيل هن ناول ۾ هندن جي پاڪ شهر "بنارس" جو به ذڪر ڪيل آهي، جتان گنگا ندي وهي ٿي. بقول ليکڪ ته پوتر گنگا جو پاڻي هاڻي انساني ارٿين، مال جي ڇيڻن، گند ڪچري، آلودگي ۽ ٻئي گند جي ڪري ڏپ جو شڪار بڻجي ويو آهي، جتي شايد ڪو سياح هڪ دفعو اچڻ کان پوءِ ٻيهر رُخ نه ڪري! ليکڪ هن ناول ۾ انڊيا تي طنز ڪندي لکي ٿو ته"هتي پاڻيءَ جي کوٽ، آلودگي، بيروزگاري، بجليءَ جي کوٽ، ناڪاره سيوريج سسٽم ، پبلڪ ٽرانسپورٽ جي اڻ هوند جام آهي، باقي INTERPRENUESHIP ۽ جمهوريت آهي."

سندس ناول جو مرڪزي ڪردار بلرام حلوائي عرف وائيٽ ٽائيگر اهڙين حالتن ۾ زندگيءَ جا ڏينهن گهاريندي، نيٺ اڳتي وڌڻ جو سوچي ٿو ۽ اچي دهليءَ جا وڻ وسائي ٿو. دهلي شهر ۾ پنهنجي مالڪ جي ڊرائيوري ڪندي ڪئين نظارا پسي ٿو. هڪ پاسي وڏا لگزري اپارٽمينٽس، جن ۾ هر قسم جون سهولتون موجود آهن ۽ جتي صرف اميرن لاءِ داخلا آهي ته ٻئي پاسي انهن سان لڳو لڳ سرونٽ ڪوارٽرز جتي بلرام جهڙا ڪئين ڊرائيور ڪيڙن ماڪوڙن، تنڊڻن، ڪوڙين ۽ مڇرن جي جهرمر ۾ رهن ٿا ۽ اهي ڪوارٽر دوزخ جو ڏيک ڏين ٿا. دهلي جتي هڪڙي پاسي وڏا ۽ ويڪرا روڊ ۽ صدارتي ۽ وزارتي محل آهن، جيڪي خوبصورتيءَ سان گڏوگڏ ڏنڊ ۾ ورتل نظر اچن ٿا ته ٻئي پاسي دهليءَ جو پراڻو علائقو جتي تنگ روڊ، پراڻيون بلڊنگون، سوڙها رستا ۽ ڪليل گٽر نالا نظر اچن ٿا. هن هيڏي وڏي اجگر شهر ۾ به اهو ساڳيو ئي امير ۽ غريب جو فرق. دهلي جا فوٽ پاٿ ۽ اوور هيڊ پليون ٻاهران ايندڙ يعني اونداهه جي ڳڙهه کان ايندڙ ماڻهن جا مسڪن بڻيل

آهن. جتي ڪنهن کي ڪا خبر ناهي تہ سندن ڪيترا ٻار آهن ۽ سندن ڪهڙا نالا آهن!
ٻئي پاسي هر وڏي ماڻهوءَ جي هٿ ۾ موبائل فون آهي، جيڪا سندس زندگيءَ جو لازمي جز بڻيل آهي. ان موبائل فون جي نشي ۾ ڪين ٻئي ڪنهن جي ڪا خبر ناهي. هتي غريب جي زندگي روڊن تي رت پئي هاري ۽ وزير، مشير Kick Backs وٺڻ ۾ پورا آهن. بقول ليکڪ جي تہ انڊيا جي ترقيءَ ۾ وڏي رڪاوٽ اها پارلياماني جمهوريت آهي، جنهن جا ڪرتا ڌرتا ڏينهن رات مال ميڙڻ ۾ پورا آهن.

بلرام جيڪو حقيقي وائيٽ ٽائيگر بڻجڻ چاهي ٿو سو هيٺي بہ مايوس ٿئي ٿو پر آهستي آهستي دهليءَ جي ڪرپٽ ۽ ڏوهاري زندگي کيس بہ گهيري ۾ آڻي ٿي ۽ هو پاڻ بہ ڪرپٽ بڻجي، پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي مالڪ جو قتل ڪري، سندس پئسن جو بريف ڪيس کڻي ٽيڪنالاجيءَ جي شهر بئنگلور ڏانهن رُخ رکي ٿو.

بئنگلور، ڏکڻ انڊيا جو شهر آهي. ڏکڻ انڊيا، جنهن کي ليکڪ علم ۽ روشنيءَ جو علائقو سڏي ٿو، جتي جي ماڻهن جي زندگي، مزاج، معاشي حالت اتر انڊيا جي ماڻهن کان بنهہ مختلف آهي. جتي هر ماڻهوءَ لاءِ ترقيءَ جون راهون کليل آهن، ضرورت صرف رستي جي هوندي آهي. هن شهر ۾ آمريڪن آئوٽ سورس ڪمپنين جو ڄار وڇايل آهي، جن ۾ هزارين پارٽي نوجوان ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون ڪم ڪن ٿيون ۽ INTERPRENURS انهن کي ڊيل ڪن ٿا.

بلرام بہ پنهنجو رستو ڳولي وٺي ٿو. هو شروع ۾ صبح سوير ۽ شام جو سج لٿي بئنگلور جي روڊن تي اتان جي زندگي ۽ ضرورتن جو مشاهدو ڪري ٿو ۽ آخرڪار پئسن جي بريف ڪيس جي مدد سان INTERPRENUERSHIP وارو پيشو اختيار ڪري ٿو. ائين هو اڳتي هلي ارب پتي بڻجي وڃي ٿو.

هن ناول ۾ اڙيگا انڊيا جي غريب طبقي کي انهن ڪُڪڙن سان ڀيٽ ڏئي ٿو جيڪي پڃري ۾ بند آهن ۽ ڪاسائي جيڏي مهل چاهي ڪين پڇ مان وٺي، ٻاهر ڪڍي مٿن ڇُري وهائي ڇڏي. هُو ان تي زور ڏئي ٿو تہ جيڪڏهن ملڪ ۾ انقلاب آڻڻو آهي تہ ان غلاميءَ جي پڃري کي ٽوڙڻو پوندو ۽ اميرن کي ڪُڪڙن وانگر پڃري ۾ واڙي پاڻ کي ڪاسائيءَ جو ڪردار ادا ڪرڻو پوندو.

هن ناول جو مرڪزي خيال انڊيا ۾ امير ۽ غريب جي فرق جي خاتمي تي ٻڌل آهي ۽ ان لاءِ سندس چوڻ آهي تہ انڊيا جي ٻهراڙين ۽ شهرن ۾ رهندڙ غريب ماڻهن کي اعليٰ تعليم ڏيارڻي پوندي، کين زندگيءَ جون بنيادي سهولتون مهيا ڪرڻيون پونديون تہ جيئن اهي بئنگلور جهڙن جديد شهرن ۾ ملڪي ترقيءَ لاءِ ڪردار ادا ڪن ۽ گورن بجاءِ هو پاڻ ملڪ جي ڪاروهنوار جا مالڪ بڻجي وڃن. بقول سندس تہ جيئن 19هين صدي عيسويءَ ۾ فلابرٽ،

بالزاڪ ۽ ڊڪنز جي لکڻين انگلينڊ ۽ فرانس ۾ سماج کي بهتر ڪرڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو هو تيئن هو به پنهنجي لکڻين ذريعي هندستاني معاشري ۾ بهتري آڻڻ چاهي ٿو. اچو ته پاڻ سندس هن ناول مان ڪجهه دماغ کي ڇهندڙيون هٽندڙ جملا پڙهون:

- هن ملڪ ۾ صرف به قسمتون لکيل آهن، ڪاٺو يا ڪاچ ٻڻجي وڃو.
- هتي هاٿي صرف به قومون بچيون آهن، ننڍي پيٽ وارا ۽ وڏي پيٽ وارا.
- هن دنيا ۾ غريب جي زندگيءَ جي ڪهاڻي ڪنهن تکي قلمءَ جي رهڙ سان سندس جسم تي لکيل هوندي آهي.
- دنيا جي ڏهه هزار سالن جي تاريخ امير ۽ غريب جي وچ ۾ ذهني جنگ سان پري پئي آهي.
- HALF – BAKED ماڻهو ته اڌپڙهيل ۽ غريب هوندا آهن، پر HALF – BAKED متيءَ مان خلقيل ماڻهو پڙهيل لکيل، خوش پوشاڪ جوان هوندا آهن، جيڪي سڄي عمر ڪمپنين ۾ نوڪري ڪندي ۽ آرڊر وٺندي گذارين ٿا، جن کي INTERPRENVERS چئبو آهي.
- منهنجي ماءُ بستري تي رت ڳاڙيندي رهي ۽ پيءُ رڪشا ڌڪيندو رهيو. انهن وٽ وقت ڪٿي هو مون تي نالو رکڻ جو!
- انڊيا جي زمين جو ٽيون حصو جتي جي زمين زرخيز ۽ ساريالي فصل سان سيراب آهي، جتي پاڻيءَ جي تلائن ۾ مينهون وهنجن ۽ پپڻ جا پَن ۽ گُل ڪائيندي نظر اچن ٽيون، اتر انڊيا جي ان علائقي کي DARKNESS چئجي ٿو جتان گنگا به وچو وچ وهي ٿي. جڏهن ته سمنڊ جي ڪناري ڏکڻ انڊيا آهي، جتي ٽيڪنالاجيءَ جي حڪمراني آهي، ان کي LIGHTNESS انڊيا چئجي ٿو. ڇو ته اتي جا ماڻهو خوشحال آهن.

321 صفحن تي ٻڌل ۽ طنز سان ڀريل هن ناول کي ائٽلانٽڪ بوڪس لنڊن وارن ڇپرايو آهي. هيءُ ناول پڙهندي، پڙهندڙن ۾ ڳوڙهو لهندو ويندو. ڪنهن مهل سخت تڪليفن جي منهن ۾ ته ڪيڏي مهل رستن جون هوائون جهٽيندي محسوس ڪندو. ڪٿي محبتون وٺبيندي ته ڪٿي نفرتن جي ٻنيءَ ۾ ڏنگندو- بهرحال آخر ۾ پڙهندڙ ۾ ماڻهن جي بهتر مستقبل جي اميد ضرور جاڳي ٿي. هيءُ سمورو ناول خط جي شڪل ۾ لکيل آهي ۽ هن ناول جو مرڪزي ڪردار "آئون" (ضمير متڪلم) جي صيغي ۾ پنهنجي ڪهاڻي بيان ڪري ٿو.

××

# رِڻ ۾ ٿِي وئي روشني!

حبدار سولنگي




سنڌي شاعريءَ جي ڪوهيڙي ورتل منظر ۾ سعيد ميمڻ جي شاعري اُجري سج جي تيز ڪرڻي جيان آهي، جيڪو ساري خام خياليءَ جا پردا هٽائي، نئين معنويت جي جوت آڻي اڳيان رکي ٿو. هن وٽ لفظ پڪي ٿي پيغام آڻن ٿا. سندس شاعراڻو ماحول نهايت فطري آهي. سندس شعري فضا ۾ مصنوعيت لاءِ ڪابہ گنجائش خالي نہ آهي. سندس لهجو هُبڪاريل هوا جو احساس آهي، جيڪو حواسن جي تهن تائين پنهنجي موجودگيءَ جو جوهر پسائي ٿو.

سعيد ميمڻ جو نڪور شعري مجموعو "درد جون آيتون" سنڌي شاعريءَ جي جوانيءَ جو بي مثال جلوو آهي، جنهن ۾ عجيب ڪشش ۽ ڪمال آهي ۽ جيڪو 'ڏسندڙ اکين' لاءِ حيرانيءَ جو سبب آهي.

منهنجي من اندر غارِ حرا جي ہاٺ هئي،
اُپري آيو اوچتو سُورج منهنجي گهرِ،
ڪوليون مون اُن پر، اکيون روشن ٿِي ويون.
عينڪ پائي سچ جي، جيڪي ڏِٺوسون،
سو جي ڪين ڏسيون، ماڻن وچ بازار ۾.

...

رات لتاڙي فاصلا، مليس جيئن هُن سان،
اکيون شاهہ لطيف جون، چمڪيون ڏيئن جيان،
مُرڪيو چنڊ مٿان، رِڻ ۾ ٿي وئي روشني.

...

مان هان موهن جو دڙو مِٽيءَ جا انبارَ
اکين ۾ آثارَ آهن هڪڙي خواب جا.

سعيد جي هر سٽ ۾ اُها سگهہ آهي، جيڪا صدين جي سانت کي جنجهوڙي سگهي ٿي. اُهي ماڻهو جيڪي اها واويلا پيا مچائن تہ "اڄوڪي سنڌي شاعري جمود جو شڪار ٿي وئي آهي" انهن لاءِ هيءُ ڪتاب بهترين جواب آهي.

مختلف شعري صنفن جي سُونهن سان سجايل "درد جون آيتون" ڇرڪائيندڙ نئون نڪور ۽ اعليٰ آهي. سوچ جي عام رواجي ماحول ۾ "درد جون آيتون" نئون انقلاب آهن، جيڪي هڪ جديد صُوفي شاعر جي رُوحاني رمزن، عشق جي اسرارن ۾ ڏک جي سفر جو داستان آهن.

رڻ ۾ تي وئي روشني، چمڪي پئي واري،
بيتن ڦهلائي ڇڏي، خوشبوءِ چوڌاري،
راتِ اِها ساري، هُئي جڻ سُندر خواب جيان.

...

تي سڏي ديد هُوءَ دارَ ڏي،
او سياڻو ڇڏيو!
پاڻ جوڳي ڪهي تا وڃون!

...

اڃي ڏس رات ڪاريءَ ۾ اسان جون آڱريون روشن،
اُتن تا گيت شعلا تي، ٻري تي ذات ڪافي آ.

سعيد جي قلم جو هيءُ ڪمال آهي تہ هُو تخليقي درد کي دريافت ڪري وٺي ٿو ۽ اُهو ئي دردُ جڏهن 'آيتون' بڻجي شاعريءَ جي روپ ۾ ظاهر ٿئي ٿو تہ سعيد جو فَنُ اوچي پَد تي پهچي ٿو وڃي.

سعيد ميمڻ مون کي هڪ سانتيڪو مُسافر لڳندو آهي، جيڪو ماٿ ماٿ ۾ منظرن جو حُسن، پکين جون ٻوليون، مِٽيءَ جي مهڪ، آسمان جي اُداسي، درد جي خوشبو ۽ عشق جون رمزون پنهنجي فقيراڻي گودڙيءَ ۾ گڏُ ڪندو ٿو وڃيٰ ۽ ڪنهن پل جڏهن هُو ڪٿي ٿڪَ ڀڃڻ لاءِ ويهي ٿو تہ، اُن گودڙيءَ مان 'درد جون آيتون ' ٻاهر نڪري ٽيون اچن ۽ پوءِ 'رڻ ۾ روشني' ٿي تي وڃي، جنهن کي ڏِسي سعيد جو سڄو ٿڪُ لهي ٿو وڃي، ۽ پوءِ هُو وري ٻيهر 'شيشا عينڪ جا اُکهي' پنهنجي سانتيڪي سفر تي اسهڻ لاءِ اُٿي ٿو ۽ اڳتي وڌندو ٿو وڃي.

وڃي ٿو گَسُ وٺي ڪوئي،
پيون ظاهر ٽين ڏنڌليون،
پريان چوٽيون پهاڙن جون
هَليو آ ڏَسُ وٺي ڪوئي
وڃي ٿو گَسُ وٺي ڪوئي.

xx



بي گهر ٽيل پنهنجي پلي سنڌ اچن، واپس هليا ويندا: محمد ابراهيم جويو
(ڪاوش: 23 مئي 2009ع)

SARANGAA
HYDERABAD
Regd. No. 5132
www.sarangaa.com



## گذارش

زهريلين زرعي دوائن، ڪيميائي ڀاڻن ۽ ٻين زرعي ڪمن ڪارين لاءِ حد جي زرعي ماهرن سان رابطو ڪريو.

علي حيدر جروار
ايگزيڪيوٽو ڊسٽرڪٽ آفيسر
ايگريڪلچر، عمرڪوٽ، سنڌ.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين "اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٺاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا:

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا:

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٺين، جيڪي بہ ڪٺين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ  
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.  
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)